**ڪتاب جو نالو**
جالِ جھانگين ساڻ (شاعري)

**شاعر**
خادم حسين ابڙو

**ڪمپوزنگ**
پارس ڪمپيوٽر اينڊ پرنٽنگ ايجنسي
حيدرچوڪ، حيدرآباد

**ڇپيندڙ**
پارس ڪمپيوٽر اينڊ پرنٽنگ ايجنسي
حيدرچوڪ، حيدرآباد

**ڳاڻيٽو**
پنج سؤ

**سال**
ڊسمبر 2010ع

**ملھ**
200 روپيا

ڪتاب ملڻ جو هنڌ
A_181 بکر ڳوٺ، سمھون ال آصف زيرو ميل، سپر هاوي، ڪراچي
موبائل: 0333_2114902
رابيل ڪتاب گھر، اسٽيشن روڊ لاڙڪاڻو

# سٽاءُ

# ارپنا

ڳوٺ پنهل خان چانڊئي، تعلقي سڪرنڊ، ضلعي نواب شاهه جي چڱي مڙس پوڙهي ۽ بيمار پنهل خان چانڊئي جي اڳواڻيءَ ۾ سندس جوان جماڻ پٽ غلام عباس ۽ ڳوٺائن 1983 .9 .29 تي ايم- آر- ڊي (MRD) (Movement For Restoration of Democracy) جي تحريڪ ۾ ڀاڱيڀائيوار ٿيندي، روڊ رنڊائيندي، قرآن شريف پڙهندي،ورديءَ وارن جون سڌيون گوليون سٺيون، جنهن ۾ سترهن پوڙها جوان ۽ ٻار شهيد ٿيا. مان پنهنجو پورهيو نوڙت ۽ نماڻائيءَ سان انهن شهيدن جي نانءِ ارپيان ٿو.

**"تنين جي چوٽي پورب ٿيندي پڌري"**

خادم حسين ابڙو

# ڳوٺ پنهل خان چانڊيي جي شهيدن جو وچور

| نالو پيءُ جي نالي سميت | ذات | ڄمار | ڪرت |
|---|---|---|---|
| 1. محمد هاشم پٽ الله بچايو | خاصخيلي | 40 ورهيه | هاري |
| 2. محمد رمضان پٽ محمد بخش | = = = = | 35 ورهيه | دوڪاندار |
| 3. جناب پٽ ملير | = = = = | 16 ورهيه | ٻڪرار |
| 4. ميرو پٽ ٿوهه | = = = = | 18 ورهيه | هاري |
| 5. علي گل پٽ شفيع محمد | = = = = | 19 ورهيه | هاري |
| 6. ٿارو پٽ محمد عمر | چانڊيو | 70 ورهيه | ڪير ڪپائيندڙ |
| 7. گلاب پٽ لال خان | چانڊيو | 21 ورهيه | هاري |
| 8. علي شير پٽ حاڪم | چانڊيو | 18 ورهيه | شاگرد |
| 9. غلام مصطفيٰ پٽ حاڪم | چانڊيو | 14 ورهيه | شاگرد |
| 10. پير بخش پٽ غلام محمد | چانڊيو | 50 ورهيه | هاري |
| 11. محمد عرس پٽ نبي بخش | چانڊيو | 25 ورهيه | ڊرائيور |
| 12. محمد صديق پٽ نبي بخش | چانڊيو | 51 ورهيه | هاري |
| 13. رجب پٽ ٽنڊو خان | چانڊيو | 24 ورهيه | هاري |
| 14. الهرکيو پٽ الله ورايو | سولنگي | 35 ورهيه | هاري |
| 15. محبوب پٽ ڏٽي پرتو | سولنگي | 26 ورهيه | هاري |
| 16. حسين بخش خان محمد | مگڻهار | 18 ورهيه | هاري ۽ دهلاري فقير |

# حوصلي ۽ اُميد جو شاعر

ڏاھا چون ٿا تہ "شاعري جي رمزيت کي تمام گهڻو جامع ۽ همہ گير هئڻ کپي، جو تہ عظيم المرتبت ۽ جليل القدر شاعريءَ ۾ ائين ٿي ٿيندو آهي. منهنجي خيال ۾ "جامعيت " ۽ " همہ گيري " ئي ڪنهن شاعريءَ جي سگهہ آهي. ڪنهن بہ شاعريءَ ۾ موضوع جو وسيع هئڻ، زندگيءَ جي هر پهلوءَ تي نظر ڌرڻ، محبت، ميلاپ، وڇوڙو، موت ۽ تباهيءَ جي احساس جي ڪيفيت، شاعريءَ کي سگهہ بخشيندڙ جذبا، احساس ۽ ڪيفيتون آهن. فرد کان وينديءَ سماج ۽ قوم سان گهرو لڳاءُ، خلوص ۽ عشق ئي سلن لاءِ سانوڻي مند آڻيندا آهن. اها ئي خوبصورت شاعريءَ جي سڃاڻپ آهي تہ ان ۾ زندگيءَ جا سمورا رنگ موجود هجن.

قديم دور کان انسان پنهنجي من ۾ پيدا ٿيندڙ مختلف احساس کي آشڪار ڪرڻ لاءِ حيلا هلائيندو رهيو آهي. سندس اهڙي جستجو ۽ ڪوشش ڪڏهن غارن جي پٿرن تي تہ ڪڏهن وڻن جي پنن تي،ڪڏهن ڇوڏن، پٿرن ۽ چمڙي تي مختلف چٽن ۽ نقش جي صورت ۾ سامهون اچي ٿي. اڄ تائين پنهنجي خيالن کي عام ڪرڻ ۽ هڪ نسل کان ٻئي نسل ڏانهن منتقل ڪرڻ واري انساني خواهش تاحال قائم ۽ اهو سلسلو جاري آهي. انهيءَ سفر ۾ ڪي ماڻهو اهڙا بہ آهن جن پنهنجي لکتن ۾ وقت کي قيد ڪيو ۽ ايندڙ نسلن ڏانهن نہ صرف پنهنجا تجربا ۽ مشاهدا منتقل ڪيا پر ايندڙ وقتن ۾ پيش ايندڙ مسئلن ۽ معاملن کي منهن ڏيڻ سميت انهن جي حل خاطر ڀاڻ کي تيار رکڻ لاءِ نت نوان خيال ۽ پيغام بہ پهچايا. سندن اهڙي عمل انساني سماج کي مهذب بڻائڻ جي جاکوڙ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ اڄ اسان جنهن سماج جو

حصو آهيون انهيءَ کي بهتر کان بهتر بنائڻ ۾ انهن ماڻهن جو ڪردار آهي ۽ موجوده دور ۾ اسان منجهان ڪيترائي دوست اهڙي عمل کي جاري رکندي اڳتي وڌي رهيا آهن جيڪي پنهجي فڪر ۽ دانائيءَ وسيلي مختلف ذريعن سان وقت، حالتن انهن جي پس منظر ۽ پيش منظر کي ايندڙ نسلن ڏانهن منتقل ڪري رهيا آهن. اهڙن وسيلن ۾ ذريعن مان هڪ وسيلو شاعري بہ آهي، جيڪو فڪر کي گهڻ رخي انداز سان پنهنجي حال کي هڪ پيڙهيءَ کان ٻي پيڙهيءَ تائين پهچائڻ جو ذريعو بڻجي ٿو.

شاعر پنهجي دور جو آئينو هوندا آهن، جيڪي سماجي، معاشي ۽ ٻين حالتن ۾ رخن کي پنهنجي تخليقي سگهہ وسيلي عام آڏو آڻيندا آهن. فرد کان وٺندي سڄي قوم جا مسئلا سندن تخليق جا موضوع هوندا آهن. سماج ۾ فرد سان ڪهڙا مسئلا آهن، ان جون بہ خوشيون، غميون وغيره ڪهڙيون آهن؟ ۽ قوم ڪهڙين خوشين، غمن وغيره مان گذري رهي آهي. خوشين جا اسباب ڪهڙا آهن ۽ غمين جا اسباب ڪهڙا آهن. انهن ڪيفيتن جي ڪري قوم ۽ فرد تي ڪهڙا اثر پون ٿا شاعر پنهنجي ذات وسيلي انهن سڀني کي لفظن جي روپ ۾ پوئي مالهائون ناهي عوام آڏو اظهاريندا آهن.

موجوده دور جي اهڙن شاعرن منجهان هڪڙو نانءُ سائين خادم حسين ابڙي جو بہ آهي، جنهن ان خواهش کي هٿ وٺرائيندي پنهنجي سفر جو آغاز ڪيو ۽ هاڻ سندس ان سفر جو ثمر سندس ڪتاب جي صورت ۾ اسان جي سامهون آهي.

شاعري، جيئن مون چيو گهڻ رخي فڪر جي ڦهلاءَ جو واحد ذريعو آهي، ان ڪري هر شاعر گهٽ ۾ گهٽ لفظن اندر وڌ ۾ وڌ فڪر ۽ خيال جو پرچار ڪري ٿو ان خيال ۾ سڀني زمانن جو عڪس ۽ اولڙو هوندو آهي ۽ اهائي هڪ سٺي شاعر جي سڃاڻپ آهي.

سائين خادم ابڙي جي مسودي جي مطالعي مان مون کي لڳي ٿو تہ هُن شاعريءَ

جي بنيادي لوازمات کي چڱيءَ طرح سمجهيو ۽ پروڙيو آهي. هڪ حساس ماڻهو جي حيثيت ۾ هو سمجهي ٿو تہ سنڌي ماڻهو اندروني ۽ ٻاهرين غلاميءَ واري ڪيفيت ۾ آهن. هو خود بہ حالتن جي سنگينيءَ ۽ مسئلن جي دٻاءَ واري پيڙا مان گذريو آهي پر ان باوجود هو مايوس ناهي. اها ڳالهہ وڏي خوشيءَ جي آهي تہ سمورن دردن، بيوفائين ۽ ناانصافين وارا احساس پوکيندي بہ سندس شاعريءَ ۾ نراسائيءَ جو عڪس نٿو ملي. وٽس، نہ اميدي آهي نہ مايوسي. جيڪڏهن ڪجهہ آهي تہ اُهو سندس شاعريءَ ۾ حوصلي ۽ اميدن جي مشعلن جو تجلو آهي جيڪو ڪيس ۽ سندس فڪر کي منور ڪري ٿو.

محترم خادم حسين ابڙو نہ رڳو سٺو شاعر ۽ اديب آهي، پر سچ پچ تہ هو هڪ اعليٰ ا انسان بہ آهي. سندس زندگيءَ جي وڏائي جي جهلڪ سندس هر رويي مان محسوس ٿيندي. هو هر وقت نئڙي وڏي سان مرڪندي ملي ۽ ڳالهائي سچ پچ موهي وجهندو آهي. تمام گهڻو چاهيندي بہ پنهنجي پاڻ کي چاڻو محسوس نہ ڪرائڻ، هر ڳالهہ ايئن ٻڌندو چڻ تہ سندس لاءِ اها ڳالهہ نئين هجي پر پوءِ جڏهن پاڻ ان تي ڳالهائيندو تڏهن ٻڌندڙ کي محسوس ٿيندو تہ وٽس ڄاڻ جو خزانو آهي. اهي ڪُڙَ هڪ عالم جا آهن،هڪ سٺي انسان جا آهن. آئون پڪ سان چوان ٿو تہ سائين خادم حسين جهڙا انسان زماني ۾ گهٽ پيدا ٿيندا آهن.

ابڙي صاحب جي شاعري جا موضوع سگهارا آهن. سنڌ ڌرتيءَ جو سڀاجهو ماڻهو سنڌ جا مسئلا، ساڻن ناانصافي، سنڌ جي پيڙهجندڙ طبقي جي پيڙا ۽ درد سندس شاعري جا اهم موضوع آهن، ڇو تہ لڳ ڀڳ مُني صديءَ کان پاڻ پنهنجي اکين سان هن ڌرتيءَ تي ٿيندڙ لقاءُ ڏسندو رهيو آهي. سندس هيءَ شاعري انهيءَ مُني صديءَ جي ڏکوئيندڙ سفر جو سچو داستان ۽ عرق آهي. سنڌي ماڻهن اها مني صديءَ جي تاريخ سنڌ جي ماڻهن سان بيوفائين، ناانصافي، دوکن، وڇوڙن ۽ وڍن سان ڀري پئي آهي.

چلڻ جي مشهور شاعر پئبلونرودا لکيو آهي تہ ”جنهن قلمڪار جي قلم جي مس جو ناتو آزاديءَ لاءِ وڙهندو جوڌي جي رت ۽ پورهيت جي پگهر سان ناهي، جنهن قلم ڪار جي قلمڪاري ۽ قلم جو واسطو غلام ۽ مظلوم سان نہ آهي، اهو قلم ڪار ۽ قلم بي زبان آهي، لاوارث ۽ اجايو آهي.“ سائين خادم ابڙي جي شاعري ۾ انداز پئبلونرودا جي انهن تصورات جي پرپور عڪاسي ڪري ٿو. هونئن تہ سندس شاعريءَ جون ڪيتريون خوبيون آهن پر منهنجي نظر ۾ جيڪي سندس شاعريءَ جون خوبيون آهن تن مان جيڪي خاص آهن اُهي هي آهن تہ موضوع، فڪر، اندازِ بيان ۽ ٻولي.

سمجھ سچ سورهيہ ڪٺي جي وک ڪٺين،
اِتهاس جي لکيل پنن ڪي جي پڙهين،
ڪالھ چا ٿيو هو ۽ ڪيئن ٿيو سڀ سٽين،
ساھ صدقو ڪرڻ لئہ تون ڪر ڪٺين،
آس آهي ڪانہ تون ڪا چُڪ ڪندين.

سندس شاعري جيڪا گهڻو ڪري نظمن تي مشتمل آهي، ان ۾ هيٺيان نظم موضوع، فڪر، اندازِ بيان ۽ ٻولي جي لحاظ کان خوبصورت نظم آهن. جن ۾ ” آءُ تہ اڄ سيناس ونؤن “ ، ” نانءُ ڳچيءَ ۾ پئجي ويو“ ،”جي تون ڪٽنندين ڪانہ ترارا “ ، ” ٻالهيون آهن اڪيچار “ ، ”هڪ ڏينهن“ ،”نہ سمجھ يلي تون اڄ پوتار“ ، ” ڇڏي اڄ تڏيون وڃئون ٿا“ ، ” لڱ منهنجا ڪاٽ“ ، ”ٻَڪَ تنهنجي جو ٻاڙيل آهيان“ ، ” درياھ شاھ “ ، ” مان وڪيل آهيان“ ، ” غدار جيڪو وطن جو“ ، ” ماڻهو نہ آهن مسلمان“ ، ” وات ٻاڙها اُتي پون“ ، ” ڇوڙي؟ “ ، ” مان ڪامران ٿيءِ؟ “ ۽ ” سنڌ ڪي بقاءُ آ“ شامل آهن.

مٿيان نظم سچ پچ وري وري پڙهڻ جهڙا ۽ هيئين سان هنڊائڻ جهڙا آهن. هونئن شاعرن، اديبن ۽ دانشورن جو فرض آهي تہ اُهي تعمير ۽ تشڪيل جي

حوالي سان نئين نسل جي رهنمائي ڪن. مرض جي سڃاڻپ ڪن. اُن جي سببن تي غور ۽ فڪر ڪن ۽ ان جي چڱيلائيءَ لاءِ ڪنهن سُتي ڦڪيءَ جي ڳولا بہ ڪن. سائين خادم جي شاعري پڙهڻ سان مٿيون ڳالهيون چڱي نموني سان موجود ملنديون.

سندس شاعريءَ جاڳ لاءِ سڏ آهي تہ ياڳ لاءِ بہ سڏ آهي. جيئن هو هڪ نظم "ڳالهہ اصل ۾ سمجهڻ جي آ" ۾ چوي ٿو تہ...

**جيسين جاڳ نہ ٿيندئي دلبر، گهربل ماڳ نہ ملندئي ڪنهن پر،**

**ڪوپي ڪاڄ نہ ٿيندئي ڪٿپر، ڳالهہ اها ئي ڳڻجڻ جي آ،**

**خادم جيءَ ڪي جهوري ويٺو تڪي ٿو ۽ توري ويٺو**

**توسان پڻ ٿو اوري ويٺو ۽ئي جي ڪانہ ڀڏجڻ جي آ.**

هونئن بہ عالم، اديب، شاعر، مصور ۽ ٻيا تخليقار پنهنجي پنهنجي قوم جا ترجمان، سنيارينڊڙ، سارينڊڙ ۽ اڳتي وٺي ويندڙ سونهان هوندا آهن. اهي ڳالهيون ۽ عمل تڏهن ئي ٿي سگهن ٿا جڏهن وٽن وسيع تجربو دوانديشي ۽ حوصلو جستجو جو جذبو ۽ سچائي هجي. اهي ڳالهيون جن وٽ بہ هونديون آهن تن جون تخليقون امر ٿي پونديون آهن. انهيءَ سفر ۾ ڪيترائي سچا ۽ سونهان رهيا آهن. جيڪڏهن انهيءَ سفر ۾ سائين خادم جو نالو ڳڻجي تہ وڌاءَ نہ ٿيندو ڇو تہ سرڪار لطيف جي چواڻي تہ:

**محبت پائي من ۾ رنڊا روڙيا جن،**

**تن جو صرافن، اڻ۔توريو اگهائيو.**

ڊاڪٽر محمد علي مانجهي

ڪراچي

19 آگسٽ 2010ع

# جيڪي ڪُنيءَ سو پاٽِ ۾

نالو: خادم حسين ابڙو

پيءُ: الله ورايو خان

ماءُ: نُور خاتون (منهنجي بابا جي نُورَڻ)

- گهٽو ٽٺو اهو خميس جو صبح، حج مهيني جي نائين ۽ انگريزي مهيني جي ڏهين فبروري 1938ع جي تاريخ هئي. امان چواڻي، سج ٻه ڪانا مٿي چڙهي آيو هو جو مان ککراڻين جي پاڙي ڳوٺ ڳيريلي تعلقي لب درياهه /ڏوڪريءَ ۾ ناني جي گهر ڄائس . سمات ۾ آبڙِ، آبڙ ۾ ککراڻي، منهنجي ذات. مون کي 1947ع کان اڳ جي سنڌ چٽي ياد آهي.

i. 3.3.1943ع تي، سنڌ اسيمبليءَ ۾ پاڪستان جي رٺ آڻيندڙ ۽ ميجرائيندڙ سنڌ جي ڌرتي تي، مسيت کان گهٽو گهٽو اڳ، اڏيل مندر کان ڪانئس هجڻ جو حق کسيو هيو. سنڌ جي اتهاس ۾ مذهب، عقيدي، ڌرم ۽ خيال کي مليل آزاديءَ جو حق، "تنهنجو الله توسان منهنجو الله مونسان". نه مڃڻ ڪري 3.3.1943ع واري رٺ ميجي وئي. اها ڏاڍي وڏي ڀل، اڄ تائين اسانکي لوڙائيندي ۽ روئاريندي اچي ٿي.

ii. سنڌ جي موسيٰ، هيرا جواهر سمجهي، ٽانڊن ۾ هٿ وڌا. پوءِ سڄي ڄمار پنهنجن هٿن کي ڦوڪون ڏيندو رهيو. ابوءِ ابوءِ ڪندو رهيو.

iii. ۽ پوءِ، سنڌ جي تاريخ جو هيءُ ٻار پنهنجي ئي اڏيل ڪوٽ ۾ ستاويهه ورهيه قيد ۾ قابو رهي، وڃي مٿيءَ ماءُ جي هنج ۾ ستو.

iv. سنڌ، چوڏهين آگسٽ 1947ع تي، پاڻ پنهنجي پير تي ڪهاڙو هڻي، نئين نانوَ جي وَرِ چڙهي وئي.

ماءُ منهنجو جندڙو ڪنيو خيالن،
ڪوڙن ڪذابن ڏاگهن ڏڏي آهيان.

دلبو منجهه درياهه پکي پسي آئيا
ويچارا ويساهه آٽي ات اڙائيا.

v. منهنجي اکين سنڌي ماڻهن کي، جيڪي مسلمان نه هئا، سنڌ مان اوچينگارون ڏيندي، پنهنجا پڪا چڏي، لڏي ويندو ڏٺو.

vi. منهنجي اکين مسلمانن کي، جيڪي سنڌي نه هئا، سنڌ ۾ ايندي پير کوڙيندي ڏٺو.

vii. ڳيريلي مان جڏهن 1947ع جي پچاڙڪن مهينن وارن ڏينهن ۾، واڻين (هندن) لڏيو پئي، ته ڳوٺ جي ڪنهن به سنڌيءَ (مسلمان) جي منهن تي مُرڪَ/سرهائي ڪانه هئي؛ ۽ نه ئي وري ڪنهن مسيت مان اهو آواز ٻڌو ويو ته ادا! چڱو ٿيو جو ڪافر وڃن ٿا ۽ پائر ايندا. اهي ڏينهن ڏرتي ۽ اُپَ جي وچ ۾ اهڙي اُداسائي ڇانيل هئي، جنهن جو ڪارڻ اسان جا پڙهيل اڻپڙهيل سمجهي نه سگهيا هيا. ڳيريلي جا مندر مهاتما ٻُڌَ جي مُکَ تي ڏِکَ ڏيندڙ ماٺ وانگر، ماٺ تي ويا!............ ويندي اڄ تائين.

➔ 1951ع جي پڇاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ ڳيريلي مان لڏي موري آياسي اُتي بابا جا ماسات، ذات جا هب، رهندا هئا/ آهن.

➔ اپريل 1953ع ۾ نوشهري فيروز مان سنڌي فائينل پاس ڪيم. 270

چوڪرن ۾ ٻيو نمبر آيو هوس. تنين ڏينهين سنڌي فائينل وڏي شان وارو امتحان هوندو هئو. اسان موري وارن کي فائينل جي سنبت سائين اشرف علي شاهه پٽ سائين جعفر شاهه ڪرائي هئي. تڏهوڪي موري ۾ مٿيان ٻئي مهربان ناليوارا ماڻهو هئا. امتحان ڏيارڻ لاءِ نوشهري فيروز ڏي اشرف علي شاهه جو استاد سائين رستم خان شيدي شاگردن کي وٺي هليو هيو.

- 1956ع ۾ مئٽرڪ سيڪنڊ ڪلاس ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان.
- 1964ع ۾ بي ڪام.
- 1953_55ع موري ۾ سنڌي ماستر رهيس.
- 1956_60ع ۾ پي ڊبليو ڊي ايريگيشن حيدرآباد ۾ ڪلارڪي.
- 1960ع جا ڪجهه مهينا وليج ايڊ ۽ اوقاف کاتن ۾ ڪلارڪي.
- 1961_63ع بورڊ آف سيڪنڊري ايجوڪيشن حيدرآباد ۾ نوڪري.
- 1964ع ۾ ڊسٽرڪٽ سيٽلمينٽ لس ٻيلي ۾ اڪائونٽنٽ ڪجهه مهينن لاءِ.
- 1964ع ۾ ڪجهه مهينا سردار لطف علي دل جي روزانه اخبار خادم وطن حيدرآباد ۾ اڪائونٽنٽ رهيس سردار صاحب ڏاڍو ڀلو ۽ شاناٽتو ماڻهو لڳو.
- 1964_65ع ۾ سنڌ يونيورسٽي پراجيڪٽ ڄام شوري ۾ اڪائونٽ اسسٽنٽ.
- 1965_67ع ۾ ڳيريلي ۾ ويهي سماجيات جي ڄاڻو سوشلسٽ سُياءُ وڏي ياءُ هوميوپيٿڪ ڊاڪٽر عبدالمومن کان هوميوپيٿي سکيس. سندس چواڻي، منهنجي سياوَ ۾ آنڊ مانڊ ۽ پير هڪ هنڌ ٽڪڻو نه هو. منهنجو سياءُ پاري [Mercury] وارو چيو هئائين.
- 22/2/1969 کان 30/11/1975 تائين پاڪستان مشين ٽول فيڪٽريءَ ۾ نوڪري.
- 4/3/1973 چوٿين مارچ جو ڏينهن ملهائيندي سائين جي ايم سيد سان گڏ

عبدالله هارون ڪاليج ڪڏي ليارِيءَ ۾ تقرير ڪرڻ جي ڏوھ ۾ تڏھوڪي قانون ڊفينس رولس آف پاڪستان جو ڪيس ٿيو جيڪو نہ هاڻي نہ هليو.

- 1/12/1975 کان 5/7/1977 تائين PIDC شهدادڪوٽ ٽيڪسٽائيل مل ۾ اسسٽنٽ مئنيجر اڪائونٽس.
- 1979ع ۾ روزانہ هلال پاڪستان ڪراچيءَ جو مئنيجر رهيس.
- 27/5/1979 کان وڪالت سان واڳيل وينديَ اڄ تائين.
- 1997 ۾ اسسٽنٽ ايڊووڪيٽ جنرل سنڌ.
- ڪٽنبي حياتيءَ ۾ منھنجا وڏا هاري ناري رهيا. آٽين ۾ چاڙهين ڏت ڏهاڙي سومرا واري حياتي ڏنم.
- خيالن ۾ آدجڳاد کان هن مٽيءَ ماءُ جي هنج ۾ ڪلنڊر روئنڊڙ ٻار آهيان، ڪو بي پَلُ انهيءَ هنج کان ٻاهر جالي ناهيان سگهيو.
- هن ڪتاب ۾ منھنجون دانھون ڪوڪون 1/01/2007ع کان 31/12/2007ع تائين آهن. انهيءَ کان نہ اڳ ۾ نہ پوءِ نظم ۾ يا نثر ۾ ڇئي لکي سگهيو آهيان.
- ايئين لڳو تہ سنڌ، راڻي بينظير ڀٽو جي شهادت واري ڏينهن جي سانجهيءَ تي، سائين جي ايم سيد شهيدن جي ڳوٺ (ڳڙهي خدا بخش) هلي وڃي گڏيل فيصلي "نہ کپي" جو اعلان ڪيو.
- مان سمجهان ٿو تہ لطيف سرڪار جي "ڏريان ٿي ڏاريا" ۽ "جا تومل عيد" وارن بيتن کي سمجهڻ لاءِ سنڌس قوم سٺ سال ورتا.
- تہ سوين سر گهرن وارن لطيف جي لفظن جي معنيٰ بہ سنڌس سانگين هاڻي وڃي، مس مس، ڪجهہ ڪجهہ، پروڙي آهي.
- ڏاڍو ڏڄٽو آهيان. انهيءَ ڪري ڪڏهن بہ ٽاٽو ۾ جيل نہ ڏنم. طاقت، ڏاهپ ۽ سونهن جو ڇيهہ ناهي. طاقت، ڏاهپ ۽ سونهن آڏو سدائين جهُڪندو رهيو آهيان.

- ڪڏهن به مٺيءَ ماءُ جي پوٽيءَ جو پلاند نه ڇڏيو اٿم. نارَ جي مالهه ۾ سڄڻ سان سلهاڙيل تري پڳل ڪِنگرِي آهيان.
- مان سسئيءَ جا سڏ سُڏڪا، مارئيءَ جي دانهن ۽ واڇُوڙيءِ بُهه جو ڪڪُ آهيان.
- منهنجي حياتيءَ ۾ پل پل ڇڪ ايتري ته گهٽي آهي جو مان لطيف سرڪار جي هيئين لفظن جي معنيٰ ۽ مطلب تي رهيو آهيان ادي آءُ اَڄاڻ مون سگ سڄاڻي نه ڪيو. منهنجي جيون جي وک وک تي ڪيل پل ڇڪ، اٽڪاٽائيءَ سبب، ڏک ڪارائيندي آئي آهي، جيڪر هيئن نه ڪريان ها جيڪر هونءَ نه ڪريان ها وارا ويچار ماٺهوءَ جي جند نٿا ڇڏين.
- توڙي جو پڪ اٿم ”توڙي هلين تڪڙي توڙي هلين وک، لکئي منجهان لِکَ لهئي ڪين لطيف چئي“ پر پوءِ به وس ٿو ڪيان ته وسامڻ (فنا) ڏي ويندي وکون هوريان ڪڄن ۽ انهيءَ لاءِ ئي، چمار آهر. يوگا جون ڪسرتون ڪندو آهيان.
- مون کي پڪ آهي ۽ سائين جي ايم سيد به ڪراچيءَ ۾ نشتر پارڪ وٽ سندس بنگلي حيدر منزل تي 1974ع ڌاري مون سان ڪچهريءَ ۾ مڃيو هيو ته ننڍڙي ۾ ننڍڙي پَل چُڪَ کان وٺي ويندي وڏي ۾ وڏي ڏوهه جي معافي ملڻي ناهي. جوڳي سيڪٽ اٽتر هجي ٿي.
- پاڻ کي الله سمجهندڙ توهان جي ڪا ننڍي وڏي پل ڇڪ معاف نه ڪندا. وات سان پلي نه چون پر اندر ۾ سانڍيل پنهنجو وير ضرور پاڙيندا، توڻي جو ساڻن توهان جي ٻانهن ٻڌڻ جي وات چاليهه ورهيه يا سڄي ڄمار چو نه هجي.
- معافيءَ جو وجود ناهي جي تو کي پڪ آهي ته معافي ملي ٿي ته پوءِ جَوَ پوکِ ۽ پوءِ پنهنجي پل جي معافي گهري ڪٽڪ لڻجانءِ.
- ڪرند پسند وارو خيال اٽپورو آهي. جيڪو نٿو ڪري اهو به پري ٿو.

- اتهاس ۾ امڙ سنڌ جي سيڪاريل وينتي منٿ سورهن آنا سچ لڳي ٿي تہ ”حقئون بي رکجان ناحقون بي رکجان“ ۾ منهنجا هٿ اهو ئي اچاريندي اُڀ ڏي کڄندا آهن.
- لالچ ڪڏهن نہ پر گهٽو ڪري رچ ٿي پوندي آهي، جنهن ۾ ماڻهوءَ جي مانَ جو مٽيو وڃائجي ويندو آهي.
- شاعري، سگهڙائپ، حياتيءَ ۾ ڪڏهن ڪٿي نہ اٿم. هاڻي ستر ورهين جي ڳڻپ ۾ 1/1/2007ع کان 31/12/2007ع تائين رڳو اهو هڪڙو ورهيہ اندر جي اوٿارن ۾ من جي مونجهارن هي ڪتاب اوهان آڏو آندو. تنهن ڪري منهنجي عيبن هاڻي ڪچي پڪي سگهڙائپ توهان کي سياري جو درياهہ لڳندي.
- منهنجا ٿاهيل ٻول ٻڌندي ٻڌندي نيٺ هڪڙي ڏينهن درگاهہ حاڪم شاهہ جا پَٽَ، شهدادڪوٽ واري سائين نير عباس شاهہ چيو تہ ڪاڪا ڪراڙا! هاڻي هيءَ تنهنجي وهي آ جو شاعري ٿو ڪرين. توکي نہ علم عروض جي خبر نہ ئي وري سُرَ تال جو ڏيو. اسان کي بسڪوٽ کارائي چانهنيون پياري اجايو وينو ٿو پنهنجي شاعري ٻڌائين. وارهہ_نصير آباد روڊ تي، ڳوٺ سوالي واهوچي جي محمد بخش ۾ صدر الدين واهوچن ۾ شهدادڪوٽ جي وينل پنهنجي وقت جي جيئي سنڌ جي شاگرد اڳواڻ اشرف علي کهاوڙ پٽ مرحوم خانصاحب امداد حسين خان، سچو جهڙو سون، اڇو جهڙو کير، جيڪي من ۾ سو چپ تي، اندرئون رُڪُ ٻاهرئون گل، جنهن جي ياڳ جي پُڙَ ۾ سور مڙيوئي سجيهہ لکيل هيا. منهنجي محنت تي وري بہ مون کي شاباس ڏني ٿي.
- انهيءَ پنهنجي حال تي ارمان ڪائيندي هڪڙيءَ اڌ رات ويچار ۾ وينو هجان تہ لطيف سرڪار منهنجي اڳڻ تي آيو ۽ اچي چيائين.

توڙي تون وڏي تيئن توءِ اُتي آتڻ آءِ
تي پيڙڙي پيرَمَ وارئين ٻي هڏ ڪر مَ ڪاءِ
تہ صرافُ تو صباح ڪوٽي ڪاتارِن سين

مون نمي لطيف سائينءَ جا پير چميا ۽ هاڻي خوش آهيان تہ اتهاس جي دربار ۾ هن ڪتاب جي ڪري ڪاتارِن سين گڏ سڏبس ۽ ڪتيندڙ ليکبس.

- ڀلي ڪيڏو بہ قرب ملي پر تڏهن بہ وس ڪئي پاڻ ڏاڍن وٽ درٻاري نہ ٿجي. درٻار ۾ ادب جا دڙڪا ماڻهوءَ کي هلڪو کنگهڻ بہ ناهن ڏيندا.
- سنگت رڳو هڪ جيڏن ۾ هڪجهڙن سان ٺهندي آهي . پاڻ ڏاڍن سان رڳو ۽ رڳو ٻانهن ٻڌڻ جي واٽ هلندي آهي. اها ڳالهہ نہ سمجهبي تہ وڏا ڏڪ ڪائبا ۽ ڏک پرائبا.
- چالاڪيءَ ڪئون چڱو آ تہ شل ڳوپُ ڪري هلائي . ڳوپَ وٽ جا سونهن هجي ٿي سا چالاڪ جي نصيب ۾ ناهي .
- "ڀلئہ پايو سچ آچيندي لڄ مران" جهڙي سنئين سڌي ۽ ڀلي ٻي ڪا واٽ ئي ڪانهي.
- سڪرات ڏي وڃڻ کان اڳ وارا ڪجهہ پَلَ ماڻهوءَ کي پنهنجي ڪئيءَ جو وچور ٻڌائيندا آهن.
- پهرين ملهہ ڀلي جان ڪوڙ جي هجي پر پوئين سدائين سچ جي هوندي آهي.
- ڀلي بک ڀرم جي شال مَ وڃي شان واري چوٽي انهن ماڻهن کي ڏاڍو مزو ڏيندي آهي، جن ڪڏهن بہ بک نہ ڏٺي آ. سچ اهو آ تہ "ڏوَ بنا ڍوليا ڪانهي ساجهہ سونهن جي" [illegible]
- هڪ ڀيري انڌ جي پنڌ ۾ هڪ مُنڌَ نصيحت ڪئي هئي تہ "چڱو فصل

دُنيا سنگ“ پر پوءِ بہ جي ڪاٽي اڪيون اتڪن ٽيون ۽ چوهہ ڪي چڪ ٽئي تي تہ نصيحتون ڪمر نٽيون اچن.

- تمام سگهوئي ڏرتيءَ تي هن ٽاٽي جي وڏي ۾ وڏي بدي ۽ آفت آمريڪا پنهنجن پاليل بگهڙن سميت برباد ٿي ويندي ۽ منهنجي ڌرتي پڻ پنهنجي شان مان سان ڏکيا ڏينهن پورا ڪري چڙهي پوندي.
- اتهاس (تاريخ) جا پنهنجا واٽون پنڌ ٿين ٿا. سن 1620عيسويءَ ۾ بيڙو May_Flower انگريزن کي کٽي آمريڪا نہ وڃي ها تہ جيڪر هي گذريل سٺ سال اسان هيٺن نہ لوڙيون ها.
- اسلام جي نانءَ تي سنڌ سان تاريخ جو تمام وڏو دوکو ۽ ڏاڍ ٿيو پر اهو پانهپ جو واچوڙو هاٽي ويجھ وارو آهي. ڌرتيءَ جاوا وات ڳاڙها ڪيڙيءَ مئون نڪري ڪمپيوٽر انٽرنيٽ تائين بيءَ دنيا سان گڏوگڏ هلي رهيا آهن. هاٽي اهو وقت ڪونهي جو انگريزن وٽ تہ بندوق ۽ توف هجي پر ريڊ انڊين وٽ رڳو سِينگ گز.
- آمريڪا توڙي          توڙي ڪو بہ بيو اپرنڊڙ سامراجي ملڪ سنڌ ۾ سنڌين جو ۽ بلوچستان ۾ بروچن جو سجڻ نہ ٿيندو.
- سنڌ سچو سال 2007 عيسوي گهٽي ۾ گهٽو نڌٽڪا گهوڙا غيباٽا هسوار رهي آهي.
- سنڌ جي اتهاس ۾ هڪ پاسي مخدوم بلاول، لطيف سرڪار شاهہ عنايت شهيد لانگاهہ ۽ سائين جي ايم سيد ڏسجن ٿا تہ ٻئي پاسي قاضي قادن ۽ پير علي محمد شاهہ راشدي ڏسجن ٿا. تاريخ ٻنهي ڌرين جي سنڌن ڪئيءَ ڪي وساريو ناهي.
- سنڌ جي اتهاس ۾ ڳوٺ ڳڙهي خدا بخش ضلعي لاڙڪاڻي جي شهيدن بابت اجا گهڻو ڪجهہ لکت ۾ اچڻو آهي. اتهاس ۾ سندن بيهڪ نرالي آهي.

- پاڳ جا در بند جڏهن ٽيندا آهن، تڏهن مَتِ کسبي آهي. جڏهن ڪنهن جي مت کسجي تہ سمجهڻ کپي تہ پڪ ٿي پڪ رب رنو اٿس.
- رسمون رواج هزارين سالن کان قومن کي مٽيءَ ماءُ جا ڏنل قاعدا قانون آهن جيڪي سماج ۾ مڪمل مڃتا ماڻين ٿا. رسمن رواجن جي اورانگهہ ڪنهن بہ حالت ۾ چڱي ڳالهہ ناهي. رسمن رواجن کي پٺي ڏيڻ وڏو ڏوهہ وڏو اوگڻ آهي، جيڪو بڌيءَ جي ڏور کي ڇني ٿو.
- ماڻهوءَ جي سرير ۾ اک وڏي ڏوهارڻ آهي. ڪڏهن مٽئي تي تہ وري ڪڏهن مِٽيءَ جي مورت تي موهجي پئي تي ۽ پوءِ ڪڏهن ڏاگهہ تي چاڙهي ۽ ڪڏهن روهن ۾ تي رلائي.
- وهم گمان اوندهہ جو بيو نالو آهي. ماڻهوءَ وس ڪيا آهن تہ انهيءَ اوندهہ مان نڪري پڪ جي پِڙَ ۾ پير پائي پر مومل تائين پهچڻ کان پوءِ بہ راڻو گمان جي وَر چڙهي ٿو وڃي.
- ويهہ ئي واٽون انسان کي اجا تائين اوندهہ مان ڪڍي ناهن سگهيون. ڳيرو تپرس جي پيچري تي هلندي هلندي نہ ڳولهي سگهڻ جي ارمان ۾ نيٺ نانهن ۾ هليو ٿو وڃي پر اها ڳالهہ بہ دل سان لڳي ٿي تہ ڪيل پنڌ جو سچو وِڇُورُ پُٽ جي اڳيان رکي پيءُ موڪلائي ٿو.
- پنهنجيءَ سچاڻپ تئون هٿ ڪٽڻ نہ کپي.
- جيڪي ڪجهہ ڏارئي وٽ آهي اهو اسان لاءِ نہ نهندڙ نہ نهڪندڙ ۽ ڪوجهائي سمجهڻ گهرجي.
- سنڌ کئون ٻاهر جا رسمون رواج ڪنهن بہ طرح سنڌ واسين لاءِ مانائتا ناهن.
- مذهب ۽ اسلام جي نانوَ تي اسان جون رسمون رواج اسان جا نالا غير اسلامي چئي اسان کئون کسڻ جي هڻ هٽان ٿيندي اچي ٿي. سانگين کي سُڃيتُ رهڻ کپي.

i. ارغونن، مغلن، نادرشاه توڙي مدد خان، سنڌ سان ايڏو ويل نـ وهايو آهي جيڏو مذهبن ۽ نظرين.

ii. ڪوڙي مسلماني ڀائپيءَ وارو خيال اسانجي غلاميءَ جي وقت ڪي وڏائي رهيو آهي، ۽ اهڙيءَ طرح ئي ڪميونزم جو چار.

iii. سنڌي ۽ ڙڳو سنڌي ٿيڻ لاءِ ڪوڙي مسلمانيءَ مان جند نـ ڇڏائبي تـ پوءِ اسانجي ٻچيءَ ۾ پيل

- مسلمان ڀائر
- مسلمان ڀائر
- مسلمان ڀائر

اسان سان اجا ڪهڙا ڪهڙا ڪلوُر ڪندا؟ تون پاڻ سمجهي سگهين ٿو ڀائو! جيترو سوير اک پٽينديين اوترو چڱو.

iv. مذهب يا نظريو ڙڳو ۽ ڙڳو سنڌيت هجڻ گهرجي.

v. مذهب ۽ نظريا ۽ وري انهن ۾ فرقا، قومي ٻڌي ۽ سنڌ جي سجاڳيءَ ۾ ساڃاهہ جا ويري ٿين ٿا. ۽ انهن خيالن جو شڪار ٿيندڙ ماڻهو ٻانهپ/غلاميءَ کي آجپو سمجهن ٿا ۽ پوءِ سنڌي قوم جو آجپو سوين سال گهرندو.

vi. انهيءَ ڪان وڏيڪ ٻيو ڪهڙو دوکو ٿي سگهي ٿو جو ماڻهو ٻانهپ/غلاميءَ کي آجپو سمجهي.

vii. سنڌ کي ئي بهشت/سرڳ سمجهڻ گهرجي ۽ جيڪو بہ ماڻهو سنڌي ناهي، سنڌيت جو ويري آهي تنهن کي هن بهشت مان ڪيڻ گهرجي.

viii. ايڪڙ ٻيڪڙ کي ڇڏي، ڪوبہ وڏيرو پير ۽ مُلان سنڌي ناهي، ڏاريو آ.

ix. جيڪڏهن تون آچپي جي گهربل واٽ نہ ونندين تہ پوءِ اج جا ڏاهرا، تون اڄ جي موڪن جي مدد سان محمد بن قاسم جي لشڪر هٿان وري وري ڪسندو رهندين پوءِ نہ پاڻي تنهنجو نہ ان تنهنجو نہ ٻنيون تنهنجيون، نہ ٻيلا تنهنجا، نہ تيل تنهنجو نہ گيس تنهنجي، نہ گاهہ تنهنجو نہ ڪوئلو تنهنجو ۽ نہ ئي ڪرڙ ڪانڊيرا تنهنجا.

x. ڪنهن بہ مذهب يا نظرئي ۾ سگهہ ڪانهي جو قومن جا سياوَ مٽائي. سنڌي سنڌي آ، ڏاريو ڏاريو آ. جي مسلمانيءَ ۾ ڪا سگهہ هجي ها تہ ڳوٺ ڏامراهہ ضلعي لاڙڪاڻي جي بئريسٽر جان محمد جوڻيجي (وفات 22.2.1922) جي قبر اجمير ۾ نہ هجي ها.

xi. واري توڙي جبل چيڪيءَ جهڙا نہ ٿا ٿي سگهن.

xii. اتهاس ۾ سدائين جبل ۽ واريءَ کئون چيڪيءَ ڏي گهوڙا ۽ ترارين ڊوڙندا نظر اچن ٿا

← سنڌ جي هن وڏي ۾ وڏي شهر ۾ رهندڙ سنڌي پنهنجا پير جهلين، ٻوليءَ جي ساڃهہ ۽ سڃاڻپ جي سيني اهڃاڻن جو بچاءُ ڪن. ڪين سمجهڻ گهرجي ۽ ڪين پڪ هجڻ گهرجي تہ ڏاريائپ جو طوفان هاڻي لاٿ ڏي آهي. اڄ آهي سياڻي ڪونہ هوندو. انهيءَ پاڻيءَ پُنا ڏينهڙا .

← اسان گهڻي ياڳي اهي لڪ لنگهي آيا آهيون ، جڏهن اسان کي بندوق وارن جي ٽيڪ تي جاهل ڪاهل ڪوٺيو ويندو هيو ۽ اسان تي چٽرون ٽيندا هيون.

← اهو ٽاٽو بہ هاڻي ڪونهي جو جنرل چوندا هيا تہ اسان کي هيءَ ڌرتي کپي هتئون جا ماڻهو نہ کپن .

← هيءَ مٽي ماءُ اڪ بہ ڄڻي ٿي تہ انب پڻ. لطيف سرڪار جي هيئين

ڳالھ سورھن آنا سچ آھي تہ

پرين سندي پار جي مڙئي مٺائي
ڪانھي ڪڙائي چکين جي چيٽُ ڪري .

← ساڳئي پيٽ مئون ڄڻائي منڊائي ٻئي جنم وٺن ٿيون. ٿيھ ٻار ڪلھو ڪلھي ۾ ملائي ساڳين بينچن تي ويھي ساڳين ڪتابن منجھان ڄڻائي سنائيءَ جا سبق پڙھن ٿا. پر پوءِ وڏا ٿي ڏار ڏار نيڪي بديءَ جي واٽن تي ھلي پون ٿا. مولويءَ جا واعظ وڏن جون نصيحتون ماڻھوءَ جي سياوَ کي مَٽائي نٿا سگھن. چور کي چوري ڪرڻ جي ڇِڪَ ضرور ٿيندي. بھشت جي لالچ دوزخ جو دڙڪو ڪم نٿا اچن. اُٽندو اھا ئي جا ڪوريءَ جي من ۾ ھوندي.

← ماءُ جي گرڀ ۾ انگن/ لِڱن سان گڏ سُياءُ بہ سِرجي ٿو. اھو سُياءُ ئي پاڻ سان گڏ جيون جي ڀاڳ نياڳ جا پل پھر لکائي آڻي ٿو. ڪئيءَ اڻ — ڪئيءَ جون سزائون بہ اُتي ئي، اتان ئي لکجي اچن ٿيون.

← ھڪڙي چوڻي آھي تہ عقل ريءَ عذاب گھڻا پسندي جندڙي. لطيف سرڪار چوي ٿو تہ مون سان مون پرين پورائيءَ ۾ پال ڪيا. انھيءَ ٻنھي ڳالھين مان ڪھڙي ڳالھ سچي آھي...؟ مون اھو سمجھيو آھي تہ پورائي گھڻو ڪري بچائي ٿي ۽ عقل گھڻو ڪري وڏا عذاب ٿو ڏِئي/ ڏِسي .

← گھڻو تڻو جيون جي ساھميءَ ۾ ڏکن جو پُڙُ سکن جي پُڙَ جي پيٽ ۾ وڏيڪ ڳورو ھوندو آھي.

← I ـ گھٽي پاڳي، سزا ۽ سيڪت، ڪيل پُلَ چُڪَ ، ڏوھ گناھ سان ٻڌل ناھي . سسئي برھمڻ جي گھر ڄائي . پاڻيءَ تي تري اچي ڪٿيءَ وت وڏي ٿي . چيڪيءَ جي ڳوھيل سسئي ڏيرن، ڏاگھن ۽ ڏونگر

جي ڏاڍ جي ور چڙهي وئي . ڪهڙو سندس ڏوهہ هئو....؟ لطيف سائينءَ بادشاهہ جو ڏاڍ تہ ڏسو تہ وري بہ متائنس ميار مڙهيندي چويس ٿو تہ تو سگ سجاڻي نہ ڪيو.

واري ورائي توپنهنجا نہ ڪيا

پوريا رنجائي هوند نہ پيئين هيتري

اهو مجيندي بي تہ لکيو منجهہ نراڙ قلم ڪيارڙيءَ نہ وهي، امر مونسين ايئن ڪيو ۽ اهو پڻ تہ قضا قلم وهائيو.

II ـ ماڻهو بنهہ بيوس آهي. سدائين لکئي جي پاڻ وٽندين (يفعل مايشاءُ) جي ور چڙهي ٿو وڃي.

- سڀ ڪجهہ سمجهندي، پرجهندي، پروڙيندي بہ ماڻهو آوَجهڙ ڏي ڇو ٿو وڃي؟ اهو آ سندس سُياءُ جنهن ۾ ياڳ نياڳ جو لکيو لڪل آ ۽ جنهن ۾ سندس لاءِ سزا ۽ سيکت لکيل آهي.
- اهو هڪ سوال آهي تہ ڇا اهڙي ڪنهن مخلوق سان اسان جي ڀوُتي رجهندي جنهن وٽ ڌرتي ۽ ڌرتي سان ڳنڍيل هر وٿ لاءِ ڌڪار آهي.

i. باهہ متيءَ ۾ ڪڏهن پاڙون هٽي سگهي آ......؟

ii. ماڪڙ جي آنڊ مانڊ ڪڏهن ڪيس هڪ وڻ تي ويهڻ ڏنو آ....؟

iii. بگهڙ هيترا سارا جيوَ ماري کائي ٿو پر پوءِ بہ ڪڏهن سک سان هڪ هنڌ سمهي سگهيو آ....؟

iv. چوڏهين آگسٽ 1947عيسويءَ کان وٺي وينديءَ اڄ تائين سنڌ اورنگزيب ۽ حسن بن صباح جي ٽولن جي ور چڙهيل آهي. پر انهن جو سج هاڻي منجهند ٽپي چڪو آهي.

v. جيڪي ڇون ٽا تہ تون رڳو انب ڪائڻ ۾ رڌل رهہ. تنهنجو وڻ سان ڇا

وجي. توهان ڪاٿو ڪيو تہ اُهي ماڻهو ڏرتيءَ کئون ڪيترو پري ۽ ڪيترو ڇنل / ڇڳل آهن.

- مسلمانيءَ جي اها رَسِي جيڪا دوکي، فريب، ڏاڍ، مڪر ۽ ڪوڙ جي نوڙين سان اُٽيل آهي ان کي وڍڻ کان سواءِ سنڌ آجي ٿيندي؟
- اڻ ڏٺل، اڻ ٻڌل، اڻ سوچيل ۽ اڻ ڪٿيل ڏڪ بہ ماڻهوءَ کي ڪاٽئون جو ڪاٽي پهچائي ڇڏين ٿا انهيءَ کي لکيو ڇئجي ٿو.
- مان شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ، علامہ آءِ آءِ (امداد علي امام علي)، قاضي سنڌ جي ابي حيدر بخش جتوئي، سائين جي ايم سيد (سائين غلام مرتضيٰ شاهہ سنائي)، شهيد ذوالفقار علي خان ڀٽي، راڻي شهيد بي نظير ڀٽو، علاما عمر بن محمد دائود پوٽي، سائين سوڀي گيانچنداڻي، سائين محمد ابراهيم جوئي، شيخ اياز ، پير علي محمد شاهہ راشدي، پير حسام دين شاهہ راشدي، رسول بخش پليجي، شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي ويهين ايڪويهين عيسوي صديءَ جا ڏاهپ جا ڀنڊار سمجهان ٿو.
- مان سرويچ سجاولي، ابراهيم منشي، حليم باغي، استاد بخاري، شمشير حيدري، تاجل بيوس، عبدالڪريم گدائي، محمد خان مجيدي، ماناٿتي ڀيڻ مريم مجيديءَ کي پنهنجي وقت جا ٻيجل چوان ٿو جن لطيف سرڪار جي سڏ جي پڙلاوَ جي پکيڙ ۾ هلندي سنڌ لاءِ سر گهريا.
- مان بدين جي مولوي حاجي احمد ملاح جي ڀيرن جي پٽي آهيان جنهن قرآن شريف جو سنڌي شاعريءَ ۾ ترجمو ڪيو. جيڪو اڄي ڪنهن بہ ٻوليءَ نہ ڪيو ۽ وڏي ڳالهہ اها تہ جتي جتي بسم الله الرحمان الرحيم جي معنيٰ ڪئي اٿائين تہ اها معنيٰ ڏار ڏار بيتن ۾ ڏني اٿائين. بسم الله جي معنيٰ ساڳين لفظن ۾ڪٿي نہ هليو آهي.

- مان شيخ عبدالمجيد سنڌي، مولوي خير محمد نظاماڻي، عبدالغفور سيتائي، سائين سوڀي گيانچنداڻي، سائين سردار علي شاهه، سراج ميمڻ، سردار محمد قريشي ۽ فقير محمد لاشاريءَ کي سنڌ جي اخباري دنيا جا سچيت سجاڳ ۽ ويڙهاڪ ايڊيٽر سمجهان ٿو.
- ويهين ايڪويهين عيسوي صديءَ جي هند سنڌ جي اديبن شاعرن سگهڙن محمد ملوڪ عباسي، امر جليل، طارق اشرف، آغا سليم سوڍو سنڌن پيرن تي منهنجا هٿ.
- مهاراجا ڏاهر، دودي، دولهه درياهه خان ۽ سندس پٽن کان وٺي اڄ تائين سنڌ جي سيني شهيدن جا پير چمان ٿو.
- نظير عباسي ۽ جام ساقيءَ جهڙن جاکوڙن لاءِ لک عزتون.
- مان اتر لاڙ وچولي ڪاڇي ڪوهستان جي سگهڙن کي هن مٺيءَ ماءُ جي ٻوليءَ جا سام جهليندڙ مڃيان ٿو.
- پڪ اٿم تہ خيرپور ناٿن شاهه ۾ ٿيل ايم آر ڊي تحريڪ جي شهيدن ۽ ٽوڙي ڦاٽڪ جي شهيدن سوڊو جنهن جنهن شهيد سهٽي سڀاجهي، سدوري سنڌ ماءُ تئون پنهنجو مٺو گهوريو آ تنهنجو دان وئرٿ نہ ويندو. سنڌ نيٺ هڪ ڏينهن سنسار ۾ سگهارو ملڪ ٿي ايرندي، پٽائي گهوٽ انهن شهيدن لاءِ چٽي چڏيو آهي تہ:

ڪيچي ڪاچوٽي نانگن ٻڏي نينهن جي
جهڙا آيا جڳ ۾ تهڙا ويا موٽي
تنين جي چوٽي پورب ٿيندي پڌري

- پنهنجو جنب ڪائي چڙهيل ماڻهو جڏهن پاڻ مارڻ آتم هتيا، آپگهات ڪن ٿا تہ انهيءَ ٽائي سندن من ۾ ڪا بہ آنڌ مانڌ چولي اوٿارو اڌمو ڪونہ هوندو آهي. ڏاڍيءَ فرحت سان فيصلو ڪندا آهن تہ هاڻي وڏيڪ

جيئڻ اجايو آهي. سوامي رام تيرٿ گنگا ۾ ٽپو ڏئي پنهنجو انت آندو. ترڪيءَ جي ناظم حڪمت ۽ اولڊ مئن ائنڊ دي سي Old man and the sea جي ليکڪ هيمنگ وي پاڻ کي گوليون هڻي ماريو. علاما آءِ آءِ قاضي درياهه ۾ ٽپو ڏنو. ميران ٻائي ۽ لطيف سرڪار وهنجي سهنجي ڏوتل لٽا پهري سهي سنبري وچي ڪوٺيءَ ۾ پنهنجي آسڻ تي ويٺا ۽ پنهنجو پاڻ کي حڪم ڏنائون ته وڏيڪ ساهه هاڻي ناهن کڻڻا. جيئڻ ڪارڻ جيڏيون وڏا وس ڪيام چوندڙن جي جيون ۾ اهو ڏاڍو به اڳي پوءِ اچي ٿو جو چون ته اجا ٿي جيئين....؟! پر هيءَ ڳالهه مڃڻي پوندي ته مٿي ڏيکاريل ماڻهن جي جيون جو پل پل سڪارتو هيو.

- منهنجي جاڻ انوسار پنج ماڻهو جواني توڙي ڪراڙپ ۾ هڪ جيتري سگهه سان وڙهيا آهن ۽ ويڙهه ۾ ٽڪا بنهه ناهن. (i) سقراط (ii) علي سائين (iii) دولهه درياهه خان (iv) لطيف سائين ۽ (v) سائين جي ايم. سيد. لطيف سائينءَ جي پڇاڙڪن سرن منجهان سر ڪيڏاري ۾ لطيف سرڪار جي ويڙهه جي سگهه ته ڏسو جو ٽيهٺ ورهين جي ڄمار ۾ چوي ٿو ته

سورهيه مرين سوپ کي ته دل جا وهم وسار،
هڻ ڀالا وڙهه ڀاڪرئين، آڏي ڍال م ڍار،
مٿان تيغ ترار، مار ته متارو ٿئين.

- I ـ لڳ ڀڳ ٽي هزار ورهيه اڳ مهاڀارت جي نالي سان ساندهه سترهن ڏينهن وڙهي ويندڙ ويڙهه جنهن کي اسان پانڊون ڪورون (پاڻ ۾ سڳا سوٽ) جي ويڙهه ڪري پڙهيو هيو سا مهاڀارت جي نالي سان مشهور آهي، جنهن ۾ هند سنڌ جي لڳ ڀڳ سيني راجائن پنهنجون سينائون (سينا = لشڪر) پڙَ تي آنديون. اها ويڙهه ڪروڪيتر جي پِڙَ تي وڙهي وئي هئي. هستناپور (دهلي) کان اتر ـــ اتر ـ اوير جي ڪنڌ تي اتڪل

ٻارهن ـ ڪوهيءَ ۾ اهو پٽ پڪڙيل هيو. پوءِ انهيءَ پٽ پاٽيپٽ جي ميدان سڏجڻ سان مشهوري ماڻي.

II_ انهيءَ ويڙهہ جي پهرين ڏينهن ويڙهہ جي مک ويڙهاڪ ارجن (پانڊون جو ٽيون نمبر ڀاءُ) جڏهن پڙ تي پنهنجي سامهون پنهنجو ڏاڏو ڀيشم، پتا سمان گرو دروڻا چاريو ۽ پنهنجا سوٽ ڏٺا تہ رَٿَ ۾ ڍُرڪي پيو ۽ ڪانئس ڳوڙها وهڻ لڳا. پنهنجي رٿوان (رٿ هلائيندڙ) ۽ روحاني اڳواڻ ڪرشن مهاراج (گيتا سرجيندڙ) کي چيائين تہ سائين! مان هستناپور جي سنگهاسن (تخت) ڪارڻ انهن سڀني سان وڙهي سندن رت وهايان..؟! اها ويڙهہ منهنجي وس ۾ ناهي.

III_ سندس رٿوان ۽ مهاگرو ڪرشن مهاراج موٽ ڏيندي چيس تہ اي ارجن! اڪ پيڙهہ (جمڻ) کان اڳ تون ڪنهن جو پٽ ناهين ۽ اڪ پوئڙهہ (مرڻ) کان پوءِ تون ڪنهن جو پيءُ ناهين. هي سڀ مٽيون مائٽيون ۽ سماجي ڳانڍاپا هن جيئري جهان جو مانڊاڻ سمجهہ. ٻي ڳالهہ تہ تون اهو نہ ڏس تہ تون ڪنهن سان وڙهي رهيو آهين. تون رڳو اهو ڏس تہ تون ڪهڙي ڳالهہ جي لاءِ وڙهين ٿو. تون سمجهي چڏ تہ تون رڳو ۽ رڳو سچ لاءِ ڌرم لاءِ ٿو وڙهين. (ڌرم معنيٰ سچ گيتا انوسار) مان بہ توسان انهيءَ ڪري گڏ آهيان ۽ تنهنجو پاسو انهيءَ ڪري ڪنيو اٿم جو تون سچ تي آهين. ٻين لفظن ۾ (گيتا انوسار) ماڻهو جيڪي پل جيئرو آهي ڪيس سچ لاءِ وڙهڻ گهرجي.

➔ سر ڪيڏارو علاما آءِ آءِ قاضيءَ جي ترتيب ڏنل شاهہ جو رسالو کان سواءِ ٻين سڀني رسالن ۾ آيل آهي. سر ڪيڏاري ۾ لطيف سرڪار جا لڳ ڀڳ پنجهتر بيت چيل آهن. هڪ هڪ بيت املهہ ماڻڪ آهي. چا خيال چا ڏانءُ چا ٻولي چا سٽاءُ چا لفظن جي موتين جي جڙت! هي هڪڙو بيت تہ ڏسو!

گهوڙن ۾ گهوڙن جيئڻ تورا ڏينهڙا،
ڪڏهن منجهه ڪوڙن ڪڏهن واهي رڻ جا.

- اسان جا ٻئي ويهين صديءَ عيسويءَ جا عالم سگهورا علامہ آءِ آءِ قاضي صاحب توڙي علاما عمر بن محمد دائودپوٽو صاحب ٻئي دادو ضلعي جي ڳوٺن جا ويٺل، اسلام جي تاريخ ۽ سنڌ جي تاريخ جا تمام وڏا ڄاڻو هيا. چئي نٿو سگهجي تہ لطيف سرڪار سائينءَ جو سر ڪيڏارو ڪين ڇو نہ وٽيو. مذهبي ڳانڍاپن ڪي ڇڏي ۽ تاريخ جي سچ ڪوڙ کي ڇڏي بہ لطيف سائينءَ جو ڪيڏاري ۾ آيل هڪ هڪ بيت ڪين اکين تي رکڻ کپندو هيو. ڪيڏاري جي پهرين بيت جي ٻي سٽ "ڄاڻي هڪ الله پاڻ وڻنديون جو ڪري" جي لفظ "پاڻ وڻنديون جو ڪري" قرآن شريف ۾ آيل "يفعل ما يشاءُ" جي ڏاڍي سهڻي ۽ ٺهڪندڙ معنيٰ آهي.
- شهر موري جو سنڌي پرائمري مين اسڪول، سائين محمد ڇٽل سرهيو هيڊ ماسٽر . موري تعلقي جا بہ امتحان وٺندڙ صاحب بيٺ-عملدار سائين جعفر شاهہ ۽ سائين عبدالخالق ٻرڙو. ضلعي نواب شاهہ جو ڊپٽي ايڊيوڪيشن انسپيڪٽر محترم سائين رحيم بخش ميمڻ، سائينءَ منهنجي کي چوان سن 1952عيسويءَ جي موڪلائيندڙ ڊسمبر جو پڇاڙڪو آچر ۽ اسڪول جي پٺين اندر اسڪول جي ذڪڻ ۾ ٺهيل وڏو مستطيل هال جنهن ۾ وڏن جي ويهڻ لاءِ ٿلهو.

تعلقي موري جي سيني پرائمري ماسترن کي حڪم ٿيو هيو تہ ڊسمبر جي پڇاڙڪي آچر تاريخ فلاڻيءَ تي صبح جو موري پهچن. سرڪاري گڏجاڻيءَ ۾ حاضر ٿين. اعلان ٿيل آچر تي تعلقي جا سڀ ماستر آيا ۽ اچي انهيءَ مٿي ٻڌايل هال ۾ پيل ڪرسين ۽ بينچن تي ويٺا. هال جي ٿلهي تي مٿي ٻڌايل صاحب پڻ اچي ويٺا.

ٿلهي تي ويٺل مُکُ ماڻهوءَ سرڪاري ڪچهريءَ جي مور رحيم بخش ميمڻ صاحب اٿي ميڙ ۾ ويٺلن کي ٻڌايو تہ بابا ماستر صاحبو! اڄ اسان هتي هن گڏجاڻيءَ ۾ انهيءَ ڪري آيا آهيون تہ توهان کي ٻڌايون تہ سنڌ جي تعليم کاتي جي ڊائريڪٽر صاحب (علاما دائودپوٽي) جو خيال آهي تہ شاهہ جي رسالي ۾ آيل سر ڪيڏارو لطيف سائينءَ جو چيل ناهي. مثال لاءِ ڪيڏاري ۾ آيل هيٺيون بيت توهان کي ٻڌائجي ٿو.

حسن مير حسين کي رنو ٿن ٽولن
گهر ماڻهئين جهنگ مِروُنئين اپن ۾ ملڪن
پکن پاڻ پچاڙئو تہ لڏيو هوت وجن.
الا شهزادن سوڀون ڏئين سچا ڏڻي.

هاڻي ڏسو تہ بيت جي پهرين سِٽَ ۾ چيو ويو آهي تہ حسن مير حسين کي ٿن ٽولن رنو.

ٻيءَ سٽ ۾ اهي ٽي ٽولا ڳڻايا ويا آهن.

(i) گهرن ۾ ماڻهو (ii) جهنگ ۾ مرون ۽ (iii) اپن ۾ ملائڪ. پوءِ وري ٽين سِٽَ ۾ پکين جي ڳالهہ بہ اچي ٿي جيڪو چوٿون ٽولو ٿين ٿا.

هاڻي جيئن تہ بيت جي ٽينءَ سٽ ۾ آيل اهو چوٿون ٽولو (پکي) بيت جي پهرين سٽ سان نٿو ٺهڪي ۽ جيئن تہ لطيف سائينءَ جهڙو مهان ڪوي اهڙي وڏي ڀُلَ ڪري ئي نٿو سگهي، تنهن ڪري چئبو تہ اهو بيت لطيف سرڪار جو چيل ناهي ۽ ان هڪڙي بيت جي هنري ڪچائيءَ آڌار ثابت ٿئي ٿو تہ سر ڪيڏارو پتائي گهوٽ جو ناهيل ناهي.

ڪامورو اها ڳالهہ ڪري ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. سڄي هال ۾ اهڙي ماٺ واسو ڪري وئي جو سڀئي اچلاءِ تہ ان جي ڪرڻ جو ڪڙڪو بہ ڪن ٻڌن. جيڪو جاتي سو تاتي، سيڪو بت بڻجي ويو ڪنهن ڪجهہ نہ ڪڇيو.

ايئين ڪندي سائين جعفر شاهه اتي ماسترن ڏي منهن ڪري چيو ته بابا..! مان اهو بيت توهان جي آڏو وري ٿو پڙهان، ڏيان سان ٻڌو. هاڻي سڄي هال جا ڪن ڪتا ٿي ويا. هال ۾ حاضر سيئي ڪن ۾ اکيون سائين جعفر شاهه ۾ کُپي ويون

حسن مير حسين کي (زور ڏئي) رنو ٽن ٽولن،

(ٽن آڱرين تي ڳڻيندي) گهر ماڻهئين جهنگ مروئين اين ۾ ملڪن.

پهرينءَ سٽ ۾ روئندڙ ٽن ٽولن جا نالا ٻيءَ سٽ ۾ اچي ويا.

ٽيءَ سٽ ۾ آهي ته

پکين پاڻ 'پچاڙيو' ته لڏيو هوت وڃن.

ماستر صاحبئو...! ڪڪڙ کي سير وڃهبي آ (ڪهبو آ) ته ڪڪڙ ڪُڙڪندو آ يا روئندو آ...؟!

اتي انهيءَ بيت جي ٽينءَ سٽ ۾ پکين کي پهرين ٽن ٽولن کان ڌار ڪري لطيف سائينءَ انهن کي ڪُڙڪندو ڏيکاريو آ ۽ بيت جي ٽين سٽ معنيٰ ۽ مطلب ۾ پهرين ٻن سٽن کان بنهه ڌار بيٺل آهي. مجبو ته بيت ۾ ڪنهن به قسم جو جهول ناهي. اهو بيت به لطيف سائينءَ جو آ ته سر ڪيڏارو به لطيف جو آ. جيڪڏهن سر ڪيڏاري کي شاهه جي رسالي مان ڪيڻ لاءِ صاحبن وٽ ٻيو ڪو بيت آهي ته اهو بيت ٻڌائين ته انهيءَ جي پرک ڪجي.

پنهنجي ڳالهه پوري ڪري سائين جعفر شاهه ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. هال ۾ ويٺل ماسترن جي ميڙ کي جو بيت جي چٽي معنيٰ ملي وئي ته همراهه ڏس ته ٻهڪن پيا.

ڪيڏاري جو ٻيو ڪو بيت جيئن ته دائودپوٽي سرڪار وٽ ٽيڪا ٽپڻيءَ لاءِ هيوئي ڪونه سو نيٺ اعلان اِهو ٿيو ته ڳڌجاڻي ختم. دائودپوٽي سرڪار کي سُر ڪيڏاري کي شاهه جي رسالي مان ڪيڻ جي الله توهار

موري مان ڪري سڄيءَ سنڌ ۾ پکيڙڻي هئي، سا موري وارن ايئين لت ڏئي بند ڪري ڇڏي ۽ ڳالهه ڳڙ تي وئي.

➔ پڙهندڙن سان شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جون ٻه ڳالهيون ٻه هٿ ڪرڻ ٿو گهران. هيءَ ڳالهه ياد رکڻ وٽئون آ تہ سائين مرزا صاحب پنهنجي جيون ۾ ڏار ڏار مضمونن تي ننڍا وڏا 457 (چار سو ستونجاهہ) ڪتاب لکيا.

مون کي خبر ناهي تہ هيٺ ڏنل ٻہ ڳالهيون ٻئي ڪنهن هنڌ لکيل آهن الائي نہ. هڪڙي ڳالهہ تعليم کاتي سان لاڳاپيل لاڙڪاڻي جي سائين الله داد خان چغتائيءَ ٻڌائي تہ:

سائين مرزا قليچ بيگ پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ سنڌ ۾ ڪيس هلائيندو رهندو هو. هڪ ڀيري لاڙڪاڻي ضلعي جي تعلقي ميرو خان ۾ ڪيس هلائڻ آيو. هڪڙي ڪيس ۾ دانهين (فريادي) هڪڙو (هندُو) واڻيو هو جنهن جي دانهن اها هئي تہ سائين! محمد نالي فلاڻي ڳوٺ جو ماڻهو ون کان اوڌر تي سودو وٺي منهنجا پئسا کائي ويو آهي.

صاحب جي ڪورٽ شروع ٿي تہ ڌرين کي سڏ ٿيو.ٻئي ڌريون مرزا صاحب جي آڏو اچي بيٺا. واڻيو ڌوتيءَ ۾ ڳوناٺو گوڏ ۾.

واڻئي کئون مرزا صاحب پڇا ڪئي جنهن مسلمان جي اوڌر کائي وڃڻ جي دانهن وٺس ورجائي. مرزا صاحب پوءِ ڳوناٺي ڏي منهن ڪري کانئس پڇيو

نالو ڇا ٿئي؟

محمد: ڳوناٺي پنهنجو نالو نماڻائيءَ سان ٻڌايو.

پٽ ڪنهن جو آهين؟

عبدالله جو.

تنهنجي امڙ جو نالو ڇاهي؟ صاحب پڇيو

آمنت.. ڳوناٽي جواب ڏنو

تو واٽئي جا پئسا ڪاڏا آهن؟

نہ سائين....

هاڻي مرزا صاحب ڳوناٽي جا جواب ورجايا.

نالو........ محمد

پيءُ جو نالو........ عبدالله

ماءُ جو نالو......... آمنت

اڙي واٽيا..! هي ڳوناٽو تنهنجا پئسا ڪائي نٿو سگهي. هي ماٺهو امانت ۾ خيانت ڪري نٿو سگهي. هي ماٺهو ڪڏهن بہ ڪوڙ ڳالهائي نہ ٿو سگهي.

واٽيا...! تون بنهہ ڪوڙو آهين. نڪري وڃ ڪورٽ مان.

واٽيو ڪورٽ مئون نڪري ويو.

مرزا صاحب پوءِ گوڏر کان پڇيو تہ

محمد پٽ..! ٻني ٻارو اٿئي؟

ڳوناٽي جواب ڏنس تہ نہ سائين.

پوءِ مرزا صاحب جي حڪم تي ٻہ چار سو جريب انهيءَ محمد نالي ڳوناٽي کي ڏنا ويا. اها ڳالهہ آهي اڄ کان لڳ ڀڳ هڪ سو ورهيہ اڳ جي.

← مرزا قليچ بيگ صاحب جي ٻي ڳالهہ جيڪا مون کي موري جي مشتاق علي ڪمالاڻي (ادي بهادر) پٽ سائين احمد بخش پٽ بهادرخان ڪمالاڻيءَ ٻڌائي سا هيٺينءَ ريت آهي:

موري جي شهر ۾ ٻہ يار رهندا هيا هيءَ ڳالهہ بہ اٽڪل هڪ صدي اڳ جي آهي. سندن نالا هئا حيدرشاهہ ۽ بهادر خان ميمڻ (ڪمالاڻي) ٻئي ڄڻا پوليس ۾ هوندا هئا . تڏهوڪي موري جي اتر اولهہ واري ڪنڊ جي شاهن جي پاڙي ۾

سندن گھر هئا. مرزا قليچ بيگ تڏهن ڪنهن سرڪاري عهدي تي هوندو هئو. گهڻو ڪري مختيارڪار يا ڊپٽي ڪليڪٽر هيو ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ منزلون ڪندي ماڻهن جا ڏک سور ٻڌي ڪيس هلائيندو هئو.

هڪڙي ڀيري 1902 ڌاري مرزا صاحب موري ۾ منزل ڪئي. انهيءَ ڏينهن مرزا صاحب جي ڪورٽ ۾ رکيل ڪيسن ۾ هڪڙو جوابدار حيدرشاهه پڻ هيو.

حيدرشاهه پنهنجي يار ۽ پٽي ڀائي بهادر خان سان گڏجي سهي سنبري ڪورٽ ۾ آيو. جڏهن سڏ ٿيو ته جوابدار حيدرشاهه حاضر ٿئي ته حيدرشاهه ڪورٽ ۾ اندر هليو ويو.

ڪورٽ جي ٻاهرئون بيٺل بهادر خان ڏاڍيان وڏي اوڇينگار ڏني جا اندر ويٺل مرزا صاحب ٻڌي ورتي. مرزا صاحب حيدرشاهه کان پڇيو ته اهو ٻاهريون ماڻهو جنهن وڏي اوڇينگار ڏني آ سو ڇاٽو چوي؟

حيدر شاهه ڏاڍو ارڏو ماڻهو هئو. مرزا صاحب کي بيپرواهيءَ سان جواب ڏنائين ته اهو ٻاهريون ماڻهو چوي ٿو ته اڄ حسين جو ٻچڙو ور چڙهي ويو آ يزيد جي، اڄ الائي ڇا ٿيندو. الله سائين شل خير ڪري.

مرزا صاحب جهٽ پٽ حڪم ڏنو ته انهيءَ اوڇينگار ڏيندڙ ٻاهرئين ماڻهوءَ کي اندر آندو وڃي.

سو بهادر خان اندر اچي مرزا صاحب جي آڏو اچي بيٺو. مرزا صاحب پڇيس ته بابا! تو ٻاهر اوڇينگار ڏيئي ڇا پي چيو. بهادر خان نهه پهه جواب ڏنس ته سائين! مون پي چيو ته اڄ حسين جو ٻچڙو ور چڙهي ويو آهي يزيد جي. اڄ الائي ڇا ٿيندو. الله سائين شل خير ڪري.

مرزا صاحب جوابدار حيدر شاهه جا چيل ساڳيا لفظ بهادر خان جي واتئون ٻڌي اچرج ۾ پئجي ويو. اتي جو اتي بنا ڪيس هلائڻ جي حيدرشاهه کي ڇڏي ڏنائين.

◄ هڪ ڀيري 1984 ڌاري، سائين سوڀي گيانچنداڻيءَ سان گڏ سکر هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس هلائڻ لاءِ ويس. ڪيس جو ڪم اڪلائي ٻاهر نڪتاسين. سنڌ هند جي اتهاس ۾ ”ويهين صديءَ جي“ شڪارپور ڄائو شيخ مبارڪ اياز ۽ ڳوٺ بندي تعلقي ڏوڪري لب درياهه ضلعي لاڙڪاڻي جو وينل سوڀو گيانچنداڻي، علم ادب توڙي سياست جي دنيا ۾ ٻه وڏا نالا آهن. جيڪي هندستان پاڪستان جي 1965ع واري ويڙهه ۾ ٻئي گڏ واڙيا ويا هئا. سائينءَ سوڀي چيو ته اياز چاڪ ناهي هل ته وٺائنس ٿيندا هلون. شيخ صاحب وٽ وياسين ڳالهيون ڪندي سائينءَ سوڀي چيس ته جوئي (محمد ابراهيم جوئي) سان ٺهي وڃ (گهرو مامرن ۾ شيخ صاحب ۽ جوئي صاحب وچ ۾ ڪا اڻبڻت ٿي پئي هئي). شيخ صاحب چيس ته جويو تمام ننڍڙو ماڻهو آهي . انهيءَ سان ٺهڻ جو سوال ئي پئدا نٿو ٿئي . اڄا تون هجين ته پوءِ ڳالهه ٻي آهي . سائينءَ گهڻو ئي سمجهايس پر شيخ صاحب جي جوئي صاحب لاءِ ڪاوڙ نه گهٽي . نيٺ جڏهن شيخ صاحب ڪئون موڪلائي لاڙڪاڻي روانا ٿياسين ; ڏٺم ته سائين ڪاوڙ ۾ آهي . سوالي اکين سان جو نهاريو مانس ته چيائين ته پيٽسان (شيخ اياز) پاڻ کي الائي ڇاٿو سمجهي. جيڪو پنهنجي زال سان سچو ناهي سو ماڻهو سڏبو؟

سوڀي گيانچنداڻيءَ جا مٺيان لفظ ٻڌي اندر ۾ جو جهاتي پاتم ته شرم ۾ ٻڏي ويس.

◄ حياتيءَ جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾، سکر ڇڏي ڪراچيءَ اسهڻ کان اڳ، هڪ ڀيري شيخ اياز چيو سوڀي کي ته سوڀا! هاڻي مونکي ڪڏهن ڪڏهن خيال ٿو اچي ته الله آهي. سائين سوڀي وراڻيس ته اهو ڇڱو خيال آهي. شيخ اياز پڇيس ته اهو ڪيئن؟ سائين سوڀي کلي جواب ڏنس ته

پچاڙڪن پهرن ۾ ماڻهوءَ سان اها ويڌن ٿيندي آهي. اياز ڪٽي مات ڪئي.

- مرحوم پير علي محمد شاهہ راشديءَ جو پراڻو پيارو سنگتي سائين غلام رسول سومرو ويڻل لاهورين جو پاڙو لاڙڪاڻو ۾ لاڙڪاڻي جي وڏي سماجي شخصيت اچ هنن سٽن لکڻ تائين حال حيات آهي. تنهن ٻڌايو تہ 1954 عيسويءَ ڌاري ٻاڪري عيد ويجهي هئي. راشدي صاحب چيو تہ هيءَ عيد ڪراچيءَ ۾ ٿا ڪريون. تون بہ هت مون سان هج . سو سانجهيءَ جو ٻارڙن سان گڏ (ايلفي) زيب نساءِ اسٽريٽ تي هڪڙي بوٽن جي وڏي دوڪان تي چڙهياسين . اهو دڪان اڳوڻي گورنر جنرل غلام محمد جي ٻاءُ ۾ سئوٽن جو هيو. راشدي صاحب جو اندر گهريو تہ گهڻي ادب سان اٿي راشدي صاحب سان مليا. ۽ ڳالهين ڳالهين ۾ پڇيائونس تہ توهان پاڪستان ڇو ٺاهيو. راشدي صاحب ڪرسيءَ تي ويهي دڪان ۾ نظر ڦيرائي مالڪن کان پڇيو تہ هي ڇا جو دڪان آهي؟! دڪاندارن وڏي تپرس مان راشدي صاحب ڏانهن ڏٺو. ادب سان ٻڌايائونس تہ سائين راشدي صاحب ! توهان کي [illegible] خبر آهي تہ هي بوٽن جو دڪان آهي، توهان تہ پلائي ڪري هت اي[illegible]ا بہ رهيا آهيو. راشدي صاحب پوءِ دڪان جي مالڪ کي چيو تہ هن دڪان ۾ پيل هڪ هڪ منهنجي مٿي تي هڻندا وڃو . سڄو دڪان خالي ٿئي تہ بہ پاڪستان ٺاهڻ جو جيڪو ڏوهہ مون ڪيو آهي تنهنجي سزا پوري نہ ٿيندي .

مون غلام رسول سومري صاحب کي عرض ڪري ڪائنس موڪل ورتي تہ اها مٿي سندس ٻڌايل ڳالهہ جيڪڏهن مان ڪاٿي لکان تہ پلي لکان . پر پوءِ سُتت ئي، سنڌ کي "اهي ڏينهن اهي شينهن" جهڙو ڪتاب ڏيندڙ ون يونٽ ٺاهڻ جي ڪم ۾ جُنبي ويو.

- ننڍي هوندي گهڻو ڪري ائين ٻڌبو هيو تہ جنهن ساهہ ڏنو آ, سو گراهہ بہ ڏيندو پر هاڻي جڏهن اتڪل گذريل پندرهن ويهن ورهن کان اخبارون ٻڌائن ٿيون تہ اَنُ اپائيندڙ سنڌ جا مرد توڙي زالون پنهنجن ٻچن کي سيني سان سانڍي بک وگهي، گراهہ نہ ملڻ سبب پاڻ کي باهہ ڏئي ساڙي ٿا ڇڏين يا ماني نہ ملڻ ڪري ٻچن سوڌو کوهہ ۾ ٽپو ڏئي پاڻ کي ماري ٿا ڇڏين تہ مان ڳولهيان ٿو انهيءَ کي جيڪو ساهہ تہ ڏئي ٿو پر گراهہ نٿو ڏئي. ڪاڏي ويو گراهہ ڏيڻ وارو......؟!
- جيڪي بہ ڏريون ان اپائيندڙن کان گراهہ کسي کين پاڻ کي باهہ ڏئي ساڙڻ يا کوهہ ۾ ٽپو ڏئي بک مان جند ڇڏائڻ جي لاءِ بيوس ڪري ٿا وجهن انهن ڏرين جي لاءِ پڻ باهہ ۽ کوهہ جو بندوبست ٿيڻ ڏاڍو گهربل آهي. ڪڏهن اهو ڏاڏو ايندو؟ وقت بادشاه ڪڏهن اهي ڏيک ڏيکاريندو...؟!
- سنڌ چنگيزخانن ، تيمور خانن ، نادر خانن جا پير اگهاڙا ، چپ سڪل ، لڱا ليڙون ٿيل ۽ کين اس ۾ رلندو ڏسڻ گهري ٿي.
- ڪنڌن مٿون ڪِليون هاڻي نڪرڻ گهرجن. بگهڙن جي ٻچ تي لڙيءَ رات تي ڏاڏن جي ڳوٺن تي ڪاهہ هاڻي بند ٿيڻ گهرجي.
- ڳوٺن ٻيلن کي باهيون ڏئي غريبن جي گهرن کي ساڙيو ٿو وڃي. هاڻي ڏاڏا ۽ اوطاقون باهہ جي ٻِلي ٿيڻ کپن. سنڌ جي ڪعبي مٿون سيني خدائن جون منديون پيچي کين آڙاهہ ۾ اڇلائڻ گهربل آهي.
- I - ادا! جي پنهنجي الله ۾ پَتِ ڪرين تہ مون تنهنجي چوري ڪانہ ڪئي آهي.

II - ادا! ’تنهنجو الله‘ تو سان ’منهنجو الله مون سان ‘.

هزارين ورهين کان سنڌي سماج ۾ ڪم ايندڙ, ڳالهايا ويندڙ اهي مٿيان

ٻئي جملا جي سمجهہ ۾ اچي وڃن تہ سنڌي ماڻهن کي سنڌ جو سُياءَ ۽ مذهب (ڌرم) سمجهہ ۾ اچي ويندو.

- چنگيز خان جي وصيعت هيءَ بہ هئي تہ ڌرتيءَ تي گهَرَ نہ اڏجو ڇو تہ ڌرتيءَ تي گهر اڏڻ سان توهان مئون وحشيپڻو ختم ٿي ويندو. گهر، مَنَهن ، ڳوٺ ، شهر ساڙڻ لاءِ ضروري آ تہ وحشيپڻو سلامت رهي. سيني هٿيارن ۾ وڏيڪ موتمار هٿيار ماڻهوءَ جو وحشيپڻو آهي.
- ڪنهن بہ ملڪ /مذهب جي اتهاس (تاريخ) کي پڙهڻ پُرجهڻ لاءِ گهربل آهي تہ عقيدي جي عينڪ لاهجي.
- ٿلهي ليکي، ڏسجي ايئين ٿو تہ ڪيترن ئي مذهبن/ ڌرمن کي درٻاري ڏاڍ ختم ڪري ڇڏيو. باقي رهيل مذهبن جي پٺيان سائنس هٿ ڌوئي لڳي آهي. جڏهن مذهبن/ ڌرمن جو سماجي ڪارج ئي نہ رهندو تہ پوءِ انهن مذهبن جون فلاسافيون بہ لڙهي وينديون. ٻڌمت ۽ جين ڌرم کي سنڌ مان هندومت تڙي ڪڍيو تہ هندومت کي وري اسلام. ڪن مذهبن کي ترار تڙيو ۽ ڪن جي پڇاڙي وري سائنس ڪندي.

جيڪو خيال ڪالهہ گهربل ۽ سجايو هيو اُهو اڄ وهم گمان ۾ اجايو لڳي ٿو. ڪالهوڪو سچ اڄ ڪوڙ آهي. اها جٺ پراڻن خيالن سان نوان ڪندا ٿا اچن.

تيل ڪيڻ لاءِ گهاڻي کي گهربل هيو ڏاند. پر هاڻي نيٺ ڏاند جي جند بہ ڇٽندي وڃي ٿي. ورهين پڇاڻا وهمن ۾ ورتل ڏاند بہ هڪ ڏينهن ماڻهو ٿيندو.

- اڄ نہ تہ سڀاڻي ڪنهن بہ ڌرتيءَ تي ڏارين خيالن جي حڪمراني ناهي رهڻي.
- ڏک گهٽائڻ ، سک وڌائڻ جي ڳولا ۾ ماڻهو هيلهہ تائين تمام گهڻو وڃائي چڪو آ. ڪسجي بہ گهڻو ڪجهہ ويو آهي تہ مليو بہ گهڻو ڪجهہ آهي .

- اهو هڪ سوال آ تہ ساندهہ جاڪوڙ ۽ گهڻ پاسايون ڪوجنائون ماڻهوءَ ڪي نيٺ برباديءَ ڏي تہ نہ ٿيون وٺي وڃن. متيءَ منجهان پيٽرول، گئس، ڪوئلو ۽ بيون شيون ڪيڻ سان سنسار جي ستاوَ سان ڪا هٿ چراند تہ ناهي؟
- هزارين ورهين ڪئون پنهنجي جيئندڙ لفظن ڪي گهُٽا ڏئي ماري ڏاريا لفظ آڻي اسان سنڌ جي ساڃهہ ۽ سچاڻپ ڪئون پري ٿيندا ٿا وڃئون.
- جنهن ملڪ اڄ تائين پيٽرڪ لومبا، احمد سوڪارنو، شيخ مجيب، اندرا گانڌي، ذوالفقار علي ڀٽي ۽ راڻي شهيد بينظير ڀٽو ڪي مارايو تنهن ڪي نيٺ سواءِ ڏوڙ ۽ ڇائيءَ جي ڪجهہ بہ پلئہ ناهي پوڻو.
- راڻي شهيد بينظير ڀٽو بلڪل سچ چيو هيو تہ اڻويهين صدي يورپ جي، ويهين صدي آمريڪا جي ۽ ايڪويهين صدي ايشيا جي آهي. مان رڳو متينءَ ڳالهہ ۾ اهو واڌارو ٿو ڪيان تہ ٻاويهين صدي پڪ ئي پڪ آفريڪا جي هوندي.
- پيار ۾ ماڻهو اڻ گهريو ڪير پٽ تي ٿو وڃي.
- جيون جي جوت ۾ پاڙي اوڙي ۾ گهمندي ڦرندي اکيون سڌيون ڪري ٻيءَ ڏِر ڏي نہ نهارجي.
- I ـ جيڪڏهن تنهنجي اک ڪنهن ٻئيءَ اگهاڙي جي ٻُئيءَ تائين وئي ۽ توان ٻئيءَ اگهاڙي تي ڪهل ڪئي تہ پوءِ پڪ سمجهہ تہ سياڻي تنهنجي ٻئي اگهاڙي ٿي ويندي

II ـ پيرين اگهاڙي تي ڪهڪاءُ ڪرڻ جي سزا توکي اها ملندي جو تون اڳتي هلي پاڻ پيرين اگهاڙو ٿي گهاريندين.

III ـ قوم ڏي نهارڻ معنيٰ پاڻ ڪي وسارڻ. قوم ڪي ڪڻ يا پاڻ ڪي.

- جيڪڏهن تون ڪنهن جو سڱ/سڱُ/امانت آهين تہ پوءِ چڱو اٿئي تہ

پرائي سَڳ کي سنيال ۽ پرائي امانت ۾ خيانت نہ ڪر.

- i سمجهہ ۾ سهپ هڪ جيتري نہ هجي.
  ii سُڀاءُ (مزاج) هڪجهڙو نہ هجي.
  iii سماجي سگهہ، ٻيهڪ، حيثيت هڪ جيتري نہ هجي.
  iv سڪ ۾ چِڪ هڪ جيتري نہ هجي.
  تہ اهڙي سنگت ڪئون پاسو ڪجي.
- گهڻ ڳالهائڻ گهٽي ٻڌڻ جهڙي ڀلي ٻي واٽ ئي ڪانهي.
- سچو سائي ڪي سنگتي سمجهي تہ اهڙو چسو ڪو ٻيو؟
- هو سائو ستابو تون سچو سڪٹو. اها سنگت ڪانہ هلندي
- گهٹو ڪري سنڌي ڪامورو ڏارين لاءِ حاتم طائي ۽ پنهنجن لاءِ بگهڙ هوندو آهي.
- سرڪاري ماڻهو مُنهَن ۾ شينهن پر پويان گدڙ ڪان بہ گوءِ ڪٹي ويندو آهي.
- جيڪڏهن تون حڪيم طبيب يا ڏاڪدر ناهين تہ پوءِ مُکَ ۾ اکيون کُپائيندو نہ ڪر.
- I ـ مٺيءَ ماءُ جي ڏاهي پٽ جون ڳالهيون تہ ٻڌ
  چوي ٿو تہ:
  i پاتشاهي نہ پاڙيان سرتيون سُئيءَ سارڻ
  ڍڪي اگهاڙن کي ڪين ڍڪيائين پاڻ
  ٻيهر ڄاڀي ڄاڻ عبر جي اوصاف ڪي.
  ii ورڻ ٿا ميوو ڪن پاڻ نہ کائن پانهنجو
  نڪر پتر ڇاپڙون ڏوٹا ڏار سهن
  ڦِري ٿا ڦَرُ ڪن نيت مقابل پانهنجي.

II ـ سٺيءَ جي بيوسائي اها آهي جو اگهاڙن کي ڍڪيندي ڍڪيندي ڪانٺس پاڻُ ڍَڪڻ وسري ٿو وڃي.

III ـ پٽ ڏٺيءَ جي ڏسيل وات تي جيڪڏهن تون هلي ٿو پوين ۽ "وڻ تا ميوو ڪن پاڻ نہ کائن پانهنجو" وانگر تي ٿو ڏيکارين تہ پوءِ جڳ چوئي ٿو تہ "هڏئون ڏٺي هٺاءِ تہ مالڪ ڏِيئي مزرا" هاٺي ڏي مُنهن انهيءَ چَٽَر ڪي.

- I ـ ڪنهن کي منهن تي سچ چوڻ تي هِرندين تہ پوءِ گامو سچار واريون توڪون بہ سَهہُ پائو.

II – گامون تيڻ لاءِ شينهن جي دل تي گهرجي. جي اها اٿئي تہ پوءِ ياڳ واروآهين. وس — وارن، وڏيرن، پوتارن، منهن تي سچ چوڻ واري کي، گامون سڏي، سدائين کيس خسيس، ننڊڙو ۽ بيوقوف ماٺهو ڪري ڏيکارڻ جي وات پيي ورتي آهي. پر سچ چوڻ وارو (گامون) ڪچهريءَ ۾ ويهي / بيهي جڏهن، کوتن، ڪوڙن درٻارين ۽ لاٺڙين جا چوڏا لاهيندو آهي تہ پوءِ اهي ماٺهو پنهنجن بغلن ۾ لِڪڻ لاءِ جايون ڳوليندا آهن. پر پوءِ سندن پنهنجي ڪچ بہ کين پناهہ نہ ڏيندي آهي.

- جيڪو ماٺهو وات تي پيل ڪندو ڪٽي پاسي تي اڇلائي ٿو اهو ماٺهو هوريان هوريان ڦاهيءَ چڙهڻ ڏي سُرندو ٿو وڃي.
- پيءُ پٽ ۽ پيڙ پاءُ جي ڳانڊاپن کي ڇڏي انگل ۽ پنڻ ۾ ڪيترو سنڌو آ...؟ خبر ناهي!
- سرحد جي خان غفار جي پوٽي، ولي خان جي پٽ اسفنديار وليءَ سچ چيو آهي تہ مصلحت ۽ بيغيرتيءَ ۾ تمام ٿورڙو سنڌو آهي. اهو تي ٿو سگهي تہ جنهن ڳالهہ کي تون مصلحت چوين قوم تنهنجي ان مصلحت واري وات کي بيغيرتي سڏي.
- ڏاريو ڪيڏا بہ وس ڪري پر سنڌ کي اڳتي وڌڻ کئون رنڊائي ڪ ر سگهي.

- آمريڪا سنڌ بلوچستان ڪئون هارائي چڪو آهي. قومي آجپي واري ويڙهه ۾ سونهاري سنڌ سوپاري ٿيڻ ڏي وڃي رهي آهي.
- سُئيءَ جي پاڪڙي جيتري جاءِ تئون بہ اسان هٿ ناهي ڪنيو. نہ ڪالهہ نہ اڄ ۽ نہ ئي وري سڀاڻي. آمريڪا توڙي ٻيا اُپرنڊڙ / اسرنڊڙ سامراجي ملڪ اک سان ڇوڏو ٻڌن.
- 2/7/712 عيسويءَ ۾ جيڪو سنڌ سان دوکو موڪي ميربحر ڪيو ۽ عربن ڏاڍ ڪيو اهو دوکو ۽ ڏاڍ چوڏهين آگسٽ اڻويهہ سو سٽيتاليهہ عيسويءَ تي ورجايو ويو آهي.
- 27/12/2007 تي خميس جي سانجهہ سائين جي ايم سيد سن مان اُٿي هلي شهيدن جي ڳوٺ ڳڙهي خدابخش اچي شهيدن سان گڏجي شهيدن کي ساڻ ڪٽي وقت ڪئون 'نہ کپي' وارو فيصلو نيٺ ميجرايو.
- اڄ جي سپر پاور جي هٿ ۾ لڪل تيلي ۽ باڪس آهي پر سنڌ جو واتڳاڙهو سندس وِکِنِ کي چٽر ۽ ڏڪار سان ڏسي ۽ سمجهي رهيو آهي.
- سنڌ جو ڪوئلو پيٽرول، گئس ۽ ٻي معدنيات توڙي سمونڊ نہ آمريڪا کي ملندو ۽ نہ ئي وري ٻين کي. جيڪي ڪجهہ اسان وٽ آهي اهو رڳو ۽ رڳو اسان جو آهي.
- منهنجي مرضيءَ کان سواءِ منهنجي گهر ۾ مزمان رهن ٿا. پر مزمان نيٺ مزمان، پرائي گهر مئون نڪرن ئي نڪرن.
- وقت جي وهڪري ۾ اٺ سَوَ ئي ڪجهہ ڪونهن تہ سٽ ستر ورهيہ ڪهڙي ڳالهہ آهي. اسپين ۾ عربن اٺ سو ورهيہ حڪومت ڪئي، پر اڄ اتي نہ ڪلمو آ نہ مسيت آ ۽ نہ ٻانگ ڏرتيءَ جي پٽ ڪاتي بہ ڪڍهن بہ ڏارئي کي پنهنجي گهر ۾ رهڻ نہ اڳي ڏنو آهي نہ اڄ ۽ نہ سڀاڻي.

- هيءَ ڪيڙي هن ڏاند جي آهي ڪالهه به اڄ به تہ سياڻي پڻ.
- ٽُرا نيٺ تري ۾ هليا ويندا ۽ حيدر جي هاري حقدار جو جهنڊو جڳ ۾ نيٺ جهلندو.

i هن اگهڻ تي اياز رهڻو آ ايوب نہ.

Ii هيءَ زمين ذوالفقار جي آ، ضياءَ جي ناهي.

iii هي ملير مارئيءَ جو آهي، مشرف جو ناهي.

iv هي پڪا پنهوارن جا آهن، پرويزن جا ناهن.

- ڏسڻو وائسڻو سيبتو ماڻهو جي وهنوار ۾ ڪُتي پوي تہ ڦڏي ڪي نبيرڻ ڪان اڳ ۾ اِهو ڏسجي تہ ڪاٺي ڪا بيوسائي ڳچيءَ ۾ پئجي وئي اٿس يا ڪنهن ڪارڻ من ۾ کوٽ آيو اٿس.
- جيڪڏهن ڏيتي ليتيءَ ۾ ڪس ڪاٽي پئجي وڃي تہ پوءِ ساڳئي ماڻهوءَ سان ٻيو ڀيرو وهنوار نہ ڪجي.
- منداڻي موت ڏيندي آ تہ چڱائي بہ وڃائيندي ناهي.
- مٺڙا گهُرَ تہ گهُرانءِ ۾ ٻنهي پاسي اڪين ۾ نہ لالچ هوندي آ ۽ نہ لوڀ. اڪين ۾ رڳو اٽميو آڌرياءُ هوندو آهي ۽ گهڻو ڪري پاڻ ۾ ڳالهائيندي بہ رڳو اکيون آهن.

جيڪڏهن ساهہ ڪٽندي بہ هڪ ٻئي ڏي نهاريندي بہ ڏريون هڪ ٻئي آڏو بوتا ٻڌجي وڃن، ڳالهائي نہ سگهن تہ سمجهڻ ڪپي تہ ٻوليءَ جا پڪي پيرا تئون اڏري اُپ جي نيراڻ ۾ گم تي ويا آهن.

پيار ۽ پنهنجائيءَ جا روپ ڳُٽي نٽا سگهجن.

- جيڪي ڪيس گهربل هيو اهو تو وٽئون ڪيس نہ مليو. تنهن ڪري آڏيءَ جو اٽي، تنهنجو پاسو چڏي عزت اورانگهي، ميهٽا مڃي، درياهہ ٽپي، ميهر ڏي وئي. او ڏمَر! سهٽي ٻي ميار آ.

- اِها چوٽي گهڻو تڻو دل سان لڳي ٿي تہ اُهو وڻ ڪونهي جيڪو واءَ نہ لوڏيو هجي.
- ٻئي جا عيب ڍڪ پنهنجا عيب سار.
- ماءُ جي پيار جو سِڪايل پٽ وَني بہ ماءُ جيڏي چونديندو. پيءُ جي پيار جي سِڪايل ڌيءَ وَرُ (مڙس) بہ پيءُ جيڏو ڳوليندي.
- خبر ناهي تہ ايئين ڇو آهي پر اِهو ڏٺو ويو آهي تہ ڪي اوپرا اکين کي ڏاڍو وڻي ويندا آهن ۽ وري ڪي اوپرا, چڱا سٺا, بنهہ نہ لڳندا آهن.
- I ـ نگاهہ تہ نگاهہ پر ماڻهوءَ جو آواز بہ ڪن تي پوي ٿو تہ اثر ٿو ڪري.

II ـ ٿهڪ ڏيندڙ جا ٽهڪ بہ جيڪڏهن ڪن تي پون ٿا تہ ڪڏهن ڪڏهن بيوس بڻائي ڇڏيندا آهن ۽ دل چوندي آهي تہ ڪيئن ڪري بہ انهيءَ ٽهڪ ڏيندڙ کي ڏسجي.
- بار اوترو رک جيترو سنگت سهي سگهي, نہ تہ سنگت ڀڄي ويندئي.
- سنگت اوتري ڏار جيترو ڀڄي سگهين. نباهي نہ سگهين تہ پاسيرو ٿي وڃ.
- I ـ ڏکئي ۾ ڏکيو هنر ڳالهائڻ آهي, چوندا آهن تہ ڏُتو کير ٿڻين نہ پوي.

II ـ ڳالهايل لفظ ترار کئون تکا ۽ جبل کئون ڳورا هوندا آهن.

III ـ ماڻهو اهڙو ڪي نہ ڳالهائي جو پوءِ پنهنجي واتئون نڪتل لفظن تي ارمان ڪري. ماڻهو پنهنجي واتئون ڪڍيل لفظن جا نتيجا ضرور لوڙيندو يا ماڻيندو.

IV ـ اها چوٽي نہ وسارجي تہ زبان ڇانو ۾ بہ وهاري تہ اُس ۾ بہ. گهربل, وٽندڙ, وقتائتا ٻول ماڻهوءَ کي جيءَ ۾ جايون ڏياريندا آهن.

V ـ ايندي چونئي آءُ ويندي چونئي ويهہ ۽ ايندي نہ چونئي آءُ ويندي نہ چونئي ويهہ. گهڻو تڻو پنهنجي ڳالهائجندڙ لفظن جو جادو هوندو آهي.

- ڪرڻ لاءِ سٺي ۾ سنو ڪم آهي چوري چٺي ۾ بيگناهہ جا ڳوڙها اگهڻ.
- وڏ ۾ وڏ لاپائتو (لاپ = فائدو ڏيندڙ) ڪم آهي لکڻ. تنهنجي لکت سماج ۾ تنهنجو مان وڌائي ٿي. لکڻ جي معنيٰ آهي تہ تون ڪِلِڪَ مَسُ يا پنو پين کڻي ويهي جڏهن ڪاڳر تي پنهنجا خيال چِٽِين ٿو ۽ پڙهندڙن سان اورين ٿو تہ تنهنجو اهو اورڻ تيسينتائين هلندو ايندو جيسينتائين اهي تنهنجون لکتون ماڻهو پڙهندا ايندا. تون تيسينتائين جيئرو آهين جيسينتائين تنهنجون لکتون ۽ ڪتاب ماڻهو پڙهندا ۽ ڳائيندا. پلي تہ تون ساهہ کڻڻ ڇڏي ڏي.
- جيترو وِٽُ هجي اوترو بار کڻجي.
- غريب ڀائر جڏهن ملڪيت ورهائيندا آهن تہ ننڍو (مکياري) چوندو آ وڏي کي تہ ادا...! بابو امان منهنجو ناني ۽ پيڻ تنهنجا. چو تہ ويچارن وٽ ورهائڻ لاءِ ٻيو ڪجهہ ڪو نہ هوندو آهي سواءِ گهر ڀاتين جي.
- ڪنهن وهانوَ ۾ لطيف سرڪار جڏهن ڪنوار جي مٿي تي هٿ رکيو تہ ڪنوار مرڪي کيس ٻڌايو تہ "مون کي ماروئڙن سج ڳڻائي سيج ۾" لطيف سائينءَ چيس تہ ڏيءَ..! وري بہ تنهنجا مائٽ تنهنجا مياري نہ ٿيا. ويچارن وٽ جيڪي هئو توکي ڏنائون.
- سنڌي ماڻهوءَ جي ڀاتي ڏسڻدين نہ توکي "رب جي رضا تي راضي" جي معنيٰ سمجهہ ۾ اچي ويندي.
- جيترو تي سگهي، گهُرجون گهٽائجن.
- جيون جي ريل ۾ پنهنجن ماڳن ڏي سُرندي، پٽنا کان پهتل هڪ همراهہ سان ڳالهيون ٿيون. سندس خيال هيو تہ سنڌ جي سرير ۾ سهپ سورهيائي سمجهہ ۽ سوجهرو ڪونهي. پوليءَ تي ڳالهائيندي مون کيس چيو تہ توکي خبر آهي تہ عربن عيسوي تاريخ 18/11/641 تي مصر فتح ڪئي. عربن

سن عيسويءَ جي تاريخ 2/7/712 تي موڪي ميربحر جي غداريءَ سبب سنڌ بہ فتح ڪئي. اڄ مصر ۾ ڏارين (عربن) جي عربي ٻولي ڳائجي ڳالهائجي ٿي. مصر وارن ڪئون سندن اباڻي ڪسجي وئي. پر انهن ساڳين فاتحن جي عربي ٻولي اڄ تائين سنڌي ٻوليءَ جو آڱوٺو بہ نہ پٽي سگهي.

سنڌي ٻولي پنهنجي شانَ مانَ سان اڄ بہ دائم قائم آهي. توڙي جو توهان اسان جي ڳوٺن کي ٻاهہ ۾ بک جي ور چاڙهي ڇڏيو آهي. خبر اٿئي تہ ڇو هت ڪا بہ ڏاري ٻولي اُسري اُپڙي نٿي سگهي.

ڏارئي جا تارا ڪريل گهڙيال جي ٻانهن (ڪانٽن) وانگر هڪ هنڌ بيهي ويا. سندس ڇَپرن ڇنيجڻ ڇڏي ڏنو ۽ لڳو مون کي تڪڻ. ٻڌايومانس تہ مصر جي نيل درياهہ کي ٻئي پاسا واري هئي. وٽس نہ ڇيڪي نہ وڻ ۽ نہ واهڻ. وٽس ڳوٺ ڪونہ هئا. رڳو نيل جي ڪنڌين تي چار پنج وڏا شهر هئا انهن شهرن کي فتح ڪرڻ ۾ عمروبن عاص کي دير ئي نہ لڳي. اهي ويچارا بہ چار شهر سولائيءَ سان ڳوهون ڪائيندڙن ۽ ڏاچين جو ڪير پيئندڙ بدوين جي ور چڙهي ويا. هزارين ورهين جي سهڻي سيبتي تِڪنبا ـ تَڪرَ (پِرامڊ) اڏيندڙ ٻولي ترار جي تاوَ تيڪ کي منهن ڏئي نہ سگهي. مصر وارن اسڪندريا ۾ عمروبن عاص جي آڏو 18/11/641 عيسوي ۾ هٿيار ڦٽا ڪيا.

اونچي ڳاٽ ٻڌايومانس تہ او ڏاريا...! سڄو سنسار ويچي گهمہ، جاچي ڏس. توکي اسان جهڙي ڇيڙهالي سورن سانديل قوم ڪاٿي بہ نہ ملندي. جيئن منهنجا ڳوٺ جيئي منهنجي امڙ ۽ جيئي منهنجي ٻولي.

همراهہ تي ڇپَ ڪري پئي ڇپ ٿي ويو. اهڙو ڪچي جهڙي پِٽِ.

- لوڙهي ۽ ويڙهي جو واهي ٿجي. واڪا ڪري واهت ڪجي.
- سٽي ۾ سٽي ڳٺوان ، ڳٽن پريل سماج جي اڏاوت لاءِ سٽي ۾ سٽو تعليمي / سڪيا جو تاڃيپيٽو ڳهربل آهي.

- سپورنج جو ڪم اهو آهي تہ رياست جي چوڌير ليڪ اندر طاقت جي ٻَٽَ ڪي اگهاڙو ڪرڻ لاءِ ڪيس پيچي پورا ڪرڻ لاءِ پنهنجا ويچار وات تي آڻڻ جي الاتوهار ڪري
- هيٺن جو لتاڙجڻ نئينءَ مئون ناهي . جي هلڻ لڳنداسي تہ واٽون اسان جي واهر ٿينديون.
- وس ڪئي ڪنهن سجڻ ڪئون اوڏر نہ گهرجي نہ ڪٽجي.
- وڏي جمار ۾ تہ هٿ ٽنگڻ وڏي ڀُلَ آهي. پنهنجي عزت بچائجي.
- اوکيءَ ويل ڪنهن سجڻ تي بار نہ ٿجي. ٿڏي ڪوسي سر تيٰ سهي ويجي.
- مانيءَ مهل سنگت ڏي نہ ويجي، پر پاڙي جي ملان سان ڪيس مليل ڦڪر ۾ پلي حصو ڳنڍجي . ڪائڻ پيئڻ ۾ ساٿس پاڳيپائيوار ٿجي.
- جيڪو ماٺهو جيترو گهٽو قرب ڏئي ، انهيءَ جو اوترو ٿورائتو ٿجي ۽ اوتروئي ڪائنس ڊججي .
- اڻ ڪيل ، اڻ چاتل ، ڀُل چُڪ ۽ ڏوهہ گناهہ جي سزا سيڪت شل نہ ملي.
- وقت تي ويساهہ ناهي . ڪڏهن ڀاڳ تو آٽي ڪڏهن نياڳ.
- وڏيءَ جمار ۾ شل گهڻ ـ پاساوان ڏڪ نہ لڳن . چو تہ سهپ گهٽ هجي تي.
- پيريءَ ۾ سنگت وٽ اچ وڃ گهٽائجي.
- ڏنو واٺنو ٻڌو سٽيو سنڌ توڙي سنگت سان اوريندو اچجي.
- ڪيل پنڌ جي هيٺانهِن مَٿانهِن تي روئجي ضرور ٿو.
- ڪراڙپ ۾ پنهنجي جهوليءَ ۾ ڪيل چڱايون گهٽ ۽ ڪيل منداييون وڏيڪ پسجن ٿيون.
- جيڏا سرتا هليا وجن ٿا تہ اباٹڪائي وڪوڙي وجي تي .

- كاتي بہ . كڏهن بہ . كنهن جي واتئون پاڻ بابت ٿيندڙ ساراهہ تي سرهو نہ ٿجي.
- جهڙي كرٽي تهڙي پرٽي تہ ٺيك آ پر جي نہ كٽي پرٽي پوي تہ پوءِ؟
- ماڻهو كٽي كيترو بہ پيرڙيو هجي پر سنگت جي اكين اڳيان اگهاڙو هجي ٿو.
- لڳي ٿو تہ "بهشت دلاسو دوزخ دڙكو" وارو خيال اجايو ناهي. وڏي بيوسائي آهي تہ "مذهبن ملك ۾ ماڻهو منجهايا". پر پيارا! مذهبي كترپڻي جي كُن مار سنڌ اجهو جاڙ نكتي. "تنهنجا ويچار توسان منهنجا ويچار [illegible] اري رجايل وات آوس ليي پوندي
- كجهہ بہ فاني ناهي [illegible] كر كالهوكو خيال فاني آ ءِ اجوكو روپ فاني آ. پراڻ نواڻ پنهي جو ورجاءُ ٿيندو اچي ٿو.
- خيال مذهبن كي پيدا كيو ءِ خيال ئي مذهـ [illegible] ي مارينده و.
- ڏاهپ جو ڏاڻو نيٺ عقيدن جو انت آڻيند [illegible] ي ٿي ڏاريو خيال مري ئي مري.
- خيال جي كچندڙ وك اونداهيءَ مئون كڍي سوجهري ڏي وٺيون ٿي وڃي.
- مهاسپا مان بل پاس ٿيڻ كري 10/4/1967 تي سنڌي ٻولي هند [illegible] ستان جي پندرهين قومي ٻولي ٿي وئي. اهو كم اصل حيدرآباد سنڌ جائي جيرامداس پٽ دولترا كيو. سرگواسي جيرامداس 1930 كان آل انڊيا كانگريس جو [illegible] هو ۽ هندستان جي پهرئين وزيراعظم. سرگواسي جواهر لال پنڊت [illegible] نهروءَ جو ويجهو سنگتي هيو. شهيد اندرا ديويءَ كي ننڍي هوندي، هند [illegible] كٽي كيڏايو هئائين. جيتر ئي اندرا گانڌيءَ (تڏهوكي هندستان [illegible] ي وزيراعظم) كي سنڌي ٻوليءَ كي هندستان [illegible] قومي ٻولي كرڻ لاءِ چيائين تہ مائيءَ دير ئي نہ كئي. سنڌي ٻوليءَ جو بل 10/4/1967 تي پاس ٿي ويو. پهريائين اهو خيال ان وقت جي مهاسپا جي

کاپي ڏر جي اڳواڻ اٽل بهاري واجپائيءَ کي هيو پر جيرامداس چيس تہ چڏ تہ اهو ڪم مان ٿو ڪيان. هندستان جو آئين سنڌي ٻوليءَ ۾ بہ ڇپيل آهي، ڇئبواڻس 'سنوڏان'. هاڻي هندوستان ۾ ارڙهن قومي ٻوليون آهن.

- بيوقوفيون بي سمجهايون ڪڏهن سِرُ ڪٽن تہ وري ڪڏهن آسمان تي پهچائين.
- ٻاٻاڻي ٻولي پنهنجي جياپي لاءِ پنهنجي سونهن سروپ سنڀالڻ لاءِ وقت سان وڙهندي ٿي اچي.
- مولانا عبيدالله سنڌي چوي ٿو تہ هينئون ڪان متي ويڃڻ لاءِ هينيان گڻ گهربل آهن. i جذبن (اوتارن) تي لت ii پاڻ کي سُرِت ۾ رکڻ iii امانت جي واهت iv رِتيل ڪٽيل واٽ تي هلڻ ڪاڻ ڏکيايون سهڻ v ساندهہ هلندو رهڻ ۽ vi يَو (ڊپ) ۾ پنهنجو پنڌ نہ ڇڏڻ.
- دنيا ۾ ڪي ڳالهيون اهڙيون ٿين ٿيون جو ماڻهوءَ وٽ اڄ تائين آيل علم انهن ڳالهين بابت سمجهاڻي نٽا ڏيئي سگهن. نئين پاڪستان جي تڏهوڪي وزيراعظم جناب ذوالفقار علي ڀُٽي کي سندس مقرر ڪيل تڏهوڪي پاڪستاني فوج جي ڪمانڊر انچيف ضياءُ الحق پنجين جولاءِ 1977 تي ملڪ تي مارشل لا مڙهي ڀُٽي صاحب تي خون جو ڪوڙو ڪيس هلرايو. شهيد ڀٽو ارڏو اٽموٽ ۽ بي ڊپو ماڻهو هيو. چيائين تہ ضياءُ الحق ملڪي دستور جي ڀڃڪڙي ڪئي آهي. جيڪڏهن مان ڇٽس تہ ڪيس جوڳي (سزا) سيکت ڏيندس. ضياءُ الحق جي من تي وڏو ڊپ ويٺل هيو تہ جيڪڏهن مان ڀُٽي کي ڇڏي ڏيندس تہ پوءِ ڀٽو مون کي نہ ڇڏيندو. سو جڏهن بہ ملڪ توڙي ملڪن جا امير سفير وٽس ويندا هيا تہ ڀُٽي کي جيئدان ڏي تہ انهن کي موت ايها ڏيندو هيو تہ ادا! قبر هڪڙي، ماڻهو اسان ٻہ آهيون. هاڻي انهيءَ هڪڙي قبر ۾ يا تہ ڀٽو پوي يا

مان. نيٺ ڪورٽ کان ڀٽي لاءِ ڦاهيءَ جو فيصلو وٺي ڪيس 4/4/1979 ۾ ڦاهو ڏنائين. اها هڪڙي قبر ڀٽي سان ڀرجي وئي. پوءِ جڏهن جنرل ضيا جي پنهنجي مرڻ جو وارو 17/8/1988 تي آيو تہ وقت بادشاهہ وٽ اهو سوال اڀريو تہ ڌرتيءَ تي ضياءَ ۽ ڀٽي جي جهيڙي ۾ قبر هڪڙي هئي سا تہ ڀٽي ڀري ڇڏي ۽ هاڻي جيئن تہ ضياءَ قبر ۾ وڃڻ کان نابري واري هئي تنهن ڪري ضياءَ لاءِ ڇا ڪجي. پوءِ وقت بادشاهہ اهو فيصلو ڪيو تہ جيئن تہ جنرل ضياءَ الحق مٽيءَ کي پنهنجو ناهي ڪيو تنهن ڪري ڪيس باهہ جي حوالي ڪيو وڃي ۽ پوءِ وقت بادشاهہ اپ ۽ ڌرتيءَ جي وچ ۾ ڪيس 17/8/1988 تي باهہ جي حوالي ڪري ڇڏيو.

- سيئي مذهب ڌرم چڱائيءَ جي واٽ وٺڻ جي مَتِ ڏين ٿا پر جي ڪيس سندس سياءُ بہ موڪل ڏئي تہ!
- i ڪوتاهہ ڪنڌ (منڍي ڪلهن تي هجيس، ڳچي نڙي ننڍڙي يا بنهہ ننڍڙي هجيس) ۽ ٿُلهي ڀِني ii ڇَتونءَ وانگيان ڇهنبيارو نڪ iii ڪلهن وٽ مڙيل ڀُنا iv ڪچو بصر نہ وٽيس v بت آهر ٻانهون ڊگهيون ۽ ڳالهائيندي هٿ گهڻا هلائي vi گول اکيون vii مٿي ۽ مڇن جا وار ڇاهي جي وارن جهڙا کهرا viii بندرو ٿلهو ix گهٽي هيناهين وٺي. مٿين ماڻهن کئون پري پچ ، ڇجي گذار ۽ ساٿن وهنوار نہ ڪر منجهائن چڱائيءَ جو آسرو اميد نہ رک.
- I ـ پاڪستان جي پهرئين فوجي ڊڪٽيٽر (آپيشاها) جنرل ايوب خان جو مارشل لا 08/10/1958 تي آيو. تڏهن سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر علامہ آءِ آءِ قاضي صاحب هوندو هيو. جيئن ئي مارشل لا آئي تہ ٽورن ڏينهن اندر اهو حڪم نڪتو تہ جنهن بہ سرڪاري ڪاموري وٽ جيڪو جيترو بہ گهر آهي اهو ڪامورو پنهنجي گهر جو اڱ ڪنهن

ڪنهن فوجيءَ کي ڏئي. جڏهن علامہ صاحب کي آڪٽوبر جي پڇاڙي يا نومبر 1958 جي مهينن ۾ انهيءَ حڪم جو سيڪ آيو تہ علامہ صاحب جهٽ پٽ پنهنجي نوڪريءَ تان هٿ ڪنيو. فيبروري 1959 ڌاري علامہ صاحب وتايو ڪانفرنس سنڌ يونيورسٽيءَ جي ميدان تي گهرائي هئي. پلان نٿو تہ ان ڪانفرنس ۾ سائين مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ جن بہ آيا هئا، حيدرآباد جو تڏهوڪو ڪمشنر سيد هاشم رضا پڻ آيو هو. (سيد هاشم رضا ۶ جنوري ۱۹۴۸ عيسوي تي برنس روڊ ڪراچي واري علائقي ۾ ٿيل هندن جي ڪوس وقت ڪراچي جو ڊپٽي ڪمشنر هيو.)

II ـ هن وتايو ڪانفرنس جي ڳالهہ جيڪا مون کي هت ڪرڻي آهي سا اها تہ علاما صاحب چيو تہ وتائي فقير جي ٽوٽڪن تي روئڻ گهرجي پر اسان کلندا آهيون. ٻي ڳالهہ علاما صاحب ان ڪانفرنس ۾ اها ڪئي تہ هر ماڻهوءَ کي پنهنجي آتم ڪهاڻي (سندس سماجي حيثيت پٽاندڙ) پنهنجي ڪٽنب ڪهول يا قوم لاءِ ضرور لکڻ گهرجي.

III ـ ٻي ڳالهہ جا علاما صاحب لاءِ ڪرڻ گهران ٿو اُها اِها تہ (مون ڏٺو) 1957 ڌاري وائيس چانسيلريءَ واري زماني ۾ هر جمعي جي منجهند جو نماز کان اڳ يونيورسٽي توڙي حيدرآباد شهر جا ماڻهوعلم جي دنيا سان لاڳاپيل ڏاها ماڻهو وڪيل پروفيسر. ان ڏينهن يونيورسٽيءَ جي لائبريري هال ۾ اچي گڏ ٿيندا هيا. اوير ڏهون اولهہ منهون ٿلهو هوندو هيو. اتي علاما صاحب جن اچي مک ماڻهوءَ جي ڪرسيءَ تي وهندا هئا. پوءِ يونيورسٽيءَ جو ڪو نہ ڪو عالم سگهورو پروفيسر صاحب ڪنهن ڳالهہ تي مضمون پڙهندو هيو يا ليڪچر ڏيندو هيو. ڊپارٽمينٽ آف فلاسافيءَ جو هيڊ تڏهن. گهڻو ڪري، هالن جوشفيع محمد ميمڻ هيو. اهڙيءَ ئي هڪڙي منجهند جو علاما صاحب تقرير ڪندي لئبريريءَ ۾ پت سان

لڳل ڪتابن سان ڀريل ڪٻٽن ڏي آڱر ڪنئي ۽ چيائون تہ هي دنيا جا ڏاها انهيءَ اوسيڙي ۾ آهن تہ ڪڏهن تا توهان مهرباني ڪري هنن جي ڳالهہ ٻڌو. اهو هيو علاما صاحب جن جي ڳالهائڻ جو ڍانءُ.

- مان گهٽ ۾ گهٽ 1956 کان 1962 تائين جي حيدرآباد جي ڳالهہ ڪندس تہ ان وقت هي شهر سپورنجن جي کهول جو وڏو مَنَهُن هيو. سنڌ يونيورسٽيءَ جو رجسٽرار آغا تاج محمد خان (اهڙو ٻيو رجسٽرار سنڌ يونيورسٽيءَ ويندي اڄ تائين نہ ڏٺو) هيرآباد ۾ اڏايل اورينٽئل ڪاليج جو باني ۽ هلائيندڙ مخدوم امير احمد، ڪچهريءَ ۾ ڪل پوڳ جا گل ورهائيندڙ مولوي محمد عثمان ڏيپلائي، مولانا غلام محمد گرامي، محمد ابراهيم جويو. سنڌي ادبي بورڊ سان سلهاڙيل شمشير الحيدري ۽ ابن حيات پنوهر، تلاءَ نمبر ٽئين تي طبي ڪاليج سان واڳيل حڪيم، شاعر، ڏاهو فارسيءَ ۾ تاريخي ڪتابن کي سنڌيءَ ۾ آڻيندڙ نياز همايوني، ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ نوڪري ڪندڙ وڏو اديب شاعر آغا سليم، طارق اشرف ۽ غلام نبي مغل (فوڊ کاتي مان رٽائر ٿيو) جهڙا سونهارا صاحب رهندا هيا. آغا تاج محمد خان ۽ مخدوم امير احمد کي الله سائينءَ ڳالهائڻ جي هنر جي وڏي ڏات ڏني هئي. ٻئي صاحب اٿي جڏهن تقرير ڪندا هيا تہ ميڙ ڪيڏو بہ وڏو هجي پر لڳندو ايئن هيو تہ سواءِ سندن وجود ۽ آواز جي اُتي ٻيو ڪير بہ نہ هوندو هيو. اهڙي سانت ٿي ويندي هئي. شيخ اياز سکر مئون هلي حيدرآباد ايندو هيو تہ رٽز هوٽل صدر ۾ مولانا گراميءَ سان سندس جهيڙو ٻڌڻ وٽئون هوندو هيو.
- پٽ ڏٽي، سنڌ ڏٽيءَ کي اسان پڙهيل توڙي اڻپڙهيل ماڻهو گهڻو ڪري لطيف سرڪار ڪري سڏيندا آهيون. سرڪار لفظ جي معنيٰ آهي حڪومت / حاڪميت. جاڻي جاڻي سنڌي ٻولي رَسي وَسي ٿي اتي

لطيف سائينءَ جي حڪومت / حاڪميت هلي ٿي. اسان سنڌي ماڻهو جڏهن بہ لطيف سائينءَ کي ياد ڪندا آهيون يا سندس نالو وٺندا آهيون تہ اسان جا ڪنڌ ادب ۾ ميجتا سان پٽ ڏٽيءَ آڏو جهڪي ويندا آهن.

- لطيف سائين اسان جو مذهبي مهندار ناهي، اسان جو سماجي سالار آهي. اسان پکن پٽن پيهن تي پسجئون پنن ۾ پجهئون، اسان ٻڪراڙ ريڍاڙ اوٺاڙ وچاڙ ميهاڙ ڏنار يا هاري هجئون هرحال ۾ هر هنڌ اسان سان لطيف گڏ آهي. ٽڏين ڪوسين سکن ڏکن ۾ اسان کئون پري ناهي. اسان سنڌي ماڻهو لطيف جي سرڪار ۾ رهئون ٿا. تنهنڪري سنڌ وارن لطيف سان لفظ سرڪار ڳنڍي ڇڏيو آهي. سندس ڏنل جهونگار جهانگين کي جيارينديي اچي ٿي.

ڪڙو منجهہ ڪڙي جيئن لوهار لپيٽيو
منهنجو جيءَ جڙي سپيريان سوگهو ڪيو.

- ڪيئن چئون تہ اسان لطيف جا عقيدت مند آهيون يا عاشق؟ ٿلهي ليکي وڏيڪ نهندڙ نهڪندڙ اِهائي ڳالهہ لڳي ٿي تہ ڏينهن رات جي پل پهر ۾ چئني مُندن ۾ اسان جنهن جي سرڪار ۾ ڪلندي روئندي رهئون ٿا اُها آهي لطيف جي سرڪار. اسان هندو هجئون يا مسلمان پيل هجؤن يا باگڙي ڪولهي: سيني جي پنهل ۾ پتي آهي.
- گهڻو تڻو ماڻهوءَ کي سندس عقيدا ڪونہ ٿا هلائين.

ڪيس سندس سُياءَ وات ٿو وٺائي. ڪو بہ ماڻهو پلي تہ پاڻ کي سني، شيعو هندو مسلمان، سِکُ يا عيسائي سڏائي پر سندس اصلي مذهب/ ڌرم سندس سُياءُ هجي ٿو. ڪوڙي جو ڌرم ڪوڙ چالاڪ جو مذهب چالاڪي، کوٽي جو مذهب کوٽ سچي جو مذهب سچائي هجي ٿو.
- عمل چاڪي ٿو چئجي، ماڻهوءَ جون اکيون جيئن جاڏي ڏسن، سندس ڪن

جاڏهون جيڪي ٻڌن ۽ پوءِ سوچي سمجهي فيصلو ڪجي تہ هن ڳالهہ ۾ هيءَ واٽ لاياتي تيندي، ۽ پوءِ سندس خيال ۽ عقل پٽاندڙ ان واٽ تي هلي پوي تہ چئبو تہ عقل اها واٽ ڏيکاري اٿس ۽ اهو ئي عقل آهي. چئبو تہ ڏسي وائسي سوچي سمجهي پنهنجي مرضيءَ انوسار هلڻ ۽ پنهنجي خيال پٽاندڙ مامرن کي نبيرڻ کي عقل چئجي ٿو. تلهي ليکي چئجي ڪٿي تہ عقل ماڻهوءَ جي پنهنجي مرضيءَ تي هلڻ جو سوجهرو ۽ سگهہ آهي. ماڻهوءَ جو پنهنجي عقل تي اختيار آهي. عقل ماڻهوءَ کي اوندهہ ۽ اوجهڙ ۾ وجهڻ کان بچائيندڙ ڏيئو آهي.

- عقيدو (عقد = ٻڌجي وڃڻ) چئجي ٿو ٻڌائيندڙ/حڪم ڏيندڙ طاقت کي اکيون ٻوٽي اکين تي رکڻ ۽ مڪمل ميچتا ۾ رهڻ. عقيدي جو اختيار/حڪم ڪنهن بہ پرک ۽ سمجهہ سوچ کان مٿانهون هجي ٿو. عقيدي جي ٻڌايل ڪا بہ ڳالهہ ۽ مليل ڪو بہ حڪم ميٺو ئي ميٺو آهي ۽ حڪم کي ڪنهن بہ خيال عقل جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻو ناهي ، پرکڻ جي موڪل ناهي.
- عقيدو عقل جو حاڪم آهي. جيڏي سگهہ عقيدي وٽ آهي اها عقل کي مليل ناهي. عقيدو درياهہ ٽپي ويندو پر عقل اَڌَ تي بيهي رهندو ۽ واهي بہ ٽپي نہ سگهندو. عقيدي وٽ پڪ آهي عقل وٽ شڪ آهي. عقيدي وٽ ٻَؤ ٻپ ٻنهہ ناهي ۽ عقل ٻو ڏَپ جي چار ۾ ڦاٿل رهي ٿو. عقيدو اٽ پيرا اوڙاهہ آڙاهہ ۾ وجي وري بہ ويندو پر عقل وٽ اها سگهہ ناهي. عقيدو بهادر آهي عقل ڏڄڻو آهي. عقيدي وٽ مليل حڪم تي نہ هلڻ ۽ سوچڻ گناهہ آهي پر عقل جون جنگهون جيون جي پنڌ ۾ وک وک تي ڏپ سبب يڪتارو ٿي ويندين آهن. عقيدت مند سان پاڻ سان نہ هوندو آهي. پر عقل جون اکيون ڦري گهري پنهنجي چوڌاري پنهنجي اگهائي سگهائيءَ

ڏي پيون ڏسنديون آهن. عقيدي وٽ ويساهه جي واڳ آهي پر عقل وٽ پرک ۽ جاچ آهي. عقيدي جي اندر کي اکين جي گهرج ناهي. پر عقل جون اکيون ڏينهن جو به پيون چرڪنديون. عقيدي وٽ "مان "ناهي رڳو تون هي تون هجي ٿي. پر عقل وٽ رڳو "مان" هجي ٿي. عقيدي جي الاتوهار هن خيال سان ٿئي ٿي ته حڪم ۾ ڪوبه ڦند ڦير ڪونهي ميٺو آ ۽ حڪم تي هلڻو آهي. عقل جي وک ڪڇندي ئي ڪانه جيستائين ڪيس پڪ پوي ته حڪم صحيح مليو آ. حڪم تي ويساهه نه هئڻ سبب عقل عمل کان اڳ وچڙي پوندو ۽ سندس وکون ٻڌايل پنڌ ڏي کڄي نه سگهنديون. عقيدي وٽ اکيون ڪونهن عقل وٽ دل ڪانهي.

- عقيدي وٽ هلڻ جي سگهه گهٽي پر ماڳ ڪونهي. عقل وٽ ماڳ ته آهي پر گهربل سگهه گهٽ بنهه گهٽ چو ته عقل جي وات تي ڏپ جا نانگ ڪيس چرندا پرندا نظر ايندا آهن. عقيدتمند پر-وس آهي جڏهن ته عقل پنهنجي وس ۾ آهي. عقلمند وٽ پنهنجي وات پنهنجو ايرادو آهي جڏهن ته عقيدتمند وٽ پنهنجي وات پنهنجو ايرادو ناهي.

هلايو ته هلي وڃان بيهاريو تان بس.

- عقيدو تڪ تور جي گناهه کان مٿي چڙهيل آهي پر عقل جي هٿ ۾ سمجهه جي ساهمي هوندي آهي. جيڪا هر ڳالهه هر گهڙيءَ گهاٽي واڏي جي خيال جي تڪ تور ۾ رڌل رهندي آهي. عقيدو عشق جو ٻيونالو آهي پر عقل محبت جي هيٺئين ڏاڪي تي بيٺل آهي. عقيدي وٽ فرحت پر عقل جي اکين ۾ آنڌ مانڌ هوندي آهي. عقيدتمند کي ڪرڻ لاءِ حڪم کپي پر عقل کي دليل کپي. عقل کي وڻ، وڻ ۾ لامون ڏار تاريون ۽ تارن تي ويٺل پکي اهو سڀ نظارو ڏسڻ ۾ ايندو پر عقيدت جي اک سواءِ پکيءَ جي هيو ڪجهه به نه ڏسندي.

- پر هي انٽرنيٽ هي موبائيل فون ۽ سائنس پاران سڀ ڪجهه ڪنهن به معجزي يا ڪرامت ڪونه ڏنا آهن. دليل جي دنيا ۾ هلندي هلندي عقل ماڻهوءَ کي هٿ پهچايو آ.
- گهڻ پاساوان ڪم ڪندي، چارئي ڪنڊون گهمندي عقل اسان کي نانهن ڏي وٺيون ٿو وڃي. ڪالهه تائين اسان جنهن نه ڏسجي سگهندڙ جهان کي نانهن تي سڏيو انهيءَ نانهن کي اسان اڄ Space جو نالو ڏنو آهي جنهن ۾ جنهن منجهان، وٺان گهمندي اسان چنڊ سوڌو ڪنهن نه ڪنهن پٽي هنڌ کي ڳولي ۽ ڏسي رهيا آهيون جتي اسان جا پير ڪپن. عقل ماڻهوءَ جو سونهون ۽ ماڻهو عقل جو ٻانهو آهي. عقل ڌرتي اپ توڙي پاڻيءَ ۾ جيوت جا اهڃاڻ ڊاهيندو ٿو وڃي. عقل جيون جو ويري آهي. اهڙو ويري جنهن کي اسان واهرو سمجهڻ لاءِ ٻيوس آهيون.
- ڏاند ڪٿون هِتي توڙي هُتي، هن جهان ۾ ڪنيل وکن بابت پڇاڻو ناهي ٿيڻو. ڇو ته ويچاري وٽ ڇا ڪجي ڇا نه ڪجي بابت سمجهه ڪانهي. هڪڙو ٺونٺڪو ٻڌو اٿئون ته هڪڙي ڏينهن ڏاند اوچتو ٽڙي وڃي مسيت ۾ بيٺو. ملان کي ڏاڍي چِڙ لڳي سو ڏاند کي سندس مالڪياڻيءَ سوڌو گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو. ڏاند جو مالڪ به ڏاند جو پيرو کڻندو اچي مسيت ۾ پهتو. ۽ ملان کي چيائين ته ملان ڏاند کي گهٽ وڌ نه ڳالهاءِ ويچاري کي خبر ناهي ته هيءَ مسيت آ ۽ مسيت ۾ ناهي وڃبو. ويچارو اڻڄاڻائيءَ ۾ مسيت ۾ گهڙي پيو آ. ملان جي پوءِ به ڪاوڙ جهڪي نه ٿي. سو ڏاند جي مالڪ چيس ته ملان ملان! اڙي چوانءِ ٿو ته هن ساسيءَ کي سمجهه ڪانه هئي ته مسيت ۾ ٿو گهري، تو مون کي ڪڏهن مسيت ۾ ڏٺو آ؟... ڏاند جي مالڪ جي خيال ۾ ٻي سمجهه تي ڏمر ٿيڻ نه گهرجي ۽ نه ڪانئس پڇاڻو ٿيڻ گهرجي. ۽ نه ئي وري ڪيس سيڪٽ / سزا ملڻ گهرجي. ڇو ته هن وٽ

ڪنهن به ڪم (عمل) بابت گهربل سمجهه ڪانہ هوندي آ. ڏوهہ گناهہ اتي ليکبو جتي ڪو ماڻهو اهو ڄاڻيندي تہ هي ڪمر ڏوهہ جو آ ۽ پوءِ هو اهو ڪم ڪري

هاڻي تورو اڳتي وڌئون ٿا.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو ڪيڙيءَ ۾ بيٺي بيٺي مال چاريندي چاريندي هي جهان ڇڏي ٿو تہ پوءِ هن معصوم ماڻهوءَ لاءِ ڇڱاڻو ڇو هئڻ گهرجي. ڏوهہ گناهہ جي خبر ئي جنهن کي ڪانهي تنهن کان پڇاڻو ڇو؟ حضرت عيسيٰ بہ الله سائينءَ کي ائين ٿو چوي تہ مان اڄا ٻار آهيان مون کي ڏوهہ گناهہ جي خبر ناهي سو جي مان ڪو ڪم ڪيان ٿو جيڪو ڪرڻ تو وٽ ڏوهہ آ تہ مون سان انصاف نہ ڪر مونتي ٻاجهہ ڪر مونتي مِهر ڪر.

عدل چٽان نہ آءُ ڪو ڦيرو ڪجهہ فضل جو.

- I ـ مڃجي يا نہ مڃجي پر اِهو سچ آهي تہ ماڻهو بت ـ پوڄا کئون ٻاهر نڪري نٿو سگهي. پيار ۾ ٻانهپ، ڏاهپ جي مڃتا ۾ طاقت اڳيان نوڙت اِهي سڀئي پوڄا / عبادت جا ڏيک / اهڃاڻ آهن. سونهن ۾ ڏاهپ پڻ طاقت جا روپ آهن. پل پهر واري تنهنجي نيڻ ـ نهار پوڄا جو پاٺ آ ۽ عبادت جو ٽاڻو آهي. چئي سگهجي ٿو تہ جا گهڙي جيوت آهي سا گهڙي عبادت هلي رهي آهي.
- جڏهن تون سوچ ۾ آهين تہ اهو ٽاڻو بہ تو وٽ نظارا آهن. توٽي جو تنهنجون اکيون پٽيل آهن يا ٻوٽيل. جا گهڙي ڪنهن موهيندڙ مورت ۾ مگن آهين تہ پڪ ئي پڪ تون عبادت / پوڄا ۾ ورتل آهين. اهو قانون سڀ ڪنهن سان لاڳو آهي.
- اهو تي نہ ٿو سگهي تہ جنهن تنهنجي ننڊ ڦٽائي هجي اهو پاڻ ڪونگهرا هڻندو هجي.

- نون نياپڻ کي ميٽوئي پوندو، انهن جو آڌر ياءُ ڪرٽوئي پوندو. هر ڪو خيال هر ڪو نياپو نانهن مئون اچي ڪي به چار پل پهر پنهنجي جوت جواٽي ماٽي نستو ٿيندي ٿيندي پنهنجا پيرا ڇڏيندو پنهنجو سماجي ڪارج پورو ڪري موٽي نانهن ڏي هليو وڃي ٿو. ڪيس نئين نياپي، نئين خيال لاءِ جاءِ ڇڏڻي پوندي. نئين خيال نئين نياپي ڪئون ڪن لاٿار ڪري نه ٿي سگهجي. پوئتان آيل مکڙيءَ کي ڪِرڻ، ٽڙڻ لاءِ جاءِ ڏئي گل کي ڇڻي وڃڻو پوندو. نواڻ جو طوفان جهلئي نه جهلبو.
- آيل مذهب ٿڌن ڪوسن ملڪن جي ماڻهن لاءِ سماجي گهرجن انوسار سماجي قانون شريعتون ناهي، جيترو ٿي سگهيو پنهنجي جوت پٽاندڙ جيئرا رهيا. پر پنهنجي جوهر ۾ نون خيالن جي جُلِهُنِ جي ڪري، هيڪڙائيءَ (one_ness) ڪئون ڇڇندا ويا. ٽولا ٽولا / ياڱا ياڱا / فرقا فرقا ٿيندا ويا ۽ مجتا جي جاءِ هوريان هوريان نهڪر وٺندي وئي. وقت جو وهڪرو ايڏو ته چوهو آهي جو خيال جو پير ڪن پل مس هڪ هنڌ ٽِڪڻ جي ڪري ٿو ته خيال لُڙهي ٿو وڃي ۽ پوءِ ڪو بيو خيال! عقيدا رياستي ڏاڍ جي ڇانوَ ۾ ڪجهه وقت رهن به ڪٽي پر پوءِ نيٺ ماڻهوءَ وانگر عقيدن ۽ خيالن سان به اها ئي ڪار ٿئي ٿي ته جا چمندي سا مرندي تون سمجهي ڏس سردار.
- مذهبي پوئلڳيءَ جو وڏي ۾ وڏو نقصان اِهو آهي ته عالم سگورا، پنهنجي سماجي سگهه وڌائيندو اچڻ لاءِ، ماڻهوءَ (پوئلڳ) کي الله رسول جا حڪم يا قول چئي، انهن حڪمن تي هلڻ تي هيرائن ٿا. پوءِ حڪمن تي هلندي هلندي پنهنجي سوچ پنهنجي پرک اڻجاڻائيءَ سبب پوئلڳ ڪئون کسجي وڃي ٿي. ماڻهو پوءِ وڃي ٿو بڪو پوئلڳ ٿيندو ۽ ڪيس درجو ملي ٿو راسخ ـال ـعقيدت جو. معنيٰ ته عقيدي، مجتا تي پختو بيٺل. پوءِ

ڪيس اهو ئي سڀ ڪجهه سچ لڳي ٿو جيڪي سائين جن فرمايو. عقل ۽ دليل جي دنيا منجهئون ماڻهو پوءِ نڪري ٿو وڃي. حڪمن ۽ قولن جي ابتڙ جيڪو خيال، وهم، گمان اندر ۾ اچيس ٿو/ اٿپن ٿئيس ٿو تہ انهيءَ بيءَ واٽ، دليل تي تويهہ تويهہ چئي سامهون آيل دليل، پرک جا در بند ڪري ٿو ڇڏي اِهو چئي تہ ڪيس شيطان ٻي واٽ ٿو ڏيکاري. مذهبي عالم اڳواڻ پاڻ پنهنجي چولي (چوغي) ۾ ڇاهي خبر ناهي.

۽ عالم سڳورو پنهنجي پوئلڳہ مريد کي وڃي اتي ٿو پهچائي جو حڪم جو بندو پنهنجو سڀ ڪجهہ ڇڏي پاڻ تئون پنهنجي سوچ خيال تئون هٽ ڪٽي ٿو وڃي ۽ پوءِ ايئين ويچارو پوئلڳ حسن۔ بن ۔ صباح جهڙن جي ور چڙهي ٿو وڃي.

صليب، شهادتون، زهر، تراريون، خنجر، ڪاٽ (جيل) ماڻيندڙن جي ڪئي ڪرتئي جو ڪتيو پوئتئون ايندڙ گاديون والاريندڙ گادي نشين ڪائڻ لڳن ٿا ۽ ٽولا نهن ٿا. اهي ٽولا پنهنجون پنهنجون بادشاهتون (فرقا) ناهي انهن کي بچائڻ وڌائڻ لاءِ ٻين ٽولن سان، جن جي پنهنجي ڏار پوئلڳي هجي ٿي، پنهنجي پوئلڳن، مريدن جا ٽولا ۽ لشڪر وني ويڙهہ ڪن ٿا. ٽڪر ڪائن ٿا. ۽ پوءِ اهڙيون مريديون خادميون سماج ۾ ويچا وجهن ٿيون ۽ قوم صدين کان اهڙين پوئلڳين جو شڪار ٿيندي اچي ٿي. فرقن واريون ٻڌيون قومي ٻڌيءَ کي تمام وڏو ڌڪ رسائين ٿيون. اِهو آهي، ٿلهي ليکي، اسان وٽ گهٽو ٽٽو تواريخ جي مهربانين جو وچور. قاضي قادن جي چوڻ تي شاهہ بيگ ارغون هٿئون مخدوم بلاول جي 1/3/1521 عيسوي تي گهاڻي ۾ پيڙهجي شهادت، ميان نور محمد ڪلهوڙي هٿئون لطيف سائينءَ ڏي

موڪليل ۽ جن جي دهلي ۽ اڏي گهوڙي، ڪلهوڙن جي ڇرچ تي شاهه عنايت لانگاهه جي 6/5/1719 تي ٺٽي ۾ شهادت، ٻاون جي مڙهي پيچڻ لاءِ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي 15/3/1778 عيسويءَ تي شهادت ۽ 1964ع ۾ خيرپور رياست جي نيڙهيءَ جي سني مسلمانن جون شيعن مٿن مائٽن، سئوٽن ماساتن تي محرم جي نائينءَ جي رات جو پوئين پهر ۾ گهرن تي چڙهايون، گهرن، مينهن ۽ ڳئن ردن ٻڪرين جي واڙن کي باهيون ۽ پنهنجن جا ناحق خون. ۽ اهڙا ڪيئي مثال آهن خانقاهن، درگاهن جي مهربانين جا. ۽ پوءِ وري الاتوهار ٺٽي پلاندن جي. پلاند وري ڪڏهن بہ پراڻا ناهن ٿيندا. منهنجي ملڪ ۾ پنهنجن سان پلاند ٿين ٿي ٿين.

➔ مذهبن، نظرين، جي پهرئين پنڌ، پهرين وکن ۾ سچايون ميجتائون چوٽ تي هجن ٿيون. پر پوءِ جڏهن سائين جن پاڻ، هي جهان رب جو چڏين ٿا، اکيون پورين ٿا تنهان پوءِ، حڪم احڪام ۽ قول سندن جاءِ والارينڊڙن وٽئون پوئلڳن جي ڳچيءَ ۾ پئجي وڃن ٿيون. اجا بہ وڏيڪ وَيل انهن قومن ۽ ملڪن سان ٿئي ٿو جن جي ڌرتيءَ تي اهي مذهب، نظريا، خيال، سندن پنهنجي ڌرتيءَ جا ڌرتيءَ وٽان مليل ڪو نہ هجن ٿا. ڏونگر توڙي واريءَ تي سِرجي وڏا ٿيندڙ خيال. رسمون رواج ۽ پوءِ اهي رسمون رواج قانون جو روپ وٺندڙ حڪم بڻجي جڏهن چيڪيءَ وٽ اچن ٿا تہ وس ٿا ڪن تہ چيڪيءَ وٽ پنهنجو جيڪي ڪجهہ هزارين ورهين ڪئون آهي، اهو بدعت، غير شرعي ۽ گناهہ چئي اتهون ميساريو وڃي ۽ آندل حڪم مچايا وڃن.

سنڌ (چيڪيءَ) تي، عربن (واريءَ) وٽئون آيل مسلمانيءَ جا قانون ايئين ئي مڙهيا ويا آهن. سنڌ جي اتهاس ۾ نهاريو تہ ڏسبو تہ وس ڪيو ويو

آهي تہ سنڌ جا نيڪامر سنڌ جي سونهن گناهہ. بدعت ۽ غير شرعيءَ جي نانوَ تي ڪائنس ڪسي وجي. پر انهن پاهرين رسمن رواجن، قانونن حڪمن ڪي نهڪر تڏهن ۽ انهيءَ ڪري ملي تي جو اهي قانون ۽ حڪمر ان ڌرتيءَ جي پنهنجي فطري، سُياويڪ (مزاجي) لاڙن، رسمن رواجن سان ويڙهہ ۾ اچن ٿا.

- سچ ڪوڙ جي ويڙهہ ۾ هڪڙا هيڏي هجن ٿا ۽ ٻيا هوڏي. وچ ۾ ڇٽي ليڪ نڪتل آهي. وچ تي ويهڻ لاءِ ڪا بہ جاءِ ڪانهي. ڪو بہ ماڻهو اڻ-ڌريو ناهي. جيڪو ماڻهو چوي ٿو تہ مان ڪنهن جي بہ پاسي ناهيان اهو ڪوڙ ٿو ڳالهائي. جيڪو پاڻ کي اڻ-ڌريو سڏي ٿو اهو ظالمر-ڌر جي پاسي آهي.
- سن 680-10-13 عيسويءَ تي ٽيل ڪربلا جي ڪوس عرب، اُتَ ۽ واريءَ جو سياءُ سمجهائي ڇڏيو.
- ڪربلا، گهٽ ۾ گهٽ، پنهنجي خيال تي جمي بيهڻ جو سَٽُ ڏئي ٿي ۽ پنهنجي خيال تئون مُنڍي گهورڻ جو اتساهہ ڏئي ٿي.
- صبر جي معني پنهنجن حقن تان هٿ کڻڻ ناهي. صبر جي معني آهي پنهنجي خيال ۽ پنهنجي حقن لاءِ جمي، پير کوڙي، وڙهڻ.
- ننڍي ۽ ڪينجهر جي وچ تي ساموئيءَ جي پِڙَ تي شهيد دريا خان جو ميلو سالئون سال [illegible] جنوريءَ [illegible] لڳڻ گهرجي. دولهہ دريا خان پنهنجن پُٽن ۽ قومر سوڌو [illegible] جنوريءَ [illegible] ساموئيءَ جي پِڙَ تي شهيد ٿيو هيو. جڏهن پنيءَ اگهاڙن جا پُٽَ پنهنجي منيءَ ماءُ جي سينڌ سنوارڻ جهڙا ٿيندا تہ اهڙا ميلا صرور ۽ ساندهہ لڳندا.
- ڳالهين ۾، ويچارن ۾، سئو سيڪڙو سهمت ٿيڻ نہ تنهنجي وس ۾ آهي ۽ نہ منهنجي وس ۾. منهنجي امڙ مون کي سوين سال اڳي سِپيءَ سان سُتي پياري

هئي، هنن لفظن جي، تہ تو کي چوان، تہ ياڻو..! جي منهنجي ڳالھ توکي دل سان نٿي لڳي تہ مڙئي خير آ. تنهنجو الله تو سان منهنجو الله مون سان. ساڳي خيال تي نہ هجڻ ڪارڻ هڪ ٻئي سان وروڌ رکڻ بنهہ نہ جڳائي ۽ سنڌي ماڻهو پنهنجي سُڀاوَ ۾ اهڙو ويرُ وروڌ ناهي رکندو.

- اڄاڻائي ڪيڏي سهڻي آهي؟ جي تون اڄاڻائيءَ جي سونهن ۾ گم ٿيڻ گھُرين تہ پوءِ پاڙي جي ٻارڙن سان ڪچهريون ڪندو ڪر.
- ڳوٺ دودو خان سرڪاٽي لاشاري، لڳ روشن آباد، تعلقو ٽنڊوباگو ضلعي بدين (جهُڏي گدام کان لڳ ڀڳ 4 ڪوهہ پري) جي وينل مراد خان لاشاريءَ جي گھر ۾ 1880ع ۾ جاول هارياڻي بختاور ڪٽڪ جي اڻ-ڪنيل / اڻ-توريل ٻارِ ۾ پنهنجن ٻچڙن لاءِ ڪيل محنت جو ڀاڱو بچائيندي، قادياني چوڌريءَ جي بندوق سان 22 جون 1948ع (22/6/1948) تي شهادت ماڻي، جڏهن 21 جون 1953ع (21/6/1953) تي ٻيو جنم ورتو تہ وقت بادشاهہ سندس نالو مٽائي رکيو بينظير. سنڌ جي ساڳي ڏينڙي، راڄن جي راڻي، پنهنجن غريبن ٻچڙن جو اٽو بچائيندي ساڳين هٿن سان هلايل بندوق سان راولپنڊيءَ جي شهر ۾ ٻيو پيرو شهادت ماڻي.

شاهہ عنايت لانگاهہ (شهادت 6/5/1719) صوفيءَ جي روحاني وڏوَر جڏهن 27/12/2007 ڏينهن خميس جي سانجهيءَ ٽاڻي غريبن جا نعرا هڻي چوي پئي تہ ڪالھ بہ ڀُٽو جيئرو هيو ۽ اڄ بہ ڀُٽو جيئرو آ تہ ساري جڳ کي سڏي سڏي ٻڌائي پئي تہ شهيد مرٽا ناهن وري وري وَرٽا آهن. واريءَ جون واٽون ۽ رُڃَ جون راهون ۽ بسنت جي رُتِ جي آسَ ڪٽي، رَتُ جو دانُ ڏيڻ سندس ڀاڳ ۾ لکجي چڪو هيو. سانجهيءَ جو پنج وڄي ٻارنهن منٽن ڏاري ساڳين هٿن جي بندوق شهادت جو ڳاڙهو وَڳو ڀارائي کيس ڳڙهي خدا بخش موڪليو.

- چڱو ٿئي تہ ڪچن ڪوئن تي ڪڪر ٿي پَٽ وَسي نہ سگهين تہ من چانوَ ڪرين.
- خبر ناهي تہ ڪهڙو سُياءُ ڏئي مالڪ ميلي ۾ موڪليو اٿئي. پر پوءِ بہ

چڱائي ڪندين تان چڱو تنهنجو ٿيندو
پلائيءَ جا پاڙا ڏٽي تو کي ڏيندو.

- پاڻ کي سمجهڻ لاءِ ضروري آهي تہ سنڌي ماڻهو سنڌ جي اتهاس (تاريخ) کي پڙهي پُرجهي.
- سُجن ۽ سَرنديءَ وارن جي سماجي ڳانڍاپن جي اُلٽِ پئيءَ اگهاڙن کي ڪيترو ڏُک سُک ڏنو ۽ انهيءَ سان گڏ، ترار جي چانوَ ۾ سنڌ جي سماجي سُياوَ سان نہ ٺهڪندڙ عقيدن / خيالن سنڌ ۾ ڪيئن ۽ ڪيتري جاءِ والاري ۽ قومي پڌيءَ کي ڪيئن، ڪيترو ۽ ڪيڏو ڏڪ هنيو تہ انهيءَ جو وچور بہ چٽائيءَ سان ڪيجي. عقيدن جي جار جي وَکن ۾ جڏهن ماڻهو وچڙي ٿو پوي تہ پوءِ پر- وَسِ ٿي پنهنجي حياتي ڪوهيڙي ۾ ٿو گهاري ۽ قومي پڌيءَ ڪئون پري هليو ٿو وڃي.
- امامن جو ماتم ڪرڻ کان ڪنهن کي بہ ڪير جهلي نٿو سگهي. پر زنجيرن هڻڻ کان انهيءَ ڪري بہ پاسو ڪرڻ گهرجي، جو اڌ سنڌ گهٽو ڪري لاڙ وارو پاسو ڦڦڙن ۽ ساهہ جي بيمارين، ٽي بي، ساهہ جي سوڙهہ دم ۽ اڌ سنڌ گهٽو ڪري اتر سنڌ جيري جي بيمارين (سائي-ساول) ۾ ورتل ۽ اٽپوري ماني ڪني پاڻيءَ، بک اُچ سبب بيمار آهي
- سنڌي قوم گهڻين بيمارين ۾ ورتل آهي. اڃا تہ پلو ٿئي سائنس جو جنهن ماڻهوءَ کي لاپ نہ ڏيندڙ خيالن مئون ڪيڏي اچڻ جو وڏو ڪم ڪيو آهي. ۽ سائنس جا واچوڙا هن سچي ڌرتيءَ جي ڪنڊ ڪڙڇ کي چڪي سوڙهو ڪري هڪ ٿي وهنوار جي واٽ تي هلائڻ جا جَتَنَ ڪندا اچن ٿا.

- جيڪو جمي ڄٽي ٿو ڪائي پيئي ٿو روئي ڪلي ٿو ۽ هڪ ڏينهن هي جهانُ ڇڏي ٿو اهو نيٺ بہ ٿو مون جهڙو ماڻهو آهي. ماڻهپي جا گُڻَ ته وٽ ناهن ۽ ڪنهن ٻئي وٽ اهي گُڻَ تمام گهڻا آهن تہ پوءِ تون ڏاڪڻ جي پهرئين ڏاڪي ڪان بہ هيٺ ۽ اهو ٻيو مٿانهين ڏاڪي ڪان بہ مٿي بيٺل نظر ايندو.

ماڻهو وري بہ ماڻهو آهي، پلي ڪٿي تو ڪي گيتا پڙهائي / پڙهائي.

- سسئيءَ ڪوهہ ڪيا پوءِ ڄڳ جا پنڌ سهنجا ٿيا، ڪوهن مان ميل، ميلن مان ڪلوميٽر. سمجهيائين تہ هاڻي پنهون پري ناهي. پر پيارا..! سسئيءَ جي نہ ڪوُڪَ ٿي ڪُٺي ۽ نہ ڪوهہ.
- اسان ستر سالن جي ٻارڙن جي جياپي لاءِ تنهنجي مُرڪ_گاڏڙ نهار کپي.
- زال جي مامري ۾ شل نہ ماڻهو شقراط يا ٽالسٽاءِ ٿئي.
- جيڪي نہ ڪالهہ سنڌي نہ اڄ سنڌي نہ سڀاڻي سنڌي تن کي توهان عرب، ارغون يا انگريز سمجهي سگهو ٿا. ڪائي پي هليا ويڃڻ وارا ماڻهو.
- ڏسي ڏوري سڀ ڪو ٿو پر سوال آ تہ اديب، شاعر، ليکڪ، سگهڙ پنهنجي پنهنجي ڏانوَ هنر ۾ جڏهن ڪجهہ چوي ٿو لکي ٿو تہ خبر ٿي پوي تہ سماج ۾ سندس ٻيهڪ ڪيئن ٿي ليکجي. سنگت سان اوري ٿو. سندس سماجي ڪارج ڪيئن ڪتجي. ايئين چئي سگهجي ٿو تہ سماج کي اڳتي وٺي ويندڙ مٿيان ماڻهو قوم سان اوريندڙ بہ آهن، قوم جا اڳواڻ بہ آهن پنهنجي پنهنجي ڪارج پٽاندڙ.
- گل ڦل، وڻ ٽڻ، جيت جڻئي ۽ پکي پکڻ ڪان وٺي ويندي تو مون تائين، سڀ ڪنهن کي ۽ هرهڪ جِيوَ کي هيڪڙائيءَ جو حق مليل آهي.

ڏرتيءَ تي ڪو هيو لطيف، هيو شيخ اياز هيو استاد بخاري، هيو تاجل بيوس يا هيو ڪو راشد مورائي اچڻو ناهي. اهو آهي نرالپڻ، نرالو هجڻ، يونيڪ ـ نيس Unique ness. اها يونيڪ ـ نيس Unique ness، نرالائي، جِيوَ کي سندس بت ۽ قد ڪاٺ کي، سندس نيڪامن سوڊو ڪنهن به ٻئي جِيوَ کان ڌار ڪيو بيٺي آهي.

- جڏهن مان تو کي مائٽ ٿو چوان ته مان پاڻ کي ڌَڪِڪو ٿو ڪريان ۽ تو کي به.
- 1965ع ڌاري ريل تي سفر مڙيئي سجيهه هوندو هيو. هڪڙي پيري حيدرآباد کان لاڙڪاڻي ويندي گاڏي ۾ وينلن سان ڳالهيون ڪندي وڏيرن خلاف ڳالهائڻ لڳس. يارن جون اکيون ۽ ڪن مون ڏي هجن. گاڏيءَ سان گڏ منهنجو وات به هلي پيو. ڪلاڪ اڌ کان پوءِ وينلن مان مون جهڙي ئي هڪڙي غريب مون کان پڇيو ته پائوا ٻني گهٽي اٿئي؟ ورندي ڏني مانس ته هڪڙو ويسو به نه. همراهه پوءِ بينچن تي وينلن ڏي منهن ڪري چيو ته ادا! هن پائوءَ کي ٻڪ ڪرڻ ڏيو. پوءِ ته ابا! سجو گاڏو ڪِلَ ۾ ويڙهجي ويو.رڳو ٿهڪ ئي ٿهڪ هجن. مان پوءِ لاڙڪاڻي تائين چُپ. پوءِ مون کي دل ۾ ڏڪ لڳي ويو ته اسپارٽڪس چو هارايو هيو.
- حياتي مماتيءَ جي مامري ۾ گاهه ٻوٽي. وڻ ٽڻ، جيت جڻئي، پکي پکڻ توڙي جانورن ڪئون وٺي ماڻهوءَ تائين سڀ ڪنهن جيو جو هڪ جهڙو حال آهي. ماڻهو ڌار حيثيت سان ڪو نه ٿو جيئي. فصل کي نه لڻنداسين ته يا ته جهار پکي پکڻ ڪائيندس يا سَنگُ چِٽي ويندو. انَ کي جي ماڻهو نه ڪائيندو ته سُرو وننڌس يا ڪِولين جو ڪاچ ٿيندو. گاهه کي مال نه ڪائيندو

ٻڪريءَ، رڍ يا هرڻ کي يا ماڻهو کائي يا ڳجهه. ماڻهوءَ جو پنهنجو حال اهو آهي تہ يا تہ مٽيءَ ۾ پورجيس ٿو يا ساڙجيس ٿو يا جبل تي يا کوهہ ۾ اڇلائجيس ٿو. هاڻي تہ ڳالهہ اتي پهتي آهي جو ماڻهو مرڻ کان اڳ وصيت چڙهي ٿو وڃي تہ منهنجا ڪارائتا، ڪم ايندڙ انگ/ عضوا پلي وڍي ڪڍي ڪنهن گهرجائوءَ جي ڪم آڻجو. حياتي مماتيءَ جو ورجاءُ اهڙيءَ ريت ٿيندو اچي ٿو ۽ ٿيندو رهندو.

- وري وري اچڻ (جمڻ) ۽ وري موٽڻ (مرڻ - وسامڻ) واري خيال ۾ مونکي پڪ ٿي وئي آهي. پر جنهن ٽاڻي ۾ ماڻهو اڪ پٽي ٿو تہ اڪ ٻوٽڻ ٽائين ان ٽاڻي جي خيالن هندو مسلم سک عيسائي يا ڪنهن بہ ٻئي خيال جي مانڊاڻ ۾ جيئي ٿو.
- پورهيت پنيءَ اڳهاڙو ڪورٽ جي ڪارندن، وڪيلن، در تي بيٺل ڪوٺوار کان وٺي ويندي ٽپيدار، مختيارڪار، ٽاڻي ۽ اوطاق مسيت ۽ گاديءَ جو گڏيل شڪار آهي. انهيءَ ڪري ڏاريو اسان جي قوم خلاف مٿين ڏرين سان سڏو اٽسڌو ياڳي پائيوار آهي ۽ سٽيو گرهہ کائي ٿو.
- سردار وڏيرا...! جي مان تو سان گڏ ناهيان تہ تون ٽڪو نہ ٿو لهين. چڱو ٿئي تہ منهنجي ڏنل مانَ کي مِٺِيو سمجهہ. منهنجو ٿورائتو ٿيءُ.
- ننڍي هوندي بابا سان گڏجي اوطاق تي، ويو هيس تہ بابا پيار ڳاڙ ڌڪم ڏنو هيو تہ پُٽَ..! سائينءَ کي پيرين پَئُہ پر اڄ مان ايئين نہ ٿو ڪريان. نہ سائين ساڳيو نہ مان ساڳيو نہ پٽ ساڳيو ۽ نہ وقت ساڳيو.
- مان عبدالقادر جوڻيجي جي ڪنهن افساني ۾ سندس لکيل هي اکر اڄ ٽائين وساري نہ سگهيو آهيان جنهن ۾ سنڌ جي سماج ۾ زائفان جي حيثيت بابت چوي ٿو تہ "زال ذات جي ڪهڙي ذات".
- سنڌ ڪئون سندس نانءُ ڪسي ڪيس نئون نانءُ ڏيڻ بابت منهنجي اکين

هيءَ نَوَنِڻَ کيڏجندي ڏِني ۽ آسَروَندُ آهيان تہ منهنجون اکيون هيءَ نَوَنِڻِ ڊهندي ڏسنديون.

- منهنجي اکين سَنِ جي سائينءَ جي اکين ۾ آجپي جو اوسيئڙو ڏٺو هيو ۽ منهنجون اکيون سندس نيڻن ۾ نِرواڻُ ۽ سَرهاڻِ پسنديون. سنڌ جي قيديءَ لاءِ پهرين اپريل 1936 اجهو جاڻُ اچڻ واري آهي.
- وڏيري جي گارين ۾ نيمڪ حراميءَ واري گار بہ گهڻو ڪري هوندي ئي هوندي آهي. سوچجي تہ ڪير ڪنهن جو نيمڪ حرام آهي. هاري وڏيري جو يا وڏيرو هاريءَ جو.
- "جت ڪي ڏي پيار تہ جتيءَ سوڌو گلم تي." اها چوٽي چوڻ وارا! جڏهن ڏاندُ سِڱَ متائيندو تہ پوءِ پنهنجي گلم ڏي خير نہ سمجهجانءِ. سنڌ ۾ هڪ مذهبي ڏند ڪٿا آهي تہ هي ڌرتي ڏاند جي سِڱَ تي بيٺل آهي. جڏهن ڏاندَ جو سِڱَ ٿڪجي پوندو آهي تہ ڏاندُ سِڱَ متائي ڌرتيءَ کي ٻئي سِڱَ تي بيهاريندو آهي. سِڱَ متائڻ مهل ڌرتي ڏڏندي آهي. زمين تي زلزلو اچي ويندو آهي. سو ڏاندَ جو سِڱَ متائڻ معنيٰ ڌرتيءَ جو ڏڏڻ، انقلاب اچڻ.
- جوانڙا! واچوڙي جي ور چڙهي ويل پنهنجي مَنَهَن جو ڪَکُ بہ ڪوهنور سمجهہ. ترار جي تاوَ کي ڏسي پنهنجي ڪکن تئون هٿ ڪڍندين تہ پوءِ ٻُتَ تي پيل چولو بہ پرائو چوندئي.
- ملان! جيڪڏهن ڪي اوپرا، تراريون کڻي، تنهنجي گهر ۾ گهڙي اچن: کڻي جو تون مسلمان نہ هجين. پنهنجي گهر ۽ مال ملڪيت ۽ ننگن کي بچائيندي آيلن هٿئون مارجي وڃين تہ پوءِ بہ تون ڪافر ۽ پاڻ کي مارجڻ جو حقدار ۽ انهن کي غازي سڏيندين؟: چو جو ڪلمو پڙهي، الله اڪبر جو نعرو هڻي پرائي گهر ۾ گهڙيا هئا.

- هر ڪنهن کي پنهنجي گهر جو حال ساريو پيو هوندو آهي، پر آڱريون پين ڏي کڻندو آهي.
- ملان کان اڳي جڏهن وات ڳاڙهو سوال ڪندو هيو تہ سائين! هيءَ ڳالهہ ڪيئن ۽ چو؟ تہ ملان پنهنجي اٽڪاٽائي لڪائيندي، کيس چڙٻ ڏئي چوندو هيو تہ بئيمان! الله جي ڳجهہ ۾ هٿ نہ وجهندو ڪر. وات ڳاڙهو ماٺ ٿي ويندو هيو پر سندس سوال نيروليءَ جي ڪُنَ ۾ گهمندڙ لٺ وانگر متي ۾ پيا ڦرندا هيا-

پر جيئن تہ هاڻي سائنس سماج ۾ پير کوڙيندي ٿي وڃي ۽ سوالن جا جواب ثابتين سان ڏيندي ٿي وڃي تہ وات ڳاڙهو ملان ڏي نهاري ئي نٿو- هاڻي ملان جهڙو آهي تهڙو ناهي- ڪمپيوٽر ۽ انٽرنيٽ زمين آسمان جي سموري پراڻي توڙي نئين ڄاڻ کي اکين آڏو آڻي بيهاريو آهي-

- سنڌ جي لوڪ ادب ۾ بادشاهن جي آکاڻين ۾ هيءَ ڳالهہ گهڻوڪري پڙهبي هئي تہ شهزادو جڏهن وڏو ٿيو تہ ملڪ جا وڏا وڏا پڙهيل عالم سڳورا کيس پڙهائڻ لاءِ آندا ويا-'پوءِ جڏهن شهزادي پڙهي پرجهي چيهہ ڪيو ۽ گهوڙي تي چڙهي گهمڻ جهڙو ٿيو تہ سندس استادن کيس نصيحت ڪئي تہ شهزادا! ملڪ جون ٽي ڪنڊون پلي گهم پر چوٿين ڪنڊ ڏي نہ وڃجانءِ- شهزادي کٽي جو چوٿينءَ ڪنڊ ڏي نهاريو تہ انهيءَ چوٿين ڪنڊ ڏي رڳو اوندهہ ئي اوندهہ هئي جنهن بابت سندس استادن عالمن سڳورن کي بہ خبر نہ هئي تہ انهيءَ اونده ۾ ڇا آهي؟ پوءِ شهزادو گهوڙي تي چڙهي چوٿين ڪنڊ ڏي ڪاهي پيو ۽ ويو ڳجهہ جون ڳنڍيون ڇوڙيندو. گهوڙو اڄاتائين ڊوڙي رهيو آهي. گهوڙو ڪٿي چيهہ ڪندو؟ خبر ناهي.
- ڏسندڙ کي راند پاڻ ڏي ڇڪيندي آهي-

- جيڪڏهن پڙ ۾ ويهڻ جي سگهه نه هجي ته پوءِ به پاسيرو ٿي به پڙ ۾ ٿيندڙ ويڙهه ڏي نهارجي- ايئين ڪرڻ سان ماٺهو پڙ ۾ بيٺل پنهنجن سان گڏ هوندو ۽ پڻ ايئين ڪرڻ سان، پڙ ۾ بيٺل پنهنجن ڏي ڏسڻ سان، وطن ڪارڻ ويڙهه ۾ ڪنهن به طرح سان، ڪهڙيءَ ريت به ڀاڱيدائيوار ٿيڻ وارا ويچار سگهارا ٿيندا- وطن لاءِ وڙهڻ کان ڪن لاتار ڪندڙ نيٺ هيڪلو ٿي پارڻ به لوڙيندو آهي-
- اهو هڪ سوال آهي ته جنهن جوان پڙَ کي پارُ ڏئي ڇڏيو تنهن ڪتيو يا هارايو؟
- جيڪو به ڏاريو وطن وارن سان وڙهندو تنهن کي نيٺ مٺو پوندو. ته رڪ جا ڇٽا ڇپاڙي ناهن سگهبا-
- جوت جڏهن جوانيءَ جي چاڙهيءَ تي چڙهندي آهي ته مڃي به ڏيک ڏيندي آهي- وک ڪٽڻ ۾ مڃي خيالن ۾ پنهنجي وات کي چٽي ۽ سنئين وات سمجهڻ جي مڃي، ڪنهن جي به پرواهه نه هجڻ جي مڃي.
- لاڙڪاڻي ۾ وڪالت ڪرڻ لاءِ مون نومبر 1979ع ۾ ڪراچي ڇڏي، لاڙڪاڻي پهتس ته مون لاءِ ڏچو پيدا ٿيو اهو ته مونکي ٽاءِ ٻڌڻ نٿي آئي- (ٽاءِ ٻڌڻ وڪيل لاءِ ضروري آهي). ان مهل منهنجي ڄمار لڳ ڀڳ ٻائيتاليهه ورهيه هئي. سو هڪڙي ڏينهن لڄي ٿيندي، ڪورٽ ۾ سائين سوڀي گيانچنداڻيءَ کي ڪن ۾ چيم ته سائين! مونکي ٽاءِ ٻڌڻ نٿي اچي- چيائين ته سانجهيءَ مانوٽ اچجانءِ. سانجهي ٿي ته سائينءَ جي گهر سندس چئمبر ۾ پهتس (وڪيل جي ڏنڌي واري دوڪان يا اوطاق کي چئمبر چئبو آهي) سائينءَ حڪم سان پنهنجي سامهون واري صوفي تي مونکي وهاريو. چيائين ته مونڏي نهارءِ پوءِ هوريان هوريان ٽاءِ کي ڪنڌ ڪئون ورائي ٻنهي هٿن ۾ جهلي وراڪا ڏئي ٻڌي وري ٽاءِ ڇوڙي وري

ٻڏندو ويو. مان پوري ڏيان سان تاءِ کي ٻڏجندو ۽ چڙندو ڏسندو رهيس. جڏهن سائينءَ چوٿون پيرو تاءِ ٻڏي ۽ چوڙي تہ تاءِ مونکي ڏئي چيائين تہ هاڻي تاءِ ٻڏي ڏيکار. مان تاءِ ٻڏي ويس. اهڙيءَ طرح چار پيرا سائينءَ تاءِ ٻڏرائي. پوءِ اها تاءِ مونکي ڏئي چيائين تہ مونکي بہ 52 ورهين تائين تاءِ ٻڏڻ نہ ايندي هئي ۽ پوءِ جڏهن وڪالت ڪرڻي پئي تہ تاءِ ٻڏڻ سکيس.

- ڏارئي سان پاڻي ڪجي، سڱ سڄاڻي ڪجي.
- ڏارئي جي وڃي خبر چار پر پنهنجي سان ڪن لاتار.
- ننگر جهڙو يار ڪونهي، ٻڏيءَ جهڙو هٿيار ڪونهي.
- هڪڙا ماڻهو وطن جا شهيد، ٻيا سچ چوڻ تي شهيد ۽ ٽيان حالتن جا شهيد.
- ميوو منڊائتو ڀلو ڏڪ هنڌائتو ڀلو.
- ڪراڙو ڪمءَ وانگر هلي، چوڪرو شينهن وانگر ڊوڙي.
- درياهہ کي پاڻي کپي، هيءَ رات وهاڻي کپي.
- رج وٽ پاڻي ناهي، سانجهيءَ وٽ سوجهرو ناهي.

رات وٽ روشني ناهي، ڏارئي وٽ ڏرتي ناهي.

- 1974 ڌاري، پنهنجي ڪنهن ڪچهريءَ ۾ شهيد ذوالفقار علي خان ڀٽي سائين جي ايم سيد بابت چيو تہ پاڪستان جو دشمن آهي، جيسيتائين جيئرو هوندو ٻاهر ڪون ڪڍندومانس. اها ڳالهہ ڪنهن چيٽي- پوروءَ سائينءَ جي ڪن تائين پهچائي. سائينءَ موٽ ڏيندي چيو تہ پاڻ هوندو ئي ڪو نہ. تاريخ ٻڌائي ٿي تہ ٻنهي ماڻهن جيڪي ڪجهہ هڪ ٻئي لاءِ چيو اهو سچ ثابت ٿيو. پوءِ سائين پنهنجي ويل وقت ڏي نهاري چيو تہ جيڪو ڏوهہ ڪيو اٿم تنهنجي سيڪت الائي ڪڏهن پوري ٿيندي؟ اهي اُهي ڏينهن هيا جڏهن مون سنڌ جي انهيءَ پنهون کي پنهجو پُورُ ڪيو

هيو. پر اڳتي هلي مان سسئي تي نہ سگهيس. پر جنهن پنهونءَ کي مون پُورُ ڪيو هيو سو پنهون پاڻ سسئي هيو. سنڌ لاءِ سسئي! سسئي تي ساهہ ڪنيائين سسئي تي ساهہ ڏنائين.

- ڏائڻ نہ ماءُ هوندي آهي نہ ڌيءُ، نہ پيڻ ۽ نہ وري زال. ڏائڻ ڏائڻ هوندي آهي. ڪيس گهر ۾ نہ ڪنهن جو ڪلڻ وٺندو آهي ۽ نہ خوشي. ڏائڻ رات جو اتي مقام ۾ ويجي مثل ماڻهن جا هنيانوَ ڪڍي ڪونہ چباڙيندي آهي پر پنهنجي گهر ڀاتين جا هنيانوَ پڻي چباڙيندي آهي. ماڻهوءَ جو سياءُ جمڻ کان وٺي مرڻ تائين متائي نہ سگهبو آهي توڙي جو ڪيس پوٿيون پڙهائجن. ڏائڻ رڳو زائفان نہ ٿيندي آهي پر مرد بہ ڏائڻ ٿيندا آهن. اتهاس/ تواريخ ۾ علاؤالدين خلجي، چنگيز خان، تيمور منڌو، موڪو ميربحر، روباراڻي، مدينا ماچاڻي، (ڄام نظام دين عرف ڄام نندي جي زال) اهڙا نالا آهن جن کي ڏائڻُ يا ڏائڻِ چئي سگهجي ٿو.
- هند سنڌ جي اتهاس / تواريخ ۾ بہ زائفائون پنهنجي يارن سان گڏ مشهور ٿيون. هڪڙي راڌا جيڪا ڪرشن جي نالي سان ڳنڍجي وئي جيتوڻيڪ ڪرشن جي زال رڪمڻي هئي. مندر ۾ ڪرشن جا پوڄاري پهريائين راڌا جو نالو وٺي پوءِ ڪرشن جو نالو وٺندا آهن.

راڌي شيام يا راڌا شيام.

ii. ٻي زائفان هئي سهڻي. سندس مڙس جو نانءُ تہ ڏم هيو پر مشهوري ماڻيائين ميهر سان محبت جي ڪري اڄ تائين لوڪن جي وات تي آهي سهڻي ميهار.

- همراهہ ڪنهن ڳالهہ تي ڪاوڙ ۾ اچي پنهنجي جوءِ کي ڪچيون گاريون ڏيڻ لڳو. زال ڪلي چيس تہ"هونءَ تہ هونءَ" پر گارين ۾ بہ مونکي خوش ٿو ڪرين.
- مان وري وري نانهن ۾ ويندڙ ۽ وري وري موٽي ايندڙ جيو آهيان. جيئن وقت فاني ناهي تيئن مان بہ فاني ناهيان. جيئن وقت سدائين رهندو تيئن مان بہ سدائين رهندس، نون نالن، نانون ۽ نون نيڪامن سان. بهشت دوزخ سرڳ نرڳ، ڪٽيل رتيل، ٻڌايل ماڳ، انت جا اهڃاڻ سڏجن ٿا. پر سچ اهو آهي، منهنجي سمجهہ پٽاندڙ ٿاٽو ۽ مان اننت آهيون.
- اسان سنڌي ماڻهو جيتن جڻين جهنگ جي جانورن ۽ پکي پکڻ وانگر آهيون ۽ انهن سان گڏجي جيئون ٿا. اسان ڪکاون گهرن ڪچن ڪوٺن چوٺرن ۾ رهندڙ ڪُتِ خلق آهيون. رُکي سکي اجا تائين اسان وٺان وٺي ناهي. اسان اشرف المخلوقات ناهيون. پورهيت ۽ هاري ڪڏهن بہ اشرف المخلوقات ناهي ليکبو. اڄوڪيءَ سنڌ ۾ اشرف المخلوقات آهي يا تہ ڏريئون ٿي ڏاريو يا وري اوطاق، مسيت، گاديءَ جو ٽِڪندو. پر پيارا! وقت بادشاهہ سدائين ساڳئي ستاوَ سان ناهي هلندو. نيٺ، اسان بہ جيڪي هاڻي ڪُتِ خلق آهيون، اشرف المخلوقات ٿينداسين.
- درٻاري ۽ درٻار کي ويجها ماڻهو ئي اشرف المخلوقات هوندا آهن، سنڌ جي ٽڪنڊي (اوطاق، مسيت، گادي) وارا ماڻهو جيئن تہ طاقت جي سرچشمي، درٻار کي ويجها هوندا آهن ۽ ڪُتِ خلق جا اصلي ازلي دشمن آهن تنهن ڪري کين اشرف المخلوقات سمجهڻ کپي. جيسيتائين اهي نہ ڍهندا تيسيتائين سنڌ نہ ٺهندي.
- هاڻي سائنسي کوجنائن جا ڦل کائيندي اشرف المخلوقات مخلوقات

کي تباھيءَ ڏي ڌڪيون ٿي وڃي. جيوت جي سونھن وڃي ٿي گھٽبي. بم بارود جا ڪيترائي قسم ماڻھوءَ سوڙو جيت جٽيي پکي پکڙ وڻ ٻوٽي کي وڃن ٿا ختم ڪندا.

- پنھنجي اٽپوري سمجھہ ۾ ٿورڙي چاڻ انوسار سمجھان ٿو تہ ماڻھوءَ جي ماڻھپي نفسيات سياوَ ذھن بابت جيترا پڪاپختا خيال ھوميوپيٿيءَ ڏنا آھن اوترا پڪا خيال ٻئي ڪنھن بہ طب يا نفسيات جي ڪتابن نہ ڏنا آھن.
- محمود غزنوي، محمد غوري، چنگيز خان، تيمور منڊو بابر، اورنگزيب، نادر شاھہ احمد شاھہ ابدالي جھڙا نالا ڳڻپ ۾ اچن ٿا. اھي اھڙا ماڻھو ھئا جن جي من ۾ ھڪ تہ رڳو آنڌ مانڌ بيقراري بي چيني رھندي ھئي ٻيو تہ چئي نہ سگھبو تہ سندن ٻي وک ڪڏھن ۾ ڪيڏانھن کڄندي ۽ ٽيون تہ ظلم ڪرڻ ڪنھن کي ڏکوئڻ منجھان ڊاپندا ڪونہ ھئا. توھان اھڙن ماڻھن اھڙي سياوَ وارن کي پلي ماٺ ۾ ڏسو پر انھيءَ ماٺ ۾ بہ سندن من ۾ خيالن، چاڪريان چانہ ڪريان جي، سانوڻيءَ جي درياھہ وانگر ولوڙ ھوندي. اوڙي پاڙي ڳوٺ راڄ ۾ نھاريندئو تہ اھڙا سياوَ مزاج ذھن توھان کي ڇتا ڏسڻ ۾ ايندا. اھڙن ماڻھن منجھان چڱائي ڀلائيءَ جي اميد آسرو رکڻ ايئين آھي جيئن ٻبرن کان ٻير گھرڻ.
- ٻين سياويڪ ڳالھين سان گڏ سنگت چڏي يا گھاتي ٿيندي آھي ملندو رھڻ سان.
- 1943 ڌاري، ڪن گھرو ٻيوسائن سبب، مون حيدرآباد ڇڏڻ پئي گھري. ڀائو حميد سنڌي، جيڪو پوءِ خيرپور يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسيلريءَ تائين پھتو پنھنجي بابا سائين سيٺ محمد اسمائيل ميمڻ کي، جيڪو تڏھن ضلعي لسٻيلي جو ڪليڪٽر (ڊپٽي ڪمشنر) ھيو

چيو تہ بابا! منهنجي سنگتي خادم حسين ابڙي کي لسٻيلي ۾ نوڪري ڏيو. سيٺ محمد اسماعيل ميمڻ کي پنهنجي نالي سان گڏ سيٺ انهيءَ ڪري سڏيو ويندو هيو جو نوشهري فيروز جي هن گهراڻي کي سيٺيون سڏيو ويندو هيو. ضلعي لسٻيلي جي آفيس تڏهن حب چوڪيءَ تي هوندي هئي. سيٺ صاحب مهرباني ڪري مونکي لئنڊ سيٽلمينٽ ۾ اڪائونٽنٽ ڪري رکيو. هي اهي ڏينهن هئا جو سنڌي ٻروچن پناڻن جي ملڪيتن تي سڌي قبضي لاءِ پهريائين تہ ون يونٽ ٺاهيو ويو ۽ پيو تہ ون يونٽ جي فائدن کي تڪڙو پنجاب جي جهوليءَ ۾ وجهڻ لاءِ 8.10.1958 تي ملڪ تي مارشل لا آندي وئي. جنهن جي هٿ ۾ بندوق هوندي آهي انهيءَ ماڻهوءَ وٽ نہ عقل هوندو آهي ۽ نہ ئي وري عقل جي گُهرج. هاڻي جڏهن مان هي ۾ اکر لکي رهيو آهيان تہ سمجهان ٿو دروپديءَ جي پانڊون وڏي ڏاڍ ۽ دوکي سان اسلامي پاڻيءَ کي ٻن ڏيئي جيڪو تڏهن پوکيو اهو هاڻي لٽڻ ڏي وڃي رهيا آهن.

ڳالهين ڪندي حميد سنڌي ياد آيو آهي تہ پائوءَ بابت هت ٻي بہ هڪ اڌ ڳالهہ ڪندو هلان. 1964 جي سانوڻ جي منڊ ۾ بہ ناميارا اديب اتم ۽ سندس ونِي سندري ويزا وٺي سنڌ ۾ پنهنجا اباڻا ڪک ڏسڻ آيا هئا. حميد ڪڏهن ڪڏهن ابي امان سان رسندو پرچندو بہ هيو. توڙي جو جوان هيو پر پوءِ بہ ٻار ماءُ پيءُ اڳيان ڪڏهن بہ وڏا ناهن ٿيندا. سدائين ٻار هوندا آهن. حيدرآباد جي هيرآباد جي روپ محل ۾ بہ ماڙ تي حميد جي جاءِ هئي. پائو حميد جيئن تہ ڪامورڪو ٻارهوندي بہ سنڌ جي ادبي لڏي سان پاڻ کي سلهاڙي چڪو هيو سو ٻنهي ڪالهہ جي سنڌ جاون اڄ جي سنڌ آيل ادبي ماڻهن جي مان ۾ انهيءَ روپ محل ۾ ماني ڪئي هيائين. اهي ڏينهن جون جولاءِ جا هئا. منهنجي چنڙن جو يار ناصر

موراڻي پڻ انهيءَ آجياڻي ۾ آيو هئو پر ڪوٽ پائي آيو. جمال رند پڇيو چرچي جي نيت سان وڏي ٽيرس مان ناصر موراڻيءَ کان تہ ناصرا ههڙي گرميءَ ۾ تون ڪوٽ ڇو پائي آيو آهين؟ ناصر جواب ڏئي ئي ڏئي تنهن کان اڳ امداد حسينيءَ مرڪندي جمال رند کي ٻڌايو تہ ادا! ناصر ڪوٽ انهيءَ ڪري پائي آيو آهي جو ڦاٽل قميص ڪانهيس. بس پوءِ تہ سائين سنگت جا ٽهڪ بس ئي نہ ڪن.

- ايئين ٿي گهڻا ورهيہ پوءِ، امداد حسيني گرومندر ڪراچيءَ ۾ مونکي اوچتو ملي ويو. مان خوشيءَ وچان ويس ڪانئس سانده سوال ڪندو. امداد پائو! هاڻي ڪاٿي رهندو آهين. ڪرين اڄ ڪلهہ ڇاٿو............ تہ مرڪي پڇيائين تہ (CID ۾) نوڪري ملي اٿئي ڇا؟
- اڄ سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد جي لڏي جي ڳالهين جا ڪبوتر منهنجي اکين آڏو نچي رهيا آهن دل چوي ٿي تہ توهان کي هيءَ ڳالهہ بہ ٻڌائيندو هلان. حيدرآباد رسالا روڊ تي آمهون سامهون بخارا هوٽل ۽ ڪراچي هوٽل هوندا هيا. ورهاڱي کان پوءِ اڌ پادر جيڏا وڏا سمبوسا بہ بخارا هوٽل ۾ لڏي آيا هئا. سنڌي ادبي سنگت جو لڏو گهڻو ڪري سانجهيءَ جو ڪراچي هوٽل ۾ اچي وهندو هئو. ان وقت جي سنڌي اديبن شاعرن. شمشير حيدريءَ سوڌو اهو سچ سمجهي ورتو هيو تہ هي جو ٻاهرئون آيل اردو ادبي لڏي جا ماڻهو ڪاري چانهہ جو ڪوپ پري ۽ پوءِ هڪ ڦڙو کير جو منجهس وجهي پوءِ اها ڪاري چانهہ پيين ٿا تہ اهڙي ۽ ايئين چانهہ پيڻ سان لڳي ٿو تہ اديب شاعر جو عقل اڌرڻ لڳي ٿو. سو اسان وارا يار بہ ايئين ٿي لکنئوءَ وارن جي واٽ تي هلندي ڪاري چانهہ سان ڪوپ پريو، انهيءَ ۾ هڪڙو ڦڙو کير جو وجهي چانهہ پيئڻ لڳا هئا. کير جو ڏونگهو اوتري جو اوترو پريل پيو هوندو هئو. مان وري انهيءَ کير

جي ڏونگهي ۾ هڪڙو ٿڙو ڪاريءَ چانهه جو ۽ چار چمچا کنڊ جا وجهي سنگت سان سن مک ٿيندو رهندو هوس ۽ سنگت ڏند ٽيڙي مونڏي پٺي ڏسندي هئي.

نيٺ هڪڙي سانجهيءَ مونڏي ڏسندي ڏسندي جمال رند ٿهڪ ڏئي چيو تہ اسان جي سنگت ۾ هيءُ خادم حسين ابڙو آهي عاشق ڪير- پياڪ. سنگت وارا منهنجي انهيءَ حال ۽ جمال جي ڳالهہ تي ڏاڍو کليا. پوءِ سنگت وٽ مونتي نالو پئجي ويو عاشق ڪير- پياڪ. هاڻي جڏهن پوئتي نهاريندي پنهنجا ڏينهن راتيون سارڻ لڳو آهيان ۽ وڏي عجب سان هيءَ ڳالهہ سمجهڻ لڳو آهيان تہ جمال تہ چرچي ۾ مونکي ڪير- پياڪ سڏيو پر اهو جمال جي واتئون نڪتل چرچو سورهن آنا ساپيان ۽ سچ هئو ۽ اها تقدير هئي منهنجي مون بابت. مان اڄ تائين ڪير- پياڪ بار ئي رهيو آهيان!

وکون کڻندي کڻندي ڪڏهن بہ اهو سمجهي نہ سگهيس تہ ڪريان ڇاتو ۽ ڪيڏانهن ٿو وڃان. ڪٿيءَ جا نتيجا ڪهڙا نڪرندا. هاڻي اتي مان ڪٿيءَ جي ڪُنَ ۾ ڦاسي پيو آهيان ۽ وري ٿورو پوئتي موٽندي دل چوي ٿي تہ توهان سان هڪڙي ٻي ڳالهہ بہ ڪندو هلان.

مئٽرڪ پاس ڪري موري مان ماما وٽ حيدرآباد آيس. ماما ايريگشن کاتي ۾ نوڪري ڪندو هيو. سندس سياءُ ۽ ڳانڍاپو علاما عنايت الله مشرقيءَ جي خاڪسارن سان هئو. ماما مونکي پاڻ وٽ ڪلارڪي وٺرائي ڏني. نوڪريءَ جي الا توهار ٢٢٠٠٦٠١٩٥٦ (22.6.1956) تي تي. نوڪري ڪندي هڪڙي ڏينهن ٽائيپنگ برانچ جي انچارج هالن جي ويٺل احمد علي قريشيءَ سينئر ڪلارڪ ڪنهن ڳالهہ تي مونکي ڇڙٻون ڏنيون. مان ڪيس ڇڙٻن جي موٽ نہ ڏيئي سگهيس، ڪنهن ڇيٽي-پوروءَ اها ڳالهہ ماما کي

اچي ٻڌائي. ماما مونکي سڏي چيو تہ استيفا ڏئي ڳوٺ موٽي وڃ. سوالي اکين سان ماما ڏي نهاريم تہ ڇو ماما؟ ماما چيو تہ هت هن آفيس ۾ جنهن کي وٽندو توکي ڇڙٻون ڏيندو ۽ تون ٻوٽ پيلوڪري ماٺ ڪري اچي ڪرسيءَ تي وهندين؟! مون ڪنڌ هيٺ ڪري ماما جا اهي اکر دل ۾ رکي ڇڏيا. ٿورن ڏينهن کان پوءِ ماما مهينو کن ڊگهي موڪل ورتي. انهيءَ مهيني کن ۾ مون آفيس ۾ رڻ ٻاري ڏنو. هِن سان جهيڙو هُن سان تڪرار اجايا سجايا ڏند چڪ، آفيس وارا مون منجهان بنهہ ڪڪ ٿي پيا. رڳو انهيءَ اوسيئڙي ۾ هجن تہ اچي محمد صالح تہ ڪيس دانهن ڏئي هن همراهہ مان جند ڇڏايون. انهيءَ وچ ۾ هڪڙي سينئر ڪلارڪ مونکي سڏي پنهنجي سامهون وهاريو. سندس نانءُ هئو ايم اي ڪافي ايم اي. محمد احمد ڪافي ايم اي. پهرين ايم اي ۾ سندس نانءُ ۽ ڪافيءَ کان پوءِ ٻي ايم اي سندس ڊگري. قد ڪاٺ ۾ ڊگهڙو سنهڙو ۽ رنگ ۾ ڪوئلو. مونکان پڇيائين تہ تنهنجو نانءُ ڇاهي. وراڻيو مانس تہ توسان گڏ مهينن کان نوڪري ٿو ڪريان، توکي منهنجي نالي جي خبر آهي، پوءِ بہ تون اڄ مونکان منهنجو نالو ٿو پڇين................ڇو؟ مسٽر ڪافيءَ پيار پريل حاڪميت سان پنهنجو سوال ورجايو جواب ڏنو مانس تہ منهنجو نالو آهي خادم حسين. صلاح ڏنائين تہ پنهنجو نالو مٽاءِ. ڇو نالو مٽايان پنهنجو؟ ............... همراهہ پنهنجي نصيحت ورجائي ........... پنهنجو نانءُ مٽاءِ! پڇيو مانس تہ ڪافي صاحب! ڪو سبب ڪو ڪارڻ تہ ٻڌاءِ پنهنجي انهيءَ صلاح انهيءَ نصيحت جو. مسٽر ڪافيءَ چيو تہ توکي خبر ناهي تہ حسين سان ڇا ٿيو؟ مونکي 13.10.680 عيسويءَ واري جمعي جي ڏينهن ڪربلا ۾ امام عالي مقام سان سندس ڪهول ۽ سندس سنگتين ساٿين سميت ٿيل واردات ياد آئي............ پر مسٽر ڪافيءَ جي ڳالهہ اجا بہ ڊول

۾ نہ ويئي. مان ڏانھس ڏسندو رهيس، نيٺ ڳالھہ سمجھائيندي چيائين تہ
ڪربلا ۾ وقت حسين سان ايترو ڪجھہ ڪيو اهو تہ حسين هئو تون تہ
حسين جو خسيس خادم آهين. جيڪڏهن پنهنجو نالو نانءُ نہ مٽائيندين ۽
خادم حسين ٿي رهندين تہ پوءِ جوان! حياتيءَ ۾ سک نہ ڏسندين. مسٽر
ڪافيءَ جا اهي ٻول ٻڌي منهنجا ٿپ ٿري ويا. ڪن پل تہ ماٺ ٿي ويس.
جهٽ ڪن ڪان پوءِ چيومانس تہ مسٽر ڪافي! مونٽي اهو خادم حسين نالو
اهڙي ماڻهوءَ رکيو آهي جيڪو منهنجو پيءُ بہ آهي تہ امان جي ئي جيئري
منهنجي ماءُ بہ آهي. تنهن ڪري منهنجو فيصلو اهو اٽَئي تہ پلي ڪٽي
حياتيءَ ۾ مونسان ڇا بہ ٿئي پر مان بابا جي رکيل انهيءَ نانوَ سان ئي
جيئندس ۽ انهيءَ نانوَ سان نباهي چڙهندس. مان پوءِ اٿي وڃي پنهنجي
ڪرسيءَ تي ويٺس. ڳالھہ آئي وئي ٿي وئي. پر هاڻي پوڙهي نهاريندي لڳي
ٿو تہ مسٽر ايم اي جي ڪافي ايم اي جي مون بابت اڳڪٿي سورهن آنا سچ
نڪتي. مان پوءِ پنهنجي باقي حياتي پل چڪ جي اهڙي پيچري تي پنڌ
پيس جو مونکان سک رسي ويو. ويندي اڄ تائين! ۽ پڻ تاريخ ڏي ڏسندي اڄ
تائين انهيءَ انسني ۾ آهيان تہ جن بہ ماڻهن جي نانوَ سان حسين ڳنڍيل
آهي انهن ماڻهن گهڻو ٿڪو خوشيون ڪو نہ ڏٺيون.

- 1980 واري ڍاڪي جي پوئين اڌ ۾ هڪ پيري شيخ اياز لاڙڪاڻي ڪورٽ ۾ آيو. سائين سوڀي گيانچندڻيءَ سانُس منهنجي سڃاڻپ ڪرائيندي کيس ٻڌايو تہ هي آهي خادم حسين ابڙو Grown up boy (بالغ ڇوڪرو). مونکي سائين سوڀي جا مون بابت اهي چيل لفظ دل سان لڳا ڇو تہ 1974 ڌاري منهنجو سلفر طاقت ڏهہ هزار ( Sulpher Potency 10 M) کاڌل هئو ۽ مان مٿين دوا جي اثر ۾ هلي رهيو هوس.
- 1960 ڌاري حيدرآباد جي صدر جي علائقي ۾ هڪ سانجهيءَ جو سنڌي

ادبي سنگت ڪڇهريءَ ۾ سنڌ جي مهان اديب شاعر ريڊيو پاڪستان حيدرآباد ۾ نوڪري ڪندڙ آغا سليم پنهنجي هڪ ڪهاڻي پڙهي هئي. جيڪا هڪ اهڙي ڇوڪريءَ بابت هئي جنهن جي سياوَ ڪي سمجهڻ سندسِ گهرياتين جي وس ۾ نہ هيو. اها ڪهاڻي سنڌي ادبي سنگت جي ڪڇهريءَ ۾ ويٺل يارن ڪي بہ سمجهہ ۾ نہ آئي تہ ڪهاڻي جو ليڪڪ نيٺ ٻڌائڻ چا تو گهري. اسان سيني پنهنجي پنهنجي سمجهہ آهر ساڳي ڳالهہ ڪئي تہ آغا سليم جي هيءَ ڪهاڻي اسان جي ٽيڪاٽپڻيءَ کان چڙهيل آهي. آغا سليم سندس ڪهاڻيءَ بابت رايا ٻڌي صَفا وسامي ويو. سائين محمد ابراهيم جويي صاحب ڪهاڻيءَ ۾ ڪم آيل لفظن ۽ جملن جو چيد ڪري ڪهاڻي ويٺلن کي سمجهائي. اتي آغا سليم کي جڻ تہ ساهہ پئجي ويو تہ ڪو تہ آهي هن ڪچهريءَ ۾ هن منهنجي ڪهاڻي کي سمجهڻ وارو! سو امالڪ رڙ ڪري چيائين تہ سائين جويا صاحبا مون هيءَ ڪهاڻي آندي ئي رڳو توهان کي پڙهي ٻڌائڻ لاءِ هئي. مون بہ دير نہ ڪئي آغا سليم کي چيم تہ پوءِ تون اها ڪهاڻي پڙهڻ لاءِ هتي ڇو ڪٺي آئين. توکي تہ کپندو هو تہ اها ڪهاڻي ٽپال ۾ سائينءَ ڏي موڪلين ها. بس پوءِ تہ ٺهڪ ئي ٺهڪ. آغا سليم ڪاوڙ ۾ مونڏي نهاري چپ ٿي ويو. سائين جويو صاحب بہ مرڪڻ لڳو. منهنجو اهو ڏوهہ آغا سليم ڪڏهن بہ نہ بخشيو. واٿ پنڌ تي جتي جڏهن ملئون تہ چوندو هو آ نقاد صاحبا مان ڪلي ڪٺي پاڪر پائيندو هو مانس. اهي هيا تڏهوڪي حيدرآباد جا ڏينهن اهي صبح اهي سانجهيون.

← لڳي ٿو تہ ڌرتيءَ تي رهندڙ قومن ۾ گهٽي ۾گهٽو چرچو چرچي جو هنر ۽ ڏانءُ سنڌ جي ماڻهن وٽ سجيهہ آهي. چرچو ڏکن سورن کي پنيءَ پاڏهون اچلائي، ٺهڪَ ڏئي جيئڻ جو وڏو هنر آهي. چرچي ۾ بہ ڏاهپ ايئين ئي

چوٽ تي هجي ٿي جيئن ڪنهن فلاسافر جي ڳنڀير تا ۾. ڪنهن ماڻهوءَ جي هلڻ گهمڻ، ڏسڻ وائسڻ، ڳالهائڻ جي ڏانوَ بابت ڳالهائيندي يا سندس حالت تي، چرچو ڪندڙ انهيءَ ماڻهوءَ جي تصوير اهڙي تہ نموني چٽي ويندو آهي جو ٺهڪ تہ ٺهڪ پر ڏاهپ بہ واهہ جو هوندي آهي سندس انهيءَ لفظن جي اُٿتِ ۾. اهو ايئين انهيءَ ڪري آهي جو سنڌي ماڻهوءَ وٽ ڏک سور گهڻا هجن ٿا. ٽڪنڌي (اوطاق مسيت گاديءَ) ڪي چڏي ڪو بہ ماڻهو گهڻو ٽڻو ڏکن ڪان پالهو ڪونهي. لطيف سائين سندن سورن ۾ ياڱيپائيوار ٿيندي چوي ٿو تہ ڏنا جي ڏاتار جهوليءَ پائي مون جهليا. سنڌي ماڻهوءَ ۾ متيءَ ماءُ جي سهپ جيتري سهپ هجي ٿي. ۽ چاڪاڻ تہ سُور ماڻهوءَ ۾ سهپ ۽ سمجهہ وڌائن ٿا تنهن ڪري ئي سنڌي قوم وڏن لاهن چاڙهن ڪان پوءِ بہ ميسارجڻ ڪان بچي وئي آهي. ڪُتِ خلق ايامن ڪان اهاڳالهہ سمجهي ورتي آهي تہ

ڪڏهن ٿجي واٽُ

ڪڏهن پئجي ڪَنُ تي

ڪڏهن ٿجي ڪات

ڪڏهن ٿجي ٻڪرو

- سنڌي ڏاهو آهي ۽ اها ڏاهپ ڪيس ڏکن ڏني آهي. ڏاهپ سهپ ڪي ۽ سهپ ڏاهپ ڪي وڌائي ٿي. اهي ٻئي وڏا گڻ سنڌ ڪي اتهاس (تاريخ) ڏنا آهن. ۽ اهي ٻئي گڻ ايئين پنهنجي پاڻ ۾ سلهاڙيل آهن جيئن واڍ جون سنهڙيون نوڙيون.
- شال نہ ڪسجن. دلگهريا گهرجن ٿا. تنجڻن ۾ بہ. ٻالپڻ ۾ بہ. سامائجڻ ڪان پوءِ بہ ۽ ڪراڙپ ۾ پڻ.
- ڳالهائڻ مهل ماڻهو ٻار تي ڳالهائي چاڪاڻ تہ ٻار سچ ڳالهائيندا آهن.

ٻڌڻ وقت بہ ماڻھوءَ کي گھرجي تہ ٻار تي ٻڌي چو تہ سچ سمجھڻ لاءِ ٻاروس ڪندا آهن.

- ماڻھو ڪِولِ جيترو جيئي يا ھاٿيءَ جيترو پر وکون وطن وارن لاءِ ڪجھڻ ڪپن.
- قرآن شريف ۾ ڪنهن هنڌ لکيل آهي تہ تنهنجي گھرج کان گھڻو جيڪي بہ تو وٽ آهي اهو تو وٽ گھرجائو ماڻهن جي امانت آهي. تون اها ڳالهہ ڪٿي نہ بہ مڃين ۽ اهو چوين تہ تنهنجي ڪمايل ملڪيت تنهنجي آهي تہ پر پوءِ بہ تون اهو ڏس تہ تون ائن پھرن ۾ ماني رڳو تي پيرا ڪائي سگھين ٿو. اوچڻ بہ وڏ ۾ وڏ ٽي پيرا. تہ پوءِ اهو چو نہ ٿو سمجھين تہ گھرج کان وڌيڪ جيڪي ڪجھہ تو وٽ آهي اهو تنهنجو ناهي, تولاءِ نہ آهي, تنهنجي ڪم نہ ايندو. پنهنجي پونيرن لاءِ ميڙ پلي پر پوءِ اهو بہ ڏسندو هل تہ پٽ پيءُ کي ياءُ ياءُ کي, پيڻ ياءُ کي, زال مڙس کي ميڙيل مڏيءَ ڪاڻ ڪيئن ٿا ڪُهن. تنهنجو ميڙيل مال, تو سوڌو تنهنجي ڪھول کي نندون ڪرڻ نہ ڏيندو.
- عيسوي سن 3.3.1943 تي سنڌ اسيمبليءَ منجهان پاڪستان جي رٿ مڃرائيندڙ سال 1973 ۾ سنڌوديش جي پيڙهہ جو پٿر تڏهن رکيو جڏهن علڻ فقير ۽ مونکي نشترپارڪ آڏو سندس بنگلي حيدر منزل ڪراچيءَ ۾ چيائين تہ اياز جي سنڌوديش بابت ناهيل قومي تراني (سنڌوديش مهان) کي سُرَ ۾ آڻيو. مونکي ان ڪري علڻ فقير سان ڳنڍيائين جو چيم تہ مونکي بہ ڳائڻ ايندو آهي.
- ڪرو کيتر جي پڙَ تي ساندهہ سترهن ڏينهن وڙهي ويندڙ ويڙهہ جي چار جا گھڻ پاساوان وکا اٿندي, سيني ڏِسائن کي اک ۾ رکندي, ارجن جو رٿ هلائيندي ارجن سان ڳالهائيندي, ارجن کي سنسار جي مانداڻ بابت

ٻڌائيندي سمجهائيندي سندس گرو ڪرشن ڀڳوان جيڪي ڪجه چيو انهن سترهن ڏينهن جي ڳاله ٻوله گيتا جو روپ ورتو. گيتا جي ڇهين باب (اڌياءَ) انوسار:

١. سنياسي انهيءَ ماڻهوءَ کي چئجي ٿو جيڪو پنهنجي جيوت ۾ ڏيندو ئي رهي، پنهنجو ڏيڻ وساريندو رهي ۽ ڏئي نہ پڇاري.

٢. جوڳي انهيءَ ماڻهوءَ کي چئجي ٿو جيڪو ڪم ڪندو ئي رهي ۽ سماج ۾ هڪجهڙائي، هڪجيترائي ۽ سک آڻڻ لاءِ باهہ ٻاريندوئي رهي (ٻري جن ٻاري آءَ نہ جيئندي انريءَ).

٣. سنياس ۽ جوڳ ماڻهپي جا ٻہ تمام وڏا گڻ آهن ۽ ماڻهپي جي چوٽ تي پهچڻ لاءِ متئين ٻمتيون ڏاڪو هجن ٿا.

1. فبروري 1848 عيسويءَ ڌاري پنهنجي وقت جي فلاسفرن ڪارل مارڪس ۽ فريڊرڪ ائنگلس، يورپ کي پورهيتن جو بهشت بنائڻ لاءِ ڪميونسٽ پڌرنامو ڏنو.

2. لطيف سائين ۽ لنواري شريف جي سائين محمدزمان پڻ هيٺين بيتن ۾ 1748 عيسويءَ ڌاري، سنڌ کي اهڙوئي پڌرنامو ڏنو.

هڪڙي، جا تومل عيد سا اسان سوءِ ورتي سومرا چئي، سڪئي ۽ سچي جي وچ ۾ ويچي جي ليڪ کي چٽو ڪري بيهاريو.

ٻئي، اُسرُ اپن ڏانهن مچڻ رهين رچ ۾ جزي جائز ناهہ ڪل ريءَ ڪترڻ ڏينهڙا، چئي ماڻهوءَ کي ٻڌيءَ ڏي ڇڪيو.

3. متين ٻنهي ڏاهن جي خيالن، شاهہ عنايت لانگاهہ شهيد جهوڪ واري جي هٿارئون، اڳر ئي عمل جو روپ وٺي چڏيو هيو پر پوءِ، اوطاق مسيت گاديءَ جي تڪنڊي کي اها ڳاله نہ وڻي ۽ پوءِ انهيءَ تڪنڊي دهليءَ جي دربار کي

ساڻ ڪٽي سنڌي سماج ۾ انقلاب آڻڻ جي ويڙهه ڪي اڳتي اچڻ نہ ڏنو. ۽ اتهاس (تاريخ) ۾ (انقلاب) نواڻ جو ڦيٿو ڪجهه وقت لاءِ بيهجي ويو.

- سائين اشرف علي شاهه ويٺل مورو ۽ عبدالغفار انصاريءَ ويٺل اصل هالا شريف جهڙا استاد مليا. سائين اشرف علي شاهه دليل جي دنيا جي شهنشاهه فائينل پاس ڪرائي، مولائي بابا جي دانهن ڏيڻ تي، سُنيءَ مان شيعو بڻايو. ادي عبدالغفارانصاريءَ مئترڪ پڙهائيندي شيعي مان سنڌي بڻائي ڇڏيو. پوءِ اڄ تائين ايئين آهي تہ منهنجو عشق ئِي تون ايمان پِي تون.

عبدالغفار انصاريءَ جنهن ڏينهن پڙهڻ شروع ڪيو تنهن ڏينهن پڙهائڻ شروع ڪيو. علم جي ڪنهن بہ شاخ (subjet) بابت وٽس اڏو گابري چاڻ ڪانہ هئي پر وٽس اٿڪت چاڻ هئي. هڪ ڀيري حيدرآباد ۾ سري-گهاٽ وٽ 1960 ڌاري واٽ تي هلندي سائين محمد ابراهيم جوئي کي ٻڌايائين تہ مان حضرت ابراهيم ۽ ڀڳت پرهلاد جا قصا ٻارهن ورهين جي ڄمار ۾ پڙهي سمجهي ڇڏيا. جوئي صاحب ان مهل وڪ ڪڍڻ ڇڏي ڏني ۽ لڳو تڪڻ عبدالغفار انصاريءَ ڏي.

- سائين محمد ابراهيم جوئي، سائين جي ايم سيد ۽ سائين سوڀي گيانچنداڻي جون ورهين جا ورهيہ ڪچهريون مليون. وڏي ڳالہ تہ ڄمڻ جيئڻ مرڻ لاءِ سنڌ ملي.

- ڳولها کي لال (لعل) لڀي ئي لڀي.

- ڪارڻ بڻ ڏينهان نہ مارئيءَ لوئي لاٿي ۽ نہ پيرزادي عبدالستار. سنڌ جي ڇهين وڏي وزير سکر جي پيرزادي عبدالستار صاحب کي ١٩٥٤ع ڌاري ملڪ جي اچي ڪاري جي مالڪن چيو تہ ون يونٽ ناهہ يا ڪرسي ڇڏ. پيرزادي صاحب سنڌ تان هٿ نہ ڪنيو. ڪرسيءَ کي لت هڻي ڇڏيائين. اهو ڪم پوءِ

لاڙڪاڻي جي خان بهادر محمد ايوب کهڙي ڪيو. اڄ بئي صاحب هن جهان ۾ ڪونهن. ڪوڪيئن پنهنجو وارو وڄائي ٿو ۽ ڪوڪيئن.

- رنجيت سنگهه جي اڄ بہ سنڌ جي سمونڊ تي اک آهي. پر ڪالهه چوياري ميرن جي هئي ۽ اڄ چوياري چئن ڪروڙن جي آهي.
- "روزا نمازون ايءُ پڻ چڱو ڪم" انهيءَ ڪري جو پوڄا پاٺ، عبادت ڪرڻ ۽ نمازپڙهڻ سان معصوم ماڻهوءَ جي روح کي راحت ۽ من کي موج ملي ٿي. ماڻهو پاڻ کي ڏڪڪو سمجهي ٿو. "سوڪيءَ پائي سيڪو اوڪيءَ تونهين تون" وارا خيال وڏو ڏيءِ ۽ وڏو آسرو ڏين ٿا. الله سائينءَ ۾ ويساهہ واري خيال جي انهيءَ پاسي کي لطيف جي صوفي سنڌ، مون سوڌو ، ڪيئن ٿي ڇڏي سگهي. پر مسلمانيءَ جي اها معنيٰ نہ آهي تہ ايراني عربن جا غلام ٿي رهن.
- . پنهنجي مرضي موتائڻ لاءِ سنڌ جي سهڻين ڪُسَڻُ قبول ڪري ڇڏيو آهي. اهو ڏينهن نيٺ ورڻو آهي جڏهن بانهون پاڻ چونديل گهوٽ کي وَرمالها پائينديون، آڌريائي اکين جي ڇانوَ ۾ لائون لهنديون.
- گهوگهاري جا سُگداسي، ڏاندن جون گويون، سچا گيهہ، نصرپور جون لونگيون، موري ۾ نانارن هٿئون نهيل ڪُتِ جا ٽانوَ ٽالهيون وَٽا، نيٺ وقت ورائي ڏيندو. وڏيرا وڏبا ۽ وڻ وڏا ٿيندا، ٻيلا ٻهڪندا. پُٺَ ڏيئون مکڻ ماکي کائيندا، هندورا لڏندا، اڻ-ڏڏيون ڇُڙنديون، درياهہ بادشاهہ جون ڪنڌيون ڪچي تي ڪاوڙ ڏيکارينديون. کوهہ کجندا، نار وهندا. گوبرَ (ٻيلا ڏاند) گلن جا ڳانا پائي جُوءِ ۾ جالَ چَرندا. ٻَتاريون ڍِڪندي پنهنجن ڪُونهن/ وڇيرين کي پاڻ کئون پري ٿيڻ نہ ڏينديون. واتَ- ڳاڙهن جي واتَ تي بوڙيندا، بنسريون، بينون ڇَپَن تي ۽ اکين ۾ " آءُ " جا نياپا، پيهن تي پيار جون ڪانياٺيون ڦرنديون. جن سنڌ کئون سک کسيو آ، اهي سنڌ جي تاريخ ۾ انگريز ٿي ويندا. منهنجن مٿين لفظن کي متان منهنجي آس سمجهين. اِها اٽتر اڳڪتي اٿئي.
- منهنجي ڪلام ۾ توهان کي هنري — سونهن گهٽ ۽ هنري — ڪچايون گهڻيون ڏسڻ ۾ اينديون. چو تہ مان راشد مورائي ناهيان ۽ نہ ئي وري اُستاد بخاري.
- ٿورائتو آهيان نئين گڏ جي تمام وڏي ڏاهي، سپورنج انسان عبداللطيف ڀگهيي جو جنهن منهنجي ڪچي پڪي سگهڙائپ کي سنواريو. ۽ پڻ

ڳيريلي جي پرسان. ارتر واهه تي اڏيل ڳوٺ خدا بخش بروهي جي ويٺل (حال الهه آباد لاڙڪاڻو) عبدالفتاح بروهي جو جيڪو هن ڪتاب جي ڇپجڻ تائين مونسان گڏ رهيو. ۽ پڻ ٿورائتو آهيان ڳوٺ ٻورڙي تعلقو خيرپور ناٿن شاهه ضلعي دادو جي مسٽر رفيق احمد منگي جو جنهن هن ڪتاب جي ڇپائي جو بار پاڻ تي کنيو.

➔ هن ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ پڪ ئي پڪ منهنجي هنري ڪچائين بابت مون تي آڱريون کڄنديون، پر پوءِ مان ميران جي دانهن جي پناهه ۾ آهيان جڏهن چوي ٿي ته

نا مين جانون آرتي بندن، نا پوجا ڪِي ريت،
مين انجاني درس ديواني، ميري پاڳل پريت.

۽ پڻ لطيف سرڪار جي چانوَ ۾ آهيان جڏهن سائين چوي ٿو ته

محبت پائي من ۾ رنڊا روڙيا جن،
تن جو صرافن اڻ-توريو اگهائيو.

پڇاڙيءَ ۾ موري جي سماج وادي اديب ۽ شاعر ياڻو محمد عظيم سولنگيءَ جي هينئين بيت سان جيڪي ڪُنيءَ سو پاتِ ۾ جي پڄاڻي ڪيان ٿو.

الائي ڏينهن گهٽا هونداسين هِتي،
نٿو ڪير ڪَتي حياتيءَ جي حساب ڪي.

10_02_2008 خادم حسين ابڙو

1. لاڙڪاڻو 2007_01_01

# اُٿ ڏي هٿ

آڻ مولا آڻ، منهنجي جانيءَ کي آڻ
ڏکيا ڏينهن ٿي ويا

ساڃهه ڏي سنڌ وارن کي،همٿ ڏي مون پارن کي
خالي پاڳين جا پاڻ، منهنجي جانيءَ کي آڻ
ڏکيا ڏينهن ٿي ويا

ڏکئي پياسين مامري، آهيون تنهنجي آسري
توکي سموري ڄاڻ، منهنجي جانيءَ کي آڻ
ڏکيا ڏينهن ٿي ويا

موٽائي ڏي تون بچائي ڏي،ارغونن کئون ڇڏائي ڏي
هيءَ هيرن جي کاڻ، منهنجي جانيءَ کي آڻ
ڏکيا ڏينهن ٿي ويا

سگهڙا وينو سوريان، ڇنگ پيو تو چوريان
اندر ۾ ڇڪتاڻ، منهنجي جانيءَ کي آڻ
ڏکيا ڏينهن ٿي ويا

گوندر ۾ پيو ڍاريان، ساٿ سنگت کي ساريان
سنگت ناهي ساڻ، منهنجي جانيءَ کي آڻ
ڏکيا ڏينهن ٿي ويا

ڏکن ۾ تو ڏوريان، هيءَ حياتي گهوريان
منڙيءَ ماتا ڪاڻ، منهنجي جانيءَ کي آڻ
ڏکيا ڏينهن ٿي ويا

قابو آهيون ڪوٽ ۾، اونداهن جي اوٽ ۾
اسر جا اهڃاڻ، منهنجي جانيءَ کي آڻ
ڏکيا ڏينهن ٿي ويا

ويندو ٿي ويندو ڏوجهرو نيٺ ته ٿيندو سوجهرو
پرهه ڦٽي ٿي ڄاڻ، منهنجي جانيءَ کي آڻ
ڏکيا ڏينهن ٿي ويا

ساري سنڌ ڦڙڦوٽ ۾ ڳيريلو ڳٽڪوٽ ۾
"خادم" جهانگين ساڻ، منهنجي جانيءَ کي آڻ
ڏکيا ڏينهن ٿي ويا

ساڃهه = سڃاڻپ جي سگهه
اَسُرُ = رات جو پويون پهر
اوٽَ = پڙدو ڍَڪُ، لِڪَ، آڏ، پاسو
اهڃاڻ = نشاني، پارپتو
گوندر = ڏک، سور

2. ڪراچي 7_1_2007

## ڪسجي ويو

لابُ هتن ڪئون ڪسجي ويو ڳاهه ڍڳن ڪئون ڪسجي ويو
آب چپن ڪئون ڪسجي ويو، ٻاڳ سنڌين ڪئون ڪسجي ويو.

ڏينهن ڏئي ڦر رات جيان، سنڌ سڄي سڪرات جيان
ڌارين جا دڙڪا ڪات جيان، دڙڪي ۾ ڇيلو ڪسجي ويو

واڙ جي واهت ڪانهي ڪا، ساهه کي سامت ڪانهي ڪا
اڀ ڏئون آٿت ڪانهي ڪا، چوڦير نظارو متجي ويو

ڪُنَ ۾ پنهنجي ناءُ ڏسئون ٿا، ٻج ڪوٽي هر جاءِ ڏسئون ٿا
ماٺ ۾ منڙي ماءُ ڏسئون ٿا، ڇاڇا نه اسان ڪئون ڪسجي ويو

دولهه دودي پارا ناهن، ويڙهه ڏي ويندڙ چارا ناهن
ڪِٿِ ٻيي نينهن جا نعرا ناهن، هي ڏيهه ماٺار ۾ ونجي ويو

اهڙو واءُ گهليو اڄ آهي، پنهنجو ٻي پنهنجو اڄ ناهي،
سنڌ جو پنڌ سهنجو اڄ ناهي، "خادم" ابڙو سمجهي ويو

واهت = سنڀال
ناءُ = ٻيڙي
سامت= فرحت
چارا = واٽون،
چارو= وات، گَسُ
اُڀ= آسمان
آٿت= آسرو

3. بکر ڳوٺ ـ ڪراچي 2007ـ1ـ 7

## اڄ جا جوڌا اڄ جا جوان

يورپ تي ڳالهائن وينا، امريڪا کي ڳائن وينا
ڏوڙ ٿا منهن ۾ پائن وينا، اڄ جا جوڌا اڄ جا جوان

ڪک مئون ڪروڙي ٿيٽو آهي، سنڌ بابت پيي رٽو آهي.
ماءُ سان دوکو ڪرٽو آهي، نڪ جا پڪا آڪڙ خان

سنڌ جو هرهنڌ ناڻءُ کپي، ڏارين جي پر چانو کپي،
چالاڪين جو ڏانءُ کپي، شودن جو اڄ آهي شان

مون نہ ڪنيو آ ٺيڪو سنڌ جو مان ڇو لوڙيان ڪيتو سنڌ جو
ناڻءُ ڄپيندس ساندهہ سنڌ جو، هورءَ جيئي گٽڪو جيئي پان

سڏبا آهيون قومپرست، من ۾ آهيون پيٽ پرست،
ڪجھہ بہ ناهي پرست پرست، شونق وڏو آ سڏجئون خان

ڪجھہ ڏينهن گذاري ڪانن ۾، هاٽي آهيون ٿانن ۾
چاهي ملٽو بانن ۾، قربانيءَ ۾ ڪهڙو مان

سڪٽا نعرا سنڌ ٻڌي پيل، هٽبا ڏرٽا سنڌ ڏسي پيل
فرحت ناهي سنڌ پسي پيل، ڪنهن جو ڪن ٽا هي اپمان

”خادم“ ابڙا! يار ڪتي آن، تو ڪان هاٽي ڪوڙ متي هان
تون ٻيي جي هيءَ واٽ وٺين ها، ڪونہ ٿيئن ها ڪڏ پريشان

اپمان = بيعزتي
ڏرٽو = ڪنهن سوال تي
ٺاٺ باٺ= شان مان
ميڙُ ڪري رستي رنڊڪ
ڪڏ = ڪڏهن
ڪري سرڪار ڪان پنهنجيون
هان = آهيان
گهرون مڃائڻ لاءِ وس ڪرڻ.

4. سکر 17_2_2007

## چا کپي

ڪاريهر کي مارڻ لاءِ، پنهنجي هانوَ کي ٺارڻ لاءِ
مضبوط ڪهوءَ جي ڏانگ کپي

چيلن چانگ ڏيارڻ لاءِ، ٻہرن تاريون چانگڻ لاءِ
ٻڪرارن مٺون چانگ کپي

جواني تنهنجي ماٺڻ لاءِ، توکي ويجهو آڻڻ لاءِ
ڪا ٺل کپي ڪو سانگ کپي

توسان دل جون اورڻ لاءِ، تنهنجون اکيون ڪڪورڻ لاءِ
ڏاڍي وڏي ڪانگ کپي

پنهنجي پاڳ کي پيٽڻ لاءِ، سندور تہ ناهي سمجهڻ لاءِ
تنهنجي مُکَ جي مانگ کپي

توکي پاڪر پائڻ لاءِ چس کي چوٽ تي چاڙهڻ لاءِ
چوڦير سڄي پڙيانگ کپي

هڪ رات توڏهن ترسڻ لاءِ تو وٽ پهچي موٽڻ لاءِ
ڪڪڙ جي هڪ بانگ کپي

هانوءُ = هنيانءُ، هردو من، دل

چانگ = سمات جي هڪ ذات

اکيون ڪڪورڻ = شونق مِ ڳاڙهيون ڪرڻ / ٺيڻ، سانگُ، کيڏ

مانگ = سِينڌ، پڙيانگ = سُجَ.

5. ميرپور ماٿيلو کان سکر ايندي 07_2_17

## نهڪر ڪندڙ نويل هو

واه جو اهو ميل هو اڪڙين جو ڪو ڪيل هو
مونسان وڏو ويل هو نهڪر ڪندڙ نويل هو

اڪيون ڪونہ ملايئين تي مون کي هرهر ڪلايئين تي
ٻارن وانگ ڳالهايئين تي اوتيل ڪونہ پوتيل هو

هو ايلاضن سان آيو هو مون ڏاڍو مٺو ڪپايو هو
جنهن وچينءَ ڪيس گهرايو هو تنهن سان پڻ ساڳيو ويل هو

ماني ڪاءَ نہ کائيندس مان پاڻي پيءُ نہ پيئندس مان
ڪلي ڳالهاءِ نہ ڪلندس مان اهڙو هو اربيل هو

هاڻي چا ٿئي سوچيو سي ڪجھ لڇياسي ڪجھ لوچيوسي
ياڳ پنهنجي کي ڳوليوسي پر هُو آيو اوڪيءَ ويل هو

سونڻ پيڻ سليان تي توسان ڏاڍو ڪيُس ٿيو هو مونسان
جنهن جي ڳالھ ڪيان تي توسان بس رڳو تيل ٿليل هو

اوتيل پوتيل = جاچيل جوچيل، پرکيل، آزمايل

6. سکر 07_2_17

## پاندُ ڪپي

جند چڏائڻ لاءِ پيارا پور پچائڻ لاءِ نيارا
اندر ڪي آنڌ مانڌ ڪپي
ملڪ موٽائڻ لاءِ هڏهن اڄ سياڻي نيٺ ڪڏهن
قومن کي ڪو ڪانڌُ ڪپي
دهلي هجي لاهور هجي هن دل کي هردم هور هجي
ڪرڻ پنهنجو پاند ڪپي
دشمن نوٽڻ کيڏن تا پيا سنڌ کي ٻي هو لوڏن تا پيا
سنڌ کي ٻي ڪا راند ڪپي
اربابن جهڙو لوبي ڪو ڳيريلي جو ٻيو ٻي ڪو
خادم جهڙو ڏاند ڪپي

ڪانڌ = اڳواڻ

هورَ = هورا ڪورا, آنڌ مانڌ

ارباب = سنڌ جي هڪڙي وزير ڏي اشارو

7. ڪراچي 07_2_19

## سنڌ جي سار

واٽڙا تورو هوڏي نهار پوک سموري ڪائي وئي جهار
ڪونہ بچيو ڪو داڻو يارا ڪانہ لڌيسي جُوءِ جي سار

سانيڪائي سنجڻ ۾ وئي آيل تمجهڻ سمجهڻ ۾ وئي
ڏارين هٿارئون ڏڪڻ ۾ وئي ڪنئي سي هٿ ۾ ڪانہ ترار

ويندي اڄ تائين سُرتِ ۾ ناهيون پنهنجا کهڻ جي ڪِرتِ ۾ آهيون
کُهندي ڪين پٽيون تا ساهيون پنهنجي اها ئي آهي ڪار

ماني منهنجي ڪائن هو تا ڏِوَ ۾ ڏاڍو ڳائن هو تا
ڪَڙڪي تي بہ ڪنائن هو تا ياڳُ سندن جي ڳچيءَ هار

ويري واهہ وڪوڙي ويا پنهنجا پير بہ ڪوڙي ويا
ءِ منهنجا پير اکوڙي ويا ڏارين تي ير کهڙي ميار

آڻ مجيندس هَڏِ نہ مان پڙُ چڏيندس ڳڏِ نہ مان
راند ڪٽيندس تَڏِ بہ مان ايهو دل کي آ اعتبار

پل بهرين ملهه هنن جي آ پر پوئين ملهه تہ منهنجي آ
خادم ڏرتي تنهنجي آ وقت جو هي آهي وهنوار

سُرتِ = سجاڳي
ڳَڏِ = ڪڏهن بہ
ٽَڏِ = تڏهن بہ
جهار = بيئل فصل ڪاٽيندڙ پکي پکڻ
آڙ = هار

8. ڪراچي 07_ 2_ 24

## توڙي مينهن وٺا

منهنجن ماروئڙن ڪئون اجها ڪنهن ڪسيا
ڪچا ڪنهن ڪسيا پڪا ڪنهن ڪسيا
هو منهنجن ماروئڙن ڪئون اجها ڪنهن ڪسيا

ڪَلَ ماڻهوءَ جي بُکَ بگهڙ جي اهڙا ڪنهن ڏٺا

دردونديءَ جي ديس کي ڏاڍا ڏنئون ڏجها

بي ديدن جي باهين ڪئون بچيل ڪونہ هئا

ڪهل نہ ڪو ڪهڪاءُ هو پنهنجا چڻ نہ هئا

سک نہ سنيري مارئي توڙي مينهن وٺا

خادم ٻہ ٿي ڏينهڙا ڏکن منجهہ ڏٺا

9. لاڙڪاڻو 07_2_27

## آءُ تہ اڄ سنياس وٺئون

سنڌ ڪاڻ سڄڻ ڪي سورڻ لاءِ  ھي سر گونگيءَ تان گھورڻ لاءِ
پڻ ڪجھ امڙ سان اورڻ لاءِ آءُ تہ اڄ سنياس وٺئون

ڪوڙ ڪھاڻيون ڊاھڻ لاءِ واعظ ڪئون جند ڇڏائڻ لاءِ
سور متي جو لاھڻ لاءِ گھرُجي ڇپڻي ناس وٺئون

ڏاھن ڏَسَ تي ڏورڻ لاءِ ڏونگر ڏِسَ ڪي تورڻ لاءِ
سسئيءَ پڪَ پڙورڻ لاءِ پاھڻ جو ھل پاسُ وٺئون

ھو جيڪو يت ڏٺي آھي تنھن منھنجي ڳالھ سٽي آھي
ساٽس ڳالھ ڳٺي آھي اڄ ڪانئس ڪو اپياس وٺئون

ڪا سوچ ڪڏھن سنڌ لاءِ نہ ھئي  ڪا موت ڪڏھن مُنڌَ لاءِ نہ ھئي
ڳٽڳوت ڪڏھن پنڌ لاءِ نہ ھئي  ھاڻي آءُ تہ خادم تاس وٺئون

ڳٽڳوت = ڳٽتي، سوچ ويچار
پاسُ = پاسو اپياس= سبق، سمجھاڻي
سنياس = ڪٽنبي، سماجي ناتا ڇني سچ ڳولڻ جي واٽ وٺڻ.

10. بکر 2007ـ 3ـ 4

## جهانُ خان هنن جو

آ جهان هنن جو — جهان خان هنن جو
وقت ڪيو بيشڪ — آهي مان هنن جو
پڌ دڙڪا هنن جا — ۽ دهمان هنن جو
پر مون کي بنهه ناهي — ارمان هنن جو

آهي نڪو ڪو مرشد — نڪو آ پيرُ هنن جو
وٺي تہ ڏسي نانءُ — ڪو مهمير هنن جو
لڱندو رهي تو ڪونہ ڪو — پر تير هنن جو
هيڏي آ ڪُکِ منهنجي — هوڏي ڪانُ هنن جو

تيمور جا پٽ واهہ جا — رانديگر هي آهن
جنهن ڏينهن رکيئون پير — هليا گُر هي آهن
بندوق پرائيءَ تي — ستمگر هي آهن
هاڻي ✲ هي ميزبان — مان مزمان هنن جو

جيڪا جهڙي ڏرتي — موهہ متي سان ناهي
مان متيءَ کي ناهي ڏيٺو — ويڙهہ تنهين سان آهي
ساڙ سان سڀ ڪجھ ساڙيندا سين — سنگ ڪنهين سان ناهي
چوڏس آهہ اُڏار هنن جي — سارو آسمان هنن جو

اجا تہ ڪاتي ڳالهہ رهي     جو پڙ تي ٻئي آهيون
ڪوڙ پري واهہ جي     ڪڙ ڪڙ تي ٻئي آهيون
آسري آمريڪا جي     ڀڄگهڙ تي ٻئي آهيون
جيئڻ گڏجي سنڌ سان     ناهي شان هنن جو

واه اي پروردگار     تنهنجا خار اسان تي
گهٽجي ئي نٿي     وڌندي رهي مار اسان تي
اهڙي ڪا تنهنجي آهي     ميار اسان تي
هاٽي اسان سڀ ڪُوچڙا     هڪ هڪ خان هنن جو

وڏي اچرج ۾ آهي     ڳيريلي جو ڏيڳو
اڄ تائين جنهين ناهي     ايهو ڳجهہ پيڳو
۽ هي سندس خيال     نہ سرحد ڪي پيڳو
جو ينگ منهنجي هيٺ     متي پان هنن جو

11. سکر 07_ 3_ 18

## سنڌ امڙ جو هڪ هڪ پار

پنگي هجي توڙي پنگوار منڙيءَ ماءُ جو هڪ هڪ پار
هنن اکين جو آهي ٿار منهنجي ڳچيءَ جو آهي هار

شل هٽڻ هڪلڻ جهڙو ٿئي شل ٻيلي سارڻ جهڙو ٿئي
شل مارِي مارڻ جهڙو ٿئي اُپَ ڏي آهن هٿ اپار

ساڃهه سنڌ جي ڪٽي هلي پنهنجن جي تي پٽِي هلي
ڏٽن جو تي ڏٽي هلي مور نه ٿئي مظلومن مار

وڪ وڪ تي سنگتين کي ساري نانوَ نئين سان پنهنجي پاري
ڏاريندي ڏارين جي اٿاري جيئي اڙين جو تي آڌار

ڪڏهن وات ڪڏهن ڪن تي پئي ڪات ڪڏهن ڪڏهن پن تي پئي
پِڙَ جو پارڪ هي من تي پئي سانگيئڙن جي لهي سنڀار

پٽِي = مٽي

12. بکرِ ڳوٺ 07_3_18

## جي تون ڪٽنڌين ڪانہ ترار

وقت ڪيو آ هيڻو ڪنهن پرِ ڏوهہ امڙ جو ناهي
وقت سانِ وڙهڻو نيٺ تہ آهي پنهنجا سندرا ساهي
منهن ڏيڻو آ ان سان جيڪو آيو آهي ڪاهي
منڙا پنڙا نيٺ تہ ڪيندا سنڌ جو ناماچار

اُپري آيل اُلهي ويندا، ڪري بيٺا هن چوٽي
چوٽي منهنجي مالڪ ڪي آ، ڪهڙي هنن جي چوٽي
ملڪ منهنجي تي وسڻا ناهن، ڪنوڻ هنن جي ڪوٽي
نيٺ ٻاڏائيندڙ جي ٻڌندو پاڻهي پالڻهار

سٺ سالن ڪئون سهندي سهندي، ڪونہ ٿڪا هون پيارا
لهندا نيٺ تہ اپري ايندڙ سيڪنهن جا هن وارا
ڌرتي تنهنجي منهنجي آهي، هي آهن اوڏارا
آهن مُورُ نہ رهڻا هتڙي ارغونن جا ٻار

دانهُنِ تي ڪو داد نہ ٿيندو ٿڪڻ سان فرياد نہ ٿيندو
جيسين يار فساد نہ ٿيندو ڪنهن پر ڏيهہ آزاد نہ ٿيندو
گهر تنهنجو آباد نہ ٿيندو چور ڪڍهن پيي ساڏ نہ ٿيندو
بگهڙ بنهہ برباد نہ ٿيندو جي تون ڪٽنڌين ڪانہ ترار

خادم ڳاراڻا هي ڪهڙا، توڙي حال ٿيا هن هھڙا
گهاري ويجبا جهڙا تهڙا، ناهن ڏينهن سدا هڪ جهڙا
نيٺ مٽي ويندا سي مُنهنڙا، يار چڏي هت ڪهڙا ڪهڙا
ڏک سان چوندا پوءِ تو جهڙا، وئي تي ڪهڙي يار ميار

13. ڪراچي 07_3_19

## نانءُ ڳچيءَ ۾ پئجي ويو

معصومن کي ڪل نہ پئي جهنگ وارن کي جهل نہ پئي
اپ کي پي کهل نہ پئي هي نانءُ ڳچيءَ ۾ پئجي ويو

اُٽئي جي احوالن جو شامتِ اعمالن جو
وک وک تي نئين چالن جو هر ڏانءُ ڳچيءَ ۾ پئجي ويو

هن سدوريءَ سنگت کي سنڌ جي سهڻيءَ رنگت کي
ڇا چئجي هن ڪسنگت کي ٽوڪو ٽانءُ ڳچيءَ ۾ پئجي ويو

هتڙئون هنجهہ هليا ويا هن هٿ نصيب نوايا ويا هن
ڪيڏا ڪِيس ڪيا ويا هن بس ڪانءُ ڳچيءَ ۾ پئجي ويو

ڏارين جي تہ ڏمالن جو پُورن پريل پيالن جو
سسئيءَ کي ور وارن جو وهانءُ ڳچيءَ ۾ پئجي ويو.

14. ڪراچي 07_3_19

## انڌي ۽ جنڊ

هيءَ انڌي ۽ هي جو جنڊ          پاڙ ۾ هردم ڪير ۽ ڪنڊ
ايهو منهنجو حال آ، ايهو ئي احوال آ

اڪين هوندي ڏسان نٿو ڪنن هوندي ٻڌان نٿو
واٽئون مگ ڪيڏان نٿو سالن ڪئون هيءَ چال آ

ٻاهين ۾ ڳوٺ سڙن ٿا پيا ۽ اٿموٽ ڪڙهن ٿا پيا
ڏاريا ووءِ وڙهن ٿا پيا مانجهين جو اڄ ڪال آ

لالڻ هٿا جي لڏي ويا هيءُ چڏي هُنَ تڏي ويا
ڇانو هٿا جي ڇڏي ويا هاڻي هت وڏو پونچال آ

ڪامهل نياڳي اهڙي هئي تين مارچ جي منجهندڙي هئي
جيئيمر ڪي ڪل نہ اهڙي هئي،هاڻي ڪانئس ڪهڙو سوال آ

مارچ اٺيھ سو ٽيتاليھہ ڪهڙي خبر تہ پوندي ڪيھہ
ڏارين جي هت ٽيندي پيھہ، اڄ سنڌ سڄي ماهيو مال آ

مائوءَ وانگر مارچ ڪن ٿا، هيڏي هوڏي ڪونہ ڏسن ٿا
دشمن آڏو ڪونہ ڪچن ٿا، پر ويڙهہ وارن سان پال آ

پونچال (پونءِ _ چال) زلزلو
1943_03_03ع تي سائين جي ايم سيد جي پاڪستان بابت ڏنل رٿ سنڌ اسيمبليءَ پاس ڪئي.

15. بکر ڳوٺ 07_3_19

## عدم تشدد جو پرچار

عدم تشدد جو پرچار اجا ڪندو ڪيڏو خوار
مهل گهرئي تي منهنجا يار، پهر پٽاندڙ ڪو وهنوار

ڪيسين ڏرندا وتنداسي، ڪيسين پُرندا رهنداسي
ڪيسين مرندا ويندداسي، ڪيسينتائين ڪن لاتار

ماڳ مڙهيون ميسارن وينا، چٽلينج ڏيون چيتارن وينا
پنهنجون پار اُڪارن وينا، هيڏي آهي خبر نہ چار

پوتارن جي پينگ نہ تيندي، بند هنن جي هينگ نہ تيندي
سرداري مرٽينگ نہ تيندي، ٽيٽا ناهن ٻيڙا پار

لٺ وسي تي ڳوٺن تي اڄ، ٽُرا هنن جا چوٽن تي اڄ
ڪڙ انهن کي سروٽن تي اڄ، ناهہ هنن لئہ ٻي ڪا مار

سنڌ جا پهريان ويري هي هن، ڌارين جا پيي پيري هي هن
مُنڌَ ڪئي ڪنهن ميري هي هن، پهرين لهہ هنن جي سار

خادم اڄ جو ’آءُ‘ ٻڏي وٺ، سمو سڏئي تو ياءُ سٽي وٺ
اتر وٺ جو تاءُ پسي وٺ، گيديءَ کي ٻي ڪهڙي گار

چيتارن = للڪارين
سمو = وقت، مهل، ٽائو

16. بکر ڳوٺ 07_03_20

## ڳالهہ اصل ۾ سمجھڻ جي آ

ڳالهہ اصل ۾ سمجھڻ جي آ، منھنجي گھر ۾ ٿمجھڻ جي آ
سنڌ وارن جي سنجڻ جي آ، ڌارين جا گھر ڌتجڻ جي آ

قومون ويل ۾ واڙيل آهن. مرضيءَ بنا سلهاڙيل آهن
ٻڪرين وانگ اتاڙيل آهن، هيءَ پرولي پرجھڻ جي آ

ڪاٺين تي بندوق بيٺل آ، تنھن سان گڏ پوتار پٽَلُ آ
صدين کئون سردار ڪتل آ، حق تئون هٽ نہ ڇڏجڻ جي آ

سنڌ ڪپي پر تون نہ ڪپين ٿو سمنڊ تائين تون ڇو هجين ٿو
ڪاوڙ آ تون ڇو ڌسجين ٿو ويڙهہ توسان اڄ وڙهجڻ جي آ

الله رسول هُنن وٽ ڪونهي ڪو بہ اصول انڌن وٽ ڪونهي
گھربل آ ڇوسول جو ڪونهي ڳوٺ اها ئي پيجڻ جي آ

جيسين جاڳ نہ ٿيندئي دلبر، ڪنھن پر ماڳ نہ ملندئي دلبر
ڪو پي ڪاڄ نہ ٿيندئي ڪنپر، ڳالهہ اها ئي ڳڻجڻ جي آ

خادم جيءَ کي جهوري وينو تکي ٿو ۽ توري وينو
تو سان پڻ ٿو اوري وينو ٻئي جي ڪانه ٻڌڻ جي آ

ڀِتَلُ – ڳنڍيل، گڏ ويٺل

پُرجهڻ = پرورڻ – سمجهڻ.

کُتَلُ – زمين ۾ کُتَلُ

ڪتپر – عبدالوحيد ڪتپر وڪيل ڪي اشارو

17. بکر ڳوٺ 07_3_20

## ڳالهيون آهن اڪيچار

ڳالهيون آهن اڪيچار، ڪاڏي ڪجي نهار
ڏاڍ ظلم جا ڏسي انبار، دل روئي ٿي زار،ئون زار

روز جڏهن اخبار پڙهئون ٿا، هرهنڌ هتياچار ڏسئون ٿا
نيڻئون وهندڙ نار پسئون ٿا، ڪاٿي سنڌ پهتي آ مار!

ڪاري هلي وئي ڪوڙن ڏي، پوتارن جا هٿ نوڙن ڏي
نظر ڪجي ٿي فوڙن ڏي، مظلوم جي اک ۾ آ انڌڪار

لک ٻه ڏي ائون لڏي ٻه وڃ، کک اباڻا ڇڏي ٻه وڃ
ٻڌل ناهيون ڪاڏي ٻه وڃ، ناهي معافي وٽ سرڪار

راڄن واريون ڳاڙهيون نہ ٽينديون، حويلين جون ڪاريون نہ ٽينديون
ڪوڙن ناماچاريون نہ ٽينديون، اعلان ڪري ٿو اڄ پوتار

ٺاهوڪي جي ٺهي نٿي، پهر پيار جو وهي نٿي
دڙڪو داٻ ٻہ سهي نٿي، ڪم ڪڏهن ايندو ڪمدار

ٺاهوڪي سنگ ڪري نٿي، پوتارن تي مري نٿي
ڏاڍ جي ڏِکَ ڪئون ڏري نٿي، باهہ ڏي گهر ڪي صوبيدار

اڪيچار = گهڻيون — ڪوڙ
ڪوٺ — وڏيري جي حويلي
هتياچار = ظلم — ڏاڍ
ناماچاري = گلا غيبت

18. ڪراچي 07_3_21

## جهاڳيم جهان کهڙو

سنبرئون ٿا يار پيارا، هاڻ آهيون هلڻ هارا
جيڪي ڏٺا نظارا، تن جو بيان کهڙو

جنهن سان رکي مون ياري، تنهن کي چڏيم مڪياري
اڄ تائين جنهن نہ پاري، اڳتي گمان کهڙو

هڪ ڏينهن هوڏي نهاريم، پونڊن تي اکڙيون ٺاريم
بيهي پو مال چاريم، هوئي زمان اهڙو

ٻئي ڏينهن آيو نياپو، منهن متڻ جو ڏوراپو
سانپيم نہ سگ سياپو، توڏي پو ڏيان کهڙو

اهڙا ئي ڪي نظارا، پسندا رهياسي پيارا
ڪي ياد ڪي وساريا، جهاڳيو جهان اهڙو

چڪجي ڪڏهن وياسي، پوئتي نہ پر پياسي
وجي سرخرو ٿياسي، جهڙو مڪان تهڙو

پنڌڙا اهي ئي ساڳيا، ۽ پيچرا پڻ ساڳيا
ڪنهن ڪونہ ها تياڳيا، اهو آ طوفان اهڙو

خادم ڪجهن نگاهون پرجن تيون پوءِ آهون
ڪهڙيون ڪجن پو دانهون تئي تو سمان اهڙو

پُونڊو — ٻُجو پيچرو = ڏڳ ـ واٽ
سمان = ٽاڻو، وقت، ويل مُڪياري، سندس مرضيءَ تي
پاري = نباهيو گُمانُ = آسرو اميد پارڻ = نباهڻ
سَڳُ سياپو = مٽي مائٽي، ويجهڙائي تياڳڻ — ڇڏي ڏيڻ

19. ڪراچي 07_3_22

## هڪ ڏينهن

ڪانيون ڪرڻ ويندي هڪ ڏينهن،ڪنهن روپا سان لڳي ويو نينهن
ڏاڍو پيارو هو سو ڏينهن، اُتو نہ هو اڳ اهڙو مينهن

جهنگ ۾ ويٺي مال پئي چاري، هوريان هوريان پئي جهونگاري
خبر نہ آ ڪنهن کي پئي ساري، ڏاڍو جهنگ وڻيو تنهن ڏينهن

هوريان اوڏهن سُرندو ويس مان، چورن وانگر چرندو ويس مان
جوت سندس تي جهرندو ويس مان،سُرتِ نہ پئي ويجهو پهتس ڪيئن

چرڪ پري مون ڏي جو ڏنائين، اک جي اَٽيءَ سان واه جو چُتيائين
مڏي ڪاتيءَ سان بيهي ڪٽائين،سوريءَ تي چڙهڻو تنهن ڏينهن

ڪير آن هيڏي چو آيو آن، ماڻتياٽي مان پنهنجو هان
ڪانيون ڪرڻ هت آيو هان، ماڻهو آهيان ناهيان شينهن

ڳالهه منهنجيءَ تي ويئي کِلي، پوءِ تہ ڏاڍو اچي کُلي
سهڻي جهڙي سنڌي رلهي، ڪانيون وسري ويون ان ڏينهن

وري نہ ڪيس مون ڏٺو اُتي، جنهن ڏينهن ڏٺو هومانس جتي
ڳوليو مانس پر جتي ڪٿي، خادم ڀڏاءِ مان ڪريان ڪيئن

سُرتِ ـ سمجهه

20. بکر ڳوٺ 07_3_23

## جهوري جهَڙ جي مِنهُن مکڻ جو

جهوري جهَڙ جي مِنهُن مکڻ جو ڪوسو ڏاڍو واءُ ڏکڻ جو
اوسيئڙو هو توکي ڏسڻ جو نانءُ نہ هو ڪو پکي پکڻ جو

پڇيو پٺهين هت چو بيٺو آن، ورندي ڏنم ڪٿ لاءِ بيٺو هان
ڪٿ نہ پرڇتَ لاءِ بيٺو آن، دڙڪو هو تنهنجي پيءُ ڊکڻ جو

هليو ويس پوءِ موتي اچڻ لاءِ، لور لڳل هئي توکي ڏسڻ لاءِ
توڙي رکيا پادرها پِسڻ لاءِ،هيڏي ايرادو چس چکڻ جو

نيٺ دريءَ مان تو هو نهاريو، محبت منهنجيءَ ٻارڻ ٻاريو
تو تہ وچن هو پنهنجو پاڙيو،اُڊڪو هو پر منهنجي ڪسڻ جو

چوٽيءَ ڪان ڪنهن توکي جهليو هو پنهنجي هئي جنهن توکي پليو هو
تو ڪو ساٿس سور سليو هو، منهنجو کهڙو سبب پوءِ اُتِ هجڻ جو

پلڪُنِ ۾ تون پيٺينءَ چو ونوهہ ۾ پو ويٺينءَ چو
پير پنهنجي تي نہ بيٺينءَ چو ڪيڏٺو هو اهو وار مکڻ جو

خادم چيو قرآن ۾ آ، هاٿي پرائي امان ۾ آ
رکٽي اها ئي ڏيان ۾ آ، لاٿم خيال پو توکي ٻکڻ جو

لورَ = سِڪَ

اُڊڪو = الڪو ڳڻتي،

پيٺينءَ، ويهي رهيئن.

21. بکر گوٺ 07_3_24

## نر ۽ ناريءَ جو وهنوار

نر ۽ ناريءَ جو وهنوار، سمجهي وٺي جي سنڌ هيڪار
کهڻ کسڻ جي ٿئي نہ ڪار، واٽ وٺي جي هي وهنوار

دل گهريو ير گهرجي ٿو جنهن کي نہ ملي سو ڦرجي ٿو
ڏِيل سچو پو ڏمرجي ٿو وڏي يلي ڪر سَنڌُ سنڌُ ڏار

پرمر پرا جو پڳ ملي، ور_مالها جو ڏڳ ملي
سهڻيءَ کي جي سڳ ملي، ناهہ نصيحت پو درڪار

نيڻ نياپا ڇهلي نہ سگهبا، سڳ سياپا سلهي نہ سگهبا
پيار پهاڪا پلي نہ سگهبا، ڏِسُ هلائي پنهنجو اختيار

ڪاريءَ کي تون ڪارو ڏي جيءَ سندس جو جيارو ڏي
جيڪو کيس پيارو ڏي ڪات کهاڙا ناهن ڪار

هيءَ حياتي هڪڙو ڦيرو، موٽي نہ ملندي ڪو بيو پيرو
ماري نہ ڪَسِ من جو آکيرو ڪنهن لاءِ تون اُٿندين چار

هڪ ڏينهن تون پي اک ڀاريندين، پوءِ پلا ڪنهن کي ماريندين
يارن کي پيو ساريندين، پر نہ ملندئي خادم يار

ڏِيل — بُتُ،
پرمر پرا = اصل کئون جون، قديمي رسمون رواج

22. بکر ڳوٺ 2007_3_24

## نہ سمجھہ پلي تون اڄ پوتار

ٽپي جڏهن تين ماڙ وڃين ٿو مڇون وٽي پوءِ ٻاڙ هٽين ٿو
ڪيڏي وڏي لباڙ هٽين ٿو پر تو سان ٿئي جي ساڳي ڪار

ڪا بڪ وڳهي بي حال هجي، يا تنهنجي ٻي ڪا چال هجي
۽ ٽاٽو تنهنجي ڍال هجي، پوءِ جيڪي ڪرين پل ڪر پوتار

لوڙها اليلن جا تو لتاڙين، جيڪي بڪين سو ڪڏهن نہ پاڙين
گهر غريبن جا تو ساڙين، سرءُ آٽين جتي هجي بهار

تو تئون پي سچ لهٽو آهي، تو پڻ ليکو ڏيٽو آهي،
جيڪي ڪرين تو پرٽو آهي، ناهين تون آهي ڪرتار

يارن جي لٽ هيستائين، ڏارين جي پٽ ڪيستائين
ڪونہ هوندئي مينهن وساڙا سدائين، تو سان ٿيندو پوءِ وهنوار

نہ سمجھہ پلي تون اڄ پوتار، وقت وڏي سپ ڪئون سرڪار
پوءِ ڪاڏي پٽڪو ڪاڏي ڪار، جاڏي تاڏي تو لئہ گار

خادم هڪڙو ناهہ گهٽا هن، توکي ڪرڻ چٽا ٽا چاهن.
ايرادا هي چڏٽا ناهن، آ اوسيٽڙي ۾ هڪ هڪ يار

آليلُ = ڏاڍو غريب، بيوس
مينهن، وساوڙو هڪ ڳاڙهو پشم جهڙو جيت جيڪو رڳو مينهن جي مند ۾ ٿيندو ۽ جيئندو آهي
ڪرتار = الله سائين.

23. بکر ڳوٺ 2007_3_24

## ماڻڪين ۾ مک پسي ٿي

ڪاڏي ڪاڏي اک ڏسي ٿي، ماڻڪين ۾ مک پسي ٿي
پوءِ انهن لاءِ ڏک ڏسي ٿي، ڪهڙو اک جو هي وهنوار

روز نياپا نيڻ ڏين ٿا، پرت جا پيالا پيڻا پيين ٿا
ڏولاوا پوءِ سيڻ ڏين ٿا. ڪيڏو اک ڪري ٿي خوار

ڪيڏو بيوس ماڻهو ٿئي ٿو ڪيڏو پروس پاڻئون ٿئي ٿو
سياڻو قري اياڻو ٿئي ٿو ڪيڏي دل ٿئي ٿي لاچار

محبوبن وٽ ماڻو ٿئي ٿو عاشق عيبن هاڻو ٿئي ٿو
ڏاڍو سخت پڇاڻو ٿئي ٿو پوءِ پيي هُنَ تي ناهه ميار

جڏهن رات جو تاڻو ٿئي ٿو نيڻ ۾ روح جو راڻو ٿئي ٿو
وري جڏهن سياڻو ٿئي ٿو. آس اکين ۾ لنگهي من يار

24. بکر ڳوٺ 2007_3_25

## چو ڙي؟

چو ڙي؟ ڪالهہ نہ آئين تون، ڇيوهئي ايندين نائين تون
ڪوڙو آهين سدائين تون، ڇو تو ايڏو ستائين تون

نائين تائين سنبريس مان، سهرن تي پيي نہ ويڙس مان
اڳتي ايئين نہ ڪنديس مان، پل پل مون کي پلائين تو

رات اچي تي ننڊ وڃي ٿي، وڃندي تات جي تند وڃي ٿي
منڙا منهنجي مند وڃي ٿي، ڪونہ تو مون کي پائئين تون

لهندي سج کو کتکو ٿئي ٿو تنهنجي اچڻ جو اڏکو ٿئي ٿو
اٿجاتل ڪو الکو ٿئي ٿو تو روز مون کي آزمائين تون

ڏيهہ سچو چڻ خالي آهي، هڪڙو ئي باغ جو مالهي آهي،
جندڙي جنهن کئون پالهي ناهي، ڇو تو ڇڏين منهنجي ٻانهين تون

سوٽ منهنجا تون کوٽو آن، ڪوڙن جو ڪو ٻوٽو آن
خوشين جو بس جهوٽو آن، مون سان سچو ناهين تون

چنچري لاهيندي سانءِ، مٽترڪ آهيان پڄندي سانءِ
چاچا کي پيي چوندي مانءِ، تو هيڏي هوڏي ڪنائين تون

اُڏکو = اُلڪو ڳڻتي

25. ڪراچي 2007_3_26

## جڏهين تو پيٽ ماري

آهيان وڏو مان راڙيءَ ۽ پڻ وڏو هان ڏاڙي
عمر ـ پنهنجي ساري، گامونءَ سان گڏ گذاري
ويٺي آ سنگت ساري، ٻڌي اڄ جي ڪار گذاري
سمجهو چوان مان سچ تو توڙي ڪنهان مان ڪياڙي

نينيتال جي هئي ناري، پايون ويٺي هئي ساڙهي
پان هوس هٿ ۾ ۽ وات ۾ سوپاري
ڏِسُ تہ هئي ڍڪيل، پر آواز ۾ اگهاڙي
رکي سگهين تو ياري، مرضيءَ ۾ آن مڪياري

توڙي هان وڏو شڪاري، ماري اٿم نہ ڦاڙهي
سگهيس چڙهي نہ چاڙهي، هُن پو سنيالي ساڙهي
بابي جي نصح ٻارو، ڪِنو ڪم ڪجو نہ ڀاڙي
انهيءَ ڪري پو يارو هيءَ زندگي آ ٻاڙي

سهڻي ڪٽي تہ هئي پر، پلڙي آ پاڻ واري
ڪاڏي هوڏي سوپاري، ڪاڏي مساگ واري
گولو گهمي ڏنم پر، ڪاتي نہ مومل ماڙي
پنهنجن سان ياءَ رکجي، ڏارين سان ڪهڙي ياري

هيءَ ڪچهري ٻڌي تي، سٽي ٿو جهان سارو
گهربل جيڪو نظارو اهو سنڌ ۾ آ سارو
خادم ڏاڍو ڏکارو، ڪرين ٿو جي ڪنهن کي ڪارو
تو پاڻ ڏي نهاريو جڏهين تو پيٽ ماري

سنڌ جي نہ هئي سا ناري، نہ هئي سا ڪا ويچاري
پلڙي هئي پٽاري، رکجي ها ساڻس ياري
نہ مان ٿيان هان ڪارو نہ هوءَ ٿئي ها ڪاري
ڏاڍي ٿئي تي شرمساري، جڏهين ڏسان ٿو ساڙهي

ريشم ٻُلي گهمان ٿو گُسايان نٿو ڏهاڙي
ڪاٽي تہ رنڊڪ آهي، لڳي ٿو آ منهنجي ڏاڙهي
اهڙو سنو نہ هنڌ ڪو جهڙي آ تلڪ چاڙهي
اُتڙي جڏهن اچان ٿو ٿئي من ۾ ڪتڪتاڙي

26. ڪراچي 2007_3_26

## ڇڏي اڄ تڏيون وڃئون ٿا

گڏ هئا سي ڪي ڏهاڙا، لاها ڏناسي چاڙها
هي وسنديون ۽ واڙا، هاڻي ڇڏيون وڃئون ٿا

دلين ڏي جيڪي لاڙا، جوانا توڙي ڪراڙا
پنهنجن سان وسيل واڙا، ڇڏي اڄ لڏيون وڃئون ٿا

توکي هيم ڏکويو، ڪڏهين نہ مون سکويو
سڀ بخشجانءِ پيارا، ڇڏي هت مڏيون وڃئون ٿا

ڇڄنديون وڃن ٽيون ياريون، منڊون بي سڀ وساريون
منڙيون توڙي ڪساريون، ڇڏي سڀ رڏيون وڃئون ٿا

ڪيڏو بہ هوندو مصري، خادم بي ويندو وسري
سورن سمونڊ اُڪري ڇڏي اڄ تڏيون وڃئون ٿا.

هن مهل هن ٽائي، 45_12 منجهند تي، ڪراچي هاءِ ڪورٽ بار جي لئبرريءَ ۾ ياءُ منصور سولنگيءَ ٻڌايو تہ سندن (۽ منهنجو بہ) وڏو ياءُ ادو عبدالحق سولنگي ڇمار جا ڇهاسي ورهيہ ٽپي 2007_3_6 تي هي جهان جهاڳي ويو. اها ڳالهہ ٻڌي ڏاڍو ڏک ٿيو. اڳ ۾ بہ پر نومبر 1979ع کان لاڙڪاڻي بار ۾ 1996ع جي ڊسمبر تائين گڏ گذاريوسي. ادو عبدالحق گهڻ ڳالهائيندڙ ٻاجهارو ڪڏي وارو مانائتو شانائتو ماڻهو. پنهنجن ننڍن يائرن کي پنهنجا پٽ سمجهندو هيو. ننڍيا بہ انهن ئي اکين سان کيس پيءُ جي جاءِ تي سمجهندا هيا. مون منصور وٽان اها ڏکوئيندڙ خبر ٻڌي اُتي جو اُتي هاءِ ڪورٽ جي هڪ بينچ تي ويهي مٿيون گيت گهڙيو.

27_3_2007 كراچي 27

## نالو هوس محمد سومار

(الف)

1_ لاڙڪاڻي ۾ باقراڻي، آهه اُتي ڳيريلو
ڳيريلي سان پريت پراڻي، ۽ پڻ روح جو ريلو
جنهن جي جر جو پيتل پاڻي، مِٺيءَ تنهن سان ميلو
ڏاريو ناهيان جو ڪيان مان، مٺيءَ سان تڪرار

2_ رئيس ڪئنال مان ارٽر نڪري، پوءِ ٿئي ٿو ڇِيلو
ارٽر تي جيڪو بي وڻ آ، ڏئي نٿو گل پيلو
هونءَ بي منڙي ماءُ جو جيڪو ميوو آهه رسيلو
گاجيءَ تائين چيلو پهچي وڏائي وٺڪار

(ب)

3_ ٽريچن جو هڪڙو يار، نالو هوس محمد سومار
حيدر بخش جو سچڙو يار، پانڌيئڙو هو پيار جو يار

4_ پنهنجن پُٽَنِ جي خبر نه چار، ڪٽنب ڪڙي جي ڳڻتي نه ڳارَ
ڳوٺ شهر ۾ سڀ سان پيار، خيال سدا ٿئي سنڌ سڪارَ

5ـ چاليهن جو زمانو هو ۽ متيءَ منجهہ خزانو هو
پر هاريءَ لاءِ نہ داڻو هو ان ويل اٿيو هاري حقدار

6ـ ڀائو سومر لهي پيو ڪنڌن پنڌ تي ڪهي پيو
راهہ انهيءَ تي رهي پيو تيسين جيسين دم نہ ڏار

7ـ جڏي چوندون آيون چاليهن ۾ بشڪ بينو تن ڏينهن ۾
اُسِنِ توڙي مِينهِنِ ۾ سومر جو تڪڙو هو پسار

8ـ جن بابت هاري حقدار، تن يارن کي خبر نہ چار
ڪيئن ڪتي هاري حقدار پو هارايو هاري حقدار

9ـ پر ادي سومر دل نہ لاتي، سڄي حياتي ساڳي ڪاٽي
حقدارن جو رهيو ساٿي، جيتر قبر ڏنس قرار

10ـ ڊاڪٽر مومن پيو ڊهي، هئي ٻنهن جي ساڳي ٿهي
وقت ويريءَ جا سور سهي، هُو بہ هليو ويو ساڳي پار

11ـ يارن جي جڏي ٿئي تي سار، خادم نيڻ وهائن نار
آهيون سپيئي اميدوار آس اکين ٿئي سنڌ سڪار.

بشڪ = حيدربخش جتوئي

28. ڪراچي 2007_3_27

## ممي مون لاءِ ڪڏهن نہ جاڳي

ڪيئي ماٺھو چادر تاڻي، ڏوڪڙ هيٺئون رکي وهاڻي
ناهي ننڊ بنا ير ناڻي، هِن هُن جي پوءِ ڪبي پچار

توڙي ساڻن رانديون ٽيون هون، ڳجھ ڳالهيون هيڪانديون ٽيون هون
سنگ سوا دليون مانديون هون، هاڻي سنگت آ بيڪار

سيلف ميڊ چون ٿا آهيون، هٿ پهتاسين پٽيندي ساهيون
ٻئي ڪي پاڻ مڃيندا ناهيون، باس ڏي آهي بس هِٽڪار

ممي مون لاءِ ڪڏهن نہ جاڳي، ڪڏهين مون لئہ ننڊ نہ تياڳي
صبح سانجھ هئي مائي ياڳي، هاڻ لهان چو سندس سار

بابو سدائين ڏاندن سان، يا تہ ڪچهريون واندن سان
پائر ريجهيل راندن سان، اهي لائق ناهن لهجي سار

ٽيٽو رٽاير اڄ سياڻي، ٻارن جو چا ٽيندو هاڻي
موٽڻ چاهيان ٿو لاڙڪاڻي، ٻار ناهن پر تنهن لاءِ تيار

خادم! سمجھ ۾ اچي نٿو ڳيريلو چو چڙي نٿو
سنگت مئون ڪو سڏي نٿو مون سان ڪنهن جو ڪونهي پيار

---

پچار = گلا غيبت

29. ڪراچي 07_03_27

## دانهون جهنگن جهرن جون

دانهون جهنگن جهرن جون ۽ پڙ ٽرن برن جون
سنڌ جي وڪڙ ورن جون، ڪڏهين ٻڌندين تون لڄپال

هن مٽيءَ جو مان تہ ڏس، جوکئي جهڙا جوان تہ ڏس
هوڏي آهي پان تہ ڏس، ملڪن کي چئہ ڪن پڙتال

بک بہ آ پر ڪنڌ مٿي هن، ڏک جا ڪُتڙا پنڌ هتي هن
رِند اسان جا رَند مٿي هن، هڪ ڏينهن ٻڌندين ٻائيتال

مُلڪ مالڪ کي موٽي ملندو بي پاڙيو نيٺ هتائون هلندو
جنهن جو تاج تنهين تي جهُلندو سنڌ ستو آهي ست سال

جيڪو ايري تو سو لهندو وقت ڪڏهن بي ناهي بيهندو
ڏاريو ڪيسيتائين کهندو دودن جو هٿ ناهي ڪال

---

ڪرتار = الله سائين

30. ڪراچي 2007_3_29

## پلي نہ چو تون جيئي سنڌ

پلي نہ چو تون جيئي سنڌ، ڪيسيتائين ڪيندين ڪنڌ
پنهنجن ڊار هي اوکو پنڌ، ڪيئن ڪندين نہ اٿئي ڪا واهہ

ڪيئي خيال ڪاهي هت آيا، هڪ هڪ چال ٺاهي هت آيا
پويان اعمال ڊاهي هت آيا، ملڪ مڙوئي ٿي ويو ڳاهہ

واريءَ تئون بي ايندا ويا، جبلن کئون بي ايندا ويا،
پاٽيءَ وانگر پيئندا ويا، ڪيئي ڏهاڙا ڪيئي ماهہ

ساوڪ ڪائي ڏسن جاتي، مُنڍَ جا مارِي مُڙَن ڪاتي
رت جي راند چڏن ڪاتي، چانو نہ آهي وٺ وڙاهہ

ڪڏهين تاوَ ترارن جا، ڪڏهين قسم قرآنن جا
ڪيڏا روپ قرانِن جا، دوکا ڏاڍ ڏناسي اٿاهہ

پڇي جي ڏسندين گهاٽن کئون، بلاول جي ياٽن کئون
پڙ پڇندين جي ماٿهن کئون، سک جو ڪو نہ ڪنيوسي ساهہ

اصلي ڳالھ پنھنجائي ناهي، تنھن ڪري سھنجائي ناهي
وک وک تي اهنجائي آهي، حالي ڪا نہ سجھي تي راھ

جمي وچ هن نعري تي، هڻ خادم چوٽ نغاري تي
ڪهل نہ ڪرڻي ڏارئي تي، وک سمجھ سان ڪڻ تي بيپرواھ

31. بکر ڳوٺ 2007_3_30

## سگهڙ آهي ذات

جهر جهنگ ۾ سنڌ کي ساراهن، سون سچو جيڪي ڳالهائن
مٽيا پوئن منجهه مالائن، ڏيکن کي ٻولي پارائن
وٽن ٻوٽن ڏي واجهائن، اک تئون ماکي کين ٿا لاهن
وسري ويا جي ياد ڪرائن، سگهڙن جي آ کهڙي بات

ڪن ٿا نيرن هڪڙي هنڌ، مانجهاندو ڪن ٿا ٻئي هنڌ
سانجهاندو وري آ ٽئين هنڌ، سومهڻي ۽ تي جاڳيل جند
ڪوٽ قرب جي تاڏي پنڌ، ايئن ٿا ڏورن منڙي سنڌ
ناهن پير وڏيرا جو ڪن، سنڌ سان ويسهه گهات

ڳجها توڙي ڪليل خزانا، سانڍين منڙي ٻولي
ووڙ هنن وٽ راتيان ڏينهان ، ماءُ ڏني ٿن لولي
چڙهي گهمن ٿا جنهن تي، سا هي ڏکن جي ير ڏولي
گڏجي وهن ٿا جڏهين آهي، ذات نڪا ڪا پات

سگهڙ ڪڏهين ڪوجهو ناهي، هر هنڌ آهه اڳهاٽو
ماري پلٽي هيٺ وهي تو نه گهرجي ڪيس وهاٽو
ڪاٽئون آئين سنڌ جا سامي، ڪاٽي تنهنجو نڪاٽو
نڪي لباٽو نڪي لهاٽو سگهڙ منهنجي ذات

پاڻ مٿانئن گھوريندو رهه، جيتر تنهنجو جيءُ
آچن توکي اونداهن ۾، پرت جا پيالا پيءُ
گھوٽن ساڻ گذار گهڙيون تون، سانوڻ آ يا سيءُ
اتهاس کئون ھولي کيئن رهي آ، ڳولا جي ٿن تات

هي جيکي هن ٻاهر جا، هلندو نہ هُنن جو ڦڙکو
سگھڙ جيسين ساهہ کڻن ٿا، سمجھ تون ناهِن نڏٽکو
هکل کري جڏي ڳالهائن ٿا، دشمن تي آ کڙکو
مانُ مڃيندين نيٺ هنن جو چاڻ کٿي هيءَ رات

سئو گهڙيندڙ واهہ جا کنيئر، آ سونهن هنن جي خيالن ۾
ڳُڻَ ڳٽيندڙ ويهہ هنن پر، آسونهن نہ پسندين حوالن ۾
ٿڏي هجي يا کوسي پر نہ فرق هنن جي چالن ۾
گل تنهنجي لئہ جهوليءَ ۾ ٿن، ڏارين لاءِ پر کات

تون هکڙو چا هار نگاهن جا سنگت پئي پائي
يلي نہ خادم ڳاءِ هنن کي ڏيهہ سچو تو ڳائي
کڏهن نہ کوسا ٿيندا، اکڙيون نرندن ٽُنهنجي آئي
ٿَکڻا ناهن يار اسان جا يلي تئي پريات

---

آسونهن = کوجهائي
ساهي = سا آهي
جيتر = جيستائين .

32. بکر ڳوٺ 2007_3_31

# هڪ جهڙو هڪ جيڏو مون کي سَرَتو گهرجي

منديون نہ مون کي آڇ، نہ ڪنگڻ اهي ڏيکار
اوڏو تي اندر ڏس تون، هن دل جو ڏس ڏڪار
او ماءُ منهنجي منڙي، چڱو ٿئي تہ ٻڌ پڪار
هڪ جهڙو هڪ جيڏو مون کي سرتو گهرجي

هيءَ منهنجي جواني ائون جوت نہ هوڏي
ناهي پاڻيءَ ۾ رواني، اهو اوت نہ مون ڏي
هُن ڏر جي پريشاني، ڪندي موت نہ هيڏي
دل پاڻ گهڙيون گهاري، اهو گهر تو گهرجي

جنهن کي ڏسندي ئي ٻانهون نہ کڇن جي
تاڻي نہ جاڏي جندڙي، راهون نہ کپن سي
ميٺو ناهي جن کي، ڪاهون نہ کپن سي
تو ساهہ جنهن کي ساري، سو سر (S i r) تو گهرجي

جنهن سان تيون رانديون، اُتي ڳولهہ اُنهيءَ کي
جنهن سان نہ ملاقاتيون، ڪر گول انهيءَ کي
جنهن ڏي نہ آهن جهاتيون، نہ ڏي تول انهيءَ کي
پايان جنهن کي ور مالها، سو ور تو گهرجي.

هيڏي چو ڏسان مان، يا هوڏي چو ڏسان مان
آهي آسرو تو ۾، تو ڏي تي تڪيان مان
جيجل جو آن منڙي تو سان تہ سليان مان
جنهن جي آهيان ناري، سو نر تو گهرجي

موبائيلن تي بي گهٽيون آڇون تين تيون
ڪيئي چريون مون تي هتي واڇون تين تيون
بنگلن جون صلاحون بي هتي خاشيون تين تيون
جنهن ماري وڌو آهي، سو پر تو گهرجي

توکي نہ وٽي سو جيڪو تو وٽي مون کي
تون جي ڪندينءَ دير اجهو چاڙ ڪٽي مون کي
ڳاري وڌو آهي، ان اک جي اٽيءَ مون کي
جنهن کي تي چوين چَرِ تون اهو چَرِ تو گهرجي.

اجا بي تون پنهنجيءَ تي، تنهنجي نہ مجيينديس مان
مان واٽ نہ تنهنجيءَ تي، هُن کي بہ ڏسينديس مان
ناهين جي گهُرَ منهنجيءَ تي، ڪاري بہ نہ ٽيينديس مان
بس زهر ڦڪينديس مان، مون کي زهر تو گهرجي.

---

چَرَ = چريو

33. بکر ڳوٺ 2007_4_01

## ويساهہ وڏو ٿو گهرجي

محبت مينهن وسائڻ لاءِ، ڏکيا ڏينهن گذارڻ لاءِ
۽ پڻ ساهہ منجهائڻ لاءِ، ساهہ وڏو ٿو گهرجي

پنهنجو پاڻ پچائڻ لاءِ، پاڻ کي چيئن تي چاڙهڻ لاءِ
سنڌ سان نينهن نباهڻ لاءِ، نيباهہ وڏو ٿو گهرجي

ماڳ جي مومل ماڻڻ لاءِ، وچن پيار جو پاڙڻ لاءِ
۽ ڏينهن اهو هت آڻڻ لاءِ، ڏاهہ وڏو ٿو گهرجي،

بڻ ٻٽياد ملهائڻ لاءِ، ٽڏيءَ ڪوسيءَ ڪاهڻ لاءِ
تاج ڪنڊن جو پائڻ لاءِ مسياح وڏو ٿو گهرجي

امڙ بابت اورڻ لاءِ، تڪي وري بي تورڻ لاءِ
توکي پاڻ ڏي سورڻ لاءِ، ويساهہ وڏو ٿو گهرجي

جيءَ جيارا وسارڻ لاءِ، پٽ پنهنجيءَ کي پارڻ لاءِ
موکيل موذي مارڻ لاءِ، ڀاءُ وڏو ٿو گهرجي

پنهنجي جند چڏائڻ لاءِ، ڏينهان راتيان ڪاهڻ لاءِ
ههڙي بت کي ڊاهڻ لاءِ، گناهہ وڏو ٿو گهرجي.

ٻڌ ڳالهيون چيپاٽڻ جون، خان جهان جي قاٽڻ جون
گهرجن ڳاهون ڳائڻ جون، ڳاھ وڏو تو گهرجي

خادم چرچو ناهي هي، ۽ پڻ ہرچو ناهي هي
ننڍڙو پرچو ناهي هي، چاھ وڏو تو گهرجي.

ڏاھُ = ڏاهپ ڳاھُ = ميڙُ
مسياح = مسيح ڳاھَ = ڪنهن ويڙھ جي بيتن ۾ ڳايل ڳالھ
چِيئن = اڏ وڍيل ڪاٺي يا ٻَند کي وچ ۾ ڏنل چِپَرَ کي چيئن چئجي ٿو.
موڪيل = پرڪيل

34. بکر ڳوٺ 2007_4_1

## سنڌ پر هوندي

اتهاس جا هچارا، تاريخ جا ويچارا
اندر هنن جا ڪارا، ٻاهر هنن جا ڪارا
وس ٿا ڪرن ويچارا، ڊاهن اسان جا چارا
گڏ تي پون هي سارا، ٻنڌ پر هوندي

ماڪڙ لاءِ ملڪ چاهي، مٿ ۾ هيءَ خلق آهي،
چنيٽي نہ پلڪ آهي، ڏوڪڙ جي چلڪ آهي
ڪنهن تي بي فلڪ ناهي، ڪنهن وٽ بہ ڪِلڪَ ناهي،
هتڙي بي جهلڪ آهي، منجهہ پنڌ پر هوندي

يورپ نٽن پري، دبئي نٽن پري
عيشن ۾ آ سدائين، مخلوق تنهن ڪري
ڪاتي سياٽي هجٹو خبر تن ذري ذري
يلي ڪن هُري هُري پر ڪنڌ پر هوندي

مخلوق هيءَ مزن ۾ جٺ ۾ آهي جهان
ناهي نبي هنن وٽ، ناهي وٽن قرآن
ڪو بہ شڪ نہ آهي، ڌاريا آهن ڌريان
ڏسندين هي نہ هوندا، هيءَ مُنڌ پر هوندي

ناحق وڄن نغارا، ڏسجن ٿا سڀ نظارا
اڇا نيٺ ٿيندا ڪارا، سنجي ويندا هي سارا
ڏسندا پنهنجن اکين سان، ڪوڙ تو مون پارا
مان نہ هجان پيارا، هيءَ سنڌ پر هوندي

35. ڪراچي 2_4_2007

# ميلي ۾ ڏٺو هو مانس

ميلي ۾ ڏٺو هو مانس، اتي ڪوئي ڪنو هو مانس
لڳو ڏاڍو سنو هو مانس، چيئين تو سان جند جڙي وئي آ

مگيل آهين ڪنهن سان يا اتڪيل آن ڪنهن سان
چيائين مگيل نڪا اتڪيل، تو سان اک اڙي وئي آ

چيم ماني کائون ڪاٽي، وڏي هوٽل هجي جاٽي
چيئين بل منهنجي ماٽي ڏنم ڪري اٿر پڙي وئي آ

پڇيم نانءُ جا ٽي منڙي، چيئين نانءُ ٿم انب سنڌڙي
تون آنهن ڏاڍي سنڙي، منهنجي ڪل ٽڙي وئي آ

ويا ماٽن ڏي نياپا، پوءِ سگ ٿيا سياپا
پوءِ لائون لڏيون ڪاڪا، ڪڏي ڪانه چڙي وئي آ

پنهنجو پاڻ ۾ آ سهڪار، جٽي ڏنا ٽئين بارهن بار
توڙي سنڌ پهتي ٻئي پار، ڪانه رات ٽڙي وئي آ

سيئي سنڌڙيءَ جا هن چنگ پر ڏينيوءَ جا آهن ڏنگ
دڙڪا ڏئي ڪيا ٿم دنگ، هاڻ ته سڪي نڙي وئي آ

36. ڪراچي 2007_4_3

## ڳيريلي جو ڳيرو

ڳيريلي جو ڳيرو ڪونه پڇي ڪڏي پيرو
ٻاهر ڪجهه ڪجهه ميرو اندر ٻنهه اَچيرو

آڪيري مئون تڏهن اڏاٽو سمجهيئين هاٽي آهيان ساماٽو
ڪاڏي اڏري هاڻ سياٽو ڪري سگهيو نہ نبيرو

پکي ويچارو ٿيو نہ سگهارو، ماريءَ جو پسندو رهيو مارو
ڳيرا چڻ سنسار آ سارو پنڌ پٽاندڙ ٿيو نہ تکيرو

ڳيرائپ مئون جند ڇڏايان، پنهنجي پلڙي پونءِ بچايان
ڪيئن مان سنڌ لاءِ ڪنڌ ڪپايان، سوچي سگهيو نہ سويرو

منجهندي ڪنجهندي ور ور ڪسندي،حال هيٺن جا ڏسندي پسندي
چرين وانگر رئندي کلندي، ڏکن ڪيو تس ديرو

ڏک ۾ ڏيل ڏري پيو آهي بک ۾ پيلُ پري پيو آهي
اڄ ۾ اَلِيلُ مري پيو آهي، وقت اچي ويو اويرو

خادما جيءُ جهُري پيو آهي، پونءِ جو پاڳ پُري پيو آهي
منهنجو کير ڪَرِي پيو آهي وسري ويو واهيرو

پونءِ = مِٽِي، ڏرتي ڏِيلُ = سرير، بُت
اليل = هيٺو واهيرو = پکين جي رات گذارڻ وارو هنڌ آکيرو

37. ڪراچي 2007_4_3

## لِڱ منهنجا ڪاٺ ۾

ڪنڊا ٻير ٻير ۾
رڍون ٻڪريون ڪير ۾
لِڱ منهنجا ڪاٺ ۾
پر مگ منهنجي وات ۾
ڄڄ آئي پار جي
موڪلاڻي ڪنوار جي
سئي وڃايم سڄ ۾
ڳوليان ويٺي رڄ ۾
ڪانا جوئر جا
ڪائي سوئر ويا
داڻا ٻاجهر جا
چڳي ڪبوتر ويا
ڳهه ڳنا ڳچيءَ ۾
منڊي وڃايم مٽيءَ ۾
پڇر پترون مَنَهَن ۾
ڪنوار ويٺي ونهن ۾

38. ڪراچي 2007_4_3

## هالار منهنجا يار

هالار منهنجا يار، منهنجي لهين نہ تو سار
منهنجي اِها تئي ميار، هالار منهنجا يار

ڏاڏيون ڳاريون ڏئين تو گهر ۾ تنهنجي ڳِلا سڀ تڙ ۾
چڱي ناهي ڏيڻ گار، هالار منهنجا يار

ڏاڏي ڪاوڙ تو ڪرين، توري گهٽي تي وڙهين
گهر ۾ ڪيتو ناهي ڪار، هالار منهنجا يار

جڏهن ڪاوڙ تو ڪرين، ڳوڙو لڳين تو پرين
ڪڏهن ڪائيندين ڏاڏي مار، هالار منهنجا يار

هالارُ حسين پٽ ڊاڪٽر آفتاب حسين پٽ خادم حسين ابڙو.

39. ڪراچي 2007_4_05

## پڪ تنهنجي جو ہاڙيل آهيان

جهنگ انهيءَ جو چاول آهيان، ڳوٺن ۾ مان ڳايل آهيان
ڏاڍن جو مان ڏاريل آهيان. اڻ ڳڻيل ڪريبن ڪاريل آهيان
بهشت آڇن ڏتاريل آهيان، دوزخ دڙڪن ماريل آهيان
اوڪيءَ ويل جو آيل آهيان، مرگهن وانگ اجايل آهيان
برهہ جي باهہ ۾ وهتل آهيان، ڪڏهن نہ ماڳ تي پهتل آهيان
پيار تنهنجي ۾ پيتل آهيان، من پنهنجي ۾ سيتل آهيان
اورنگزيب اُچايل آهيان، تنهن ڪري ئي تايل آهيان
تيمورن جو تاڙيل آهيان، ويرن وٽ مان واڙيل آهيان
توڙي تو وٽ تياڳيل آهيان، تو لئہ يار وياڪل آهيان
تنهنجي تختيءَ ڏاٿل آهيان، پر مان تو وٽ ڦاٿل آهيان
ڪوڙ بدوڙ جو قاتل آهيان، ڏيهن وٽ مان چاتل آهيان
توڏي ئي مان تاٽيل آهيان، ڪونہ ڏيئو مان اجهاٽل آهيان
تنهنجو ئي مان سانول آهيان، تو بابت مان ناول آهيان
توٽي تو سان ڪاوڙيل آهيان، پڪ تنهنجي جو ہاڙيل آهيان
ڪنهن ڪاريگر جو ٺاهيل آهيان، تو وٽ بي آزمايل آهيان
ڌرتيءَ جو پٽ پاليل آهيان، سنڌوءَ ساڻ سلهاڙيل آهيان.

40. ڪراچي 2007_4_6

## ميهر سوا مان ڪوڙي آهيان

ميهر جي مان توڙي آهيان
ساهڙ سوا مان ڪوڙي آهيان

درياهہ جي مان ڏاريل آهيان
ايامن ڪئون اجايل آهيان

تنهنجي سار جي سائل آهيان
تنهنجي گهور جي گهائل آهيان

موهہ مٽئي سان پويل آهيان
تو ڪان پري مان ڏڪويل آهيان

پيڳت ڪبير جي ڪويل آهيان
لوڙِن جي مان لويل آهيان

گندري آهيان، پوري آهيان
جام جي پر مان نوري آهيان

ساڙيلن جي سڄاتل آهيان
دودن جي مان ٻاگهل آهيان

41. ڪراچي 2007_4_6

## مان ڪان مران ٿي مٺا

مان ڪا نہ مران ٿي مٺا، هانو ٿي مگ ڏريندي ساڻ
خوش نہ ٿي تون حورون ملندئي، گڏ اُتي بہ هوندي ساڻ
توڙي قبر ڏي ويندين ڪٺي، تہ بہ تو سان هونديس ساڻ

اها سسئي هئي جا سمهي پئي، مان پهرا ڏيندي ساڻ
رنن ڏي تو ڪڏهن نهاريو، پئي اکيون ڪيندي ساڻ
ڪڏهن نهنديس ڪينڪي، مان پاڙي وارين ساڻ

دير سان آفيس ويندو ڪر، سوير گهر ڏي ايندو ڪر
پرسان لنگهئي جي رن پرائي، تنهن ڏي ڪين نهاريندو ڪر
هينئين ساڻ هنڊائيندو ڪر، نہ تہ رسي وينديس هاڻ

سنهڙيون سيڪريٽريون تو تاڙين،ماڻهين ڏي تون چڙ تو نهارين
ڏيان نہ منهنجو اتي ڏارين، منهنجو بينو اندر ساڙين
ڪندي ساڻ ڪڏهن بہ پاڻي، جي ڪيئي نہ منهنجي ڪاڻ

منهنجي هوندي بي موڙ نہ پڏجانءِ،سهرا ڪونہ ڳائيندي ساڻ
ويرين وانگي وڙهندي ساڻ، بچڙو ڏاڍو ڪندي ساڻ
سارو ڏيهہ کلائيندي ساڻ، سمجهي ويو هوندين تون هاڻ

اڙي! تنهنجي هوندي ٻيو ڪو نهاري،وهندين بس پو پلٽي ماري
ڪميني ڪي وجهندين ڏاري، سگهندو ٻيو ڪو ٽوڪي ٽاري
ايهي سيئي ڳالهيون پچاري، پاڻ کي سُرتِ ۾ آڻ

ادا خادم! تون به ٻڌين ٿو پنهنجي سنگتيءَ کي نه جهلين ٿو
اجان به هِنَ تي ڪک رکين ٿو اجايو مون سان به وڙهين ٿو
لک عزتون تون جڏهن اچين ٿو سُڌرئي نه ايهو پڪ ڄاڻ

42. ڪراچي 2007_4_6

## ٻوڙن گناهہ ڪهڙو

سانهہ جي وڙهن تا
ٻوڙن گناهہ ڪهڙو؟
ناحق پٽيا وڃن ٿا
گئونچن گناهہ ڪهڙو؟
ڏاتو منهنجن هٿن ۾
سنگن گناهہ ڪهڙو؟
رانديون عقل ڪري جت
مستن گناهہ ڪهڙو؟

43. ڪراچي 2007_4_7

## لاچار ڪئون پچان ٿو

اٺميو تنهين ڪي، جنهن ڪي بہ هو گهري ٿو
سوچ ۾ مان آهيان چو الهہ ايئن ڪري ٿو
چو چوندا هو ڪري ٿو، ڏاتار ڪئون پچان ٿو

جاڏي بہ مَنهَن توٽيون اوڏنهن نہ هو ڏسي ٿو
جاڏي بہ محل ماڙيون، اوڏهن گهٽو پري ٿو
نيٺ کهڙي ڪارڻ، پاندار ڪئون پچان ٿو

جٽي تي امڙ ويچاري، ريجهڻ جو راڳ ڏئي تي
وندي ورهائي سڀ کي، توٽي جو ساڳ ڏئي تي
چو ڀاڳ پر نہ ڏئي تي، هالار ڪئون پچان ٿو

باهہ جي ٻري تي، پل پل وسائي تاندا
بچاٽو آ ٻڻ کي، لاوا هجن يا ڪاندا
اميءَ جا ايئين چو آندا، اوتار ڪئون پچان ٿو

ھھڙيون ھي جيءَ جياريون، ڪُنڊيون آهن يا ڪاريون
هيءَ پِينگ چرندي مرندي، نانهن وٽن مياروں
مينهون نٿي چو پياريون، ميهار ڪئون پچان ٿو

مون کي ٻڌاءِ داتا، ڪيڏا تو ويس پاتا
مظلوم سان يا ظالم، ڪنهن ساڻ تنهنجا ناتا
بيوس ٿيو مان آهيان، ڪنهن بار ڪئون پڇان تو

ماٺار نانهن من ۾، نٿو مان ڳالهايان ڪَنَ ۾
چڏيو نٿئين مُڪياري، توڙي وڏو ٿئين ڪُنَ ۾
ڪک ۾ آهي يا پن ۾، فنڪار ڪئون پڇان تو

سمجهاءِ مون کي هاڻي، پنهنجو هي مَنڊُ ماندا
جن کي جيئارين جڳ ۾، تن کي ڏئين تو تاندا
پولار ۾ ڳوليندي، پاتار ڪئون پڇان تو

جڏي خيال ڪرُ ڪٽن تا، خادم جا پر سڙن تا
اٿهوند هوند چو آ، هي چاڙهه پوءِ چڙهن تا
هي روح پوءِ رڙن تا، لاچار ڪئون پڇان تو

44. ڪراچي 7_4_2007

## هو جي هتي هجي ها

هو جي هتي هجي ها، دل ڏاڍي خوش هجي ها
ڪا ڪچهري ڪجي ها ۽ هيو بہ ڪجھ ڪجي ها

ڏينهنڙا ڪجن سجايا، چو اڄ وڃن اجايا
سجايا تين ها لايا، نياپو جي هو مُجي ها

جي ڪهل ڪا پسان ها ۽ مهل ٻيي ڏسان ها
لنگهي وتس وڃان ها. لڳي تو تہ ڪجھ رجي ها

بس دل جون خام خياليون، اکڙين کي کن تيون آليون
ڳٽبيون نہ هن جون چالون، وڃجي ها مِنهُن ڪجي ها

ماري وڏو آ تيڏي، ويندو بي ناهہ ڪيڏي
پهچي سگهيو تي هيڏي، هن ڪئون بي جي پڇي ها

جوٽس وئي آ پيڪي، فون تي نٿو چو بيڪي
ڪنهن تي تو هتڙا سيڪي، وڃجي ها پڪ ڪجي ها

ڳيريلي جون ناهن ڳالهيون، جاتي ڪاتي اهڙيون ساليون
مائتن نہ ايئن هون پاليون، لڄ تئي ها گهَرُ ڪجي ها.

45. بکر ڳوٺ 2007_7_8

# اکيون پٽي گهم سنڌ جا ٻار

’منڙا بابا‘ چو تو وسارين، ڏينهان راتيان ’ابو‘ اچارين
ٻولي پنهنجي وينو کارين، اکيون پٽي گهم سنڌ جا ٻار

عمير چا هي الهه بچايا، ڪاتي آهين سنڌ جا جايا
جيڪي آهن الهه اُپايا، وڻ انهن جي ساڃهه ڏار

جهڙ ۾ جهيڙا رهڻا ناهن، مڪڙا وڻ تي ويهڻا ناهن
واچوڙا ٻي وڃڻا آهن، هيرون گهلنديون وري هڪ وار

وقت ڏکيو رڳو تو نہ ڏنو آ، جڳ جي قومن ڏک ڏنو آ
ڏاڙيلن جو ڌڪ سٺو آ، گهر تنهنجو آ منهنجا يار

بابل تنهنجو بيوس گهاري، سچ ڏني تس بهشت جي نعري
آسرو تنهنجو ڪيس جياري، ڪڏي بابل جي ٻي اک ۾ نهار

واٽ جو گٽڪو کائيندو، کهڙو سنڌ کي ڳائيندو
رب کي ڪيئن ٻاڏائيندو لڏي اٿئي ڪڏي پنهنجي سار

جڏهن تون گنڪو ڪائين ٿو چا ئي منهن ۾ پائين ٿو
پنهنجي پَتِ وڃائين ٿو ڪيڏو ڪيو ٿي گنڪي خوار

ٻئي جي ناهي تنهنجي ٻولي، ماءُ ڏني آ تو کي لولي
چو تو آهي رڻ ۾ رولي، پاڻ کئون وٺ خبر چار

جهل مسلسل وات وهئي ٿو سنڙو ساندهہ ڪو نہ وٺئي ٿو
اگر مگر هر هر چنبڙئي ٿو. پاڻ ڇڏائڻ جي ڪر ڪار

ويهي گهر ۾ ٻولي پارين، ٻچڙن کي ٻي ٿو سيکارين
اباڻيءَ کي هٿ سان مارين، ڪهڙيءَ گار جو تون حقدار

پنهنجي هٿ سان پيڙي ٻوڙين،سچ ڪڏي تون ڪوٽ ٿو ڪوڙين
ماءُ ڏنل پنهنجيءَ کي نهوڙين، ٻئي تي ڪهڙي آهہ ميار

پٽ جو گهوٽ ڏسئي وينو مون ڏي موٽ چوئي بينو
ڪرندو ڪوٽ ٻڌئي وينو هڪ ڏهاڙي ويڃي جهار

هي جيڪي آهن مي خوار، ٿي چڪا بلڪل نروار
تو مون لئہ آهن بيڪار، ٻول ٻنهي جا ڏارئون ڏار

خادم ياءُ ڏسئي وينو ڏک نہ کاءُ چوئي وينو
وقت بادشاهہ سڏئي وينو موٽي آءُ منا هِن پار

پَتِ = ويساهہ

46. ڪراچي 2007_4_9

## ڪوهه ڪرين ٿو ڪن_لاٿار

ادو ڪرڙ بي ڪرت ۾ آهي، ڏيهن وانگر ڏُرتِ ۾ آهي،
سچ ملي ٿس سرت ۾ ناهي، جهاڳي چڙهندو نيٺ پنوهار

منڙي ٻوليءَ کي تون ڇڏين ٿو پنهنجيءَ ماءُ کي چن ۾ ڇڏين ٿو
پيءُ پنهنجي  تئون هٿ کڻين ٿو. ڏاريا تنهنجا ٿيا دلدار

پنهنجو پاڻ سان جاڙ ڪَرين ٿو پوئتي بي ڪا نهار ڪرين ٿو
ويندي جهار تون ڪوهه جُهرين ٿو وري چوانءِ ٿو پاڻ سڏار

ميلي ۾ جڏي مينهن وسي ٿو سڀ ڪو انهيءَ ڏينهن ڀِسي ٿو
سنڌ جو آ سو شينهن ڪسي ٿو. مڙس ڪٺن ٿا بيشڪ بار

نانهن هُنن جو منهنجي ڪُرَ آن، هن جهيڙي ۾ تون پِي ڏر آن
توڙي گدڙ آن پنهنجيءَ ڏر آن، ڪوهه ڪرين ٿو ڪن لاٿار

ڏيک ڏئين ٿو اسان مان ناهين، بيهي هُنن وٽ اسان تي باهين،
ڪلندا توتي نيٺ ٻه چاهين. ڀلي هُنن لاءِ ڪرڻُ ٻُهار

ڪارن مئون اچا نيٺ ڳٽيندين ، ميت پنهنجيءَ کي ڪاڏي نيندين
خادم ڏاڍو بڇڙو ٿيندين، سنڌوءَ سان جي ڇنندين تار

47. ڪراچي 2007_4_9

## شل نہ ڪسجي سهاڳ ڪنهن جو

ڪنهن نہ جهڙي هيءَ چانو آهي ۽ هيءَ حياتي سندس نانءِ آهي
گهوٽن ڪي گهربل ڪو ڏانءُ آهي، شل نہ ڪسجي سهاڳ ڪنهن جو

ڏکيو بچائڻ هي بخت آهي، جي مڙس خوش آ تہ تخت آهي،
تپسيا برابر تہ هيءَ سخت آهي، رهي سڪيو شل سهاڳ منهنجو

ليلا ڪي قسمت هو ڪيئن ڪٽيو، وَرُ واري ڪيَئِين مٽيو مِٽيو
مان نہ ڪريان اهڙو ڪم مَٽو مٽل رهي من مهاڳ منهنجو

او مائي ليلا او مائي ليلا، ڪاڏي ويا تنهنجا متل ميلا
بَخشُ نہ ڀُلَ ڪر ڪيڏا بہ حيلا، ڏسي چڏيو جڳ ڏهاڳ تنهنجو

ور بنا هيءَ نار نڌر آ، ڏکن ۾ پر ٻي پيي ڏُرِ آ
ڏينهن آ چڙ توڙي جو اسر آ، ساٿي هجي شل هي ڀاڳ تنهنجو

ڪجھ بي معاف نہ ٿيندو آهي، پوکيو جو سو لڻبو آهي
پل چڪ خادم پريندو آهي، ڦٽي نہ ڪڏهين هي ڀاڳ ڪنهن جو

48. ڪراچي 2007_4_10

## من مون لاءِ بي اچي بهار

هيڏي پلي نہ هجي نهار پر ونجي پئي خبر چار
ويهي ههڙي وڏيءَ ڪار ڪاڏي نڪتا هيو سرڪار

دل تئون لهو نتا سائين، قاتل آهيان هڪڙو مان_ئين
ويل مون سان آ ازل کان ئي، هي اکڙيون آهن سدا آن پار

سانجهيءَ ٽاٽي موتي اچبو يارن ڏي پو مرڪي ڏسبو
هٿ ۾ اٽڪيل رومال چنڊبو حڪم ڊرائيور ڪار بيهار

مون سان پال پلائيندي آ، هيڏي هوڏي ڪنائيندي آ
پو مشڪي مون ڏي نهاريندي آ، شابس ٽس لهندي آ سار

انهيءَ ۾ خوش ٿيندو آهيان، هن ڪري هِتِ ايندو آهيان
واٽن تي بي بيهندو آهيان، من مون لاءِ بي اچي بهار

هٿ نہ پهچن اکيون سيڪيون، هجن دل کي اجايون ٽيڪون
ڪو تہ دلا سو مون کي ڏي تون، نيڻن جا ڏس وهندڙ نار

جيسين جوت جواني آهي، خادم ڏِوَ تي ماني آهي
تيسين قرب ڪهاڻي آهي، پوءِ نہ لهڻي سهڻن سار

آن پار = توهان ڏي

49. بکر گوٺ 2007-4-13

## وس وڏي ٿي گهرجي

اج مُنِيءَ کي مارڻ لاءِ، هن نوٽ سُڪِيءَ کي پچائڻ لاءِ
ساڙيل ڌرتي ٺارڻ لاءِ، وَسَ وڏي ٿي گهرجي

قوم ستل، جاڳائڻ لاءِ، دودي ڳاهون ڳائڻ لاءِ
سنگت کي سمجهائڻ لاءِ، مَسُ وڏي ٿي گهرجي

ٻڏي قائم ڪيئن ٿئي، ياري دائم ڪيئن ٿئي
جکرو جادم ڪيئن ٿئي، ڪَسُ وڏي ٿي گهرجي

ڏاڍاين کي ڏارڻ لاءِ، هيءَ مصيبت ٽارڻ لاءِ
ههڙا دشمن مارڻ لاءِ، ڏِسَ وڏي ٿي گهرجي

خادم! سوچ تہ ڪيئن ڪجي، هونءَ ڪجي جان هِيئن ڪجي
ايهو سڀ ڪجهہ ڪيئن ڪجي، سس پس وڏي ٿي گهرجي.

ڏَسَ – وسڪار – برسات – مِينهُن – وسڪارو.

50. ڪراچي 2007_4_14

## هٿ نہ تون ڪٽجان

ڌرتيءَ جي وڪ تئون ۽ پڻ پن ڪک تئون
جيڪا تنهنجي آ ازلئون، هٿ نہ تون ڪٽجان

ورهيہ ڪٽي هزار هجن، توڙي هيٺا يار هجن
دل تي پلي اوتار هجن، ڪنهن تي بہ نہ تون چڙجان

ايها تنهنجي !ياٽپ آ، ايها تنهنجي سياٽپ آ
ايها تنهنجي سچاٽپ آ، ان آٽ تي تون اڙجان

هن وطن جو وارث تون، پاهڻ تون ۽ پارسُ تون
آذر تون ۽ سدارث تون، ڏک پاڻ تي تون مڙهجان

آ پيرڻ تنهنجي پاڳهل، اها ڏاڍي آ وياڪل
تو ڪئون سوپ گهري پل پل، اڻ - موٽ نہ تون مُڙجان

خادم! ڳاءِ اهي ڳالهيون، گهڙيون نہ هجن پالهيون
چڙهنداسي اِهي چاڙهيون، ہي ڳالهہ نہ تون سٽجان.

51_ بکر گوٹ 2007_04_15

## ڏونڪو لڳندو پير

پِڙ ۾ بيٺي ڏس چو ڦير، ڪير آ تنهنجو ناهي ڪير،
سمجهڻ ۾ بوءِ پيل ٿئي دير، پر ڳالهه سمجهبي تير پتير

ڪير پنهون آ ائون آ ڏير، ڪير ڪلُو آ ڪير گل شير
جاوِل آهي اصل هنتُون جو يا آيو آ ڏئون اجمير

ڇڏائيندو ساٿ ڪي، ڪڏهين ڪير نہ ڪير
اوڏهون ڏسندين سوجهرو جاڏي اير نہ پير

توٽي تي وئي آهہ اوير، پر بي ايندي نيٺ سوير
ممڻ جي بہ مچائيندا، سي پڏرا نيٺ تہ ٿيندا پير

ڪيرائيندا ڪوٽ ڪي، مانجهي مڙس مٿير
آسروند انهن جو پلڙا جن جا پير

اڄ هلي وئي نيٺ سياٽي، ڏونڪو لڳندو پير
ڪنڙن سنڙن پنهنجن بابت، ڪيِ دلين مئون مير

پنهنجن ڪي بي جاچيندو هل، ڪير گدڙ آ ڪير آشير
ڏينهان راتيان رت وهي ٿي، ايئين ٿئي تو سنڌ جو سير

واري جي تون گهمڻ گهرين توکر پنهنجي دريا ھہ جو سير
واھہ جو ونجي سنڌ وئي آ، ونجي ويا ھن سڀ گهٽ گهير

ڪاڏي ڪهڙيون واتون ونجن، ڪاڏي ڪٽجن هاٽي پير
بگهڙن کي پئي رت جي هير، ڪاٽي بي ڪونهي ڪو خير

پادر جيسين هَٿِ نہ ڪٽبو تيسين ڪونہ چڏيندا ڏڦير
ڪچو پڪو نوٽ تي ويو آ، ڪاٽي ڪا نہ رهي آ ٻير

سوچيندي ويندي اڄ تائين، ڏاڍي گهٽي تي وئي آ دير
ڪرڙ ڪانڊيرا چوري ڪاٽي، اٿ شهر ڏي آهن پير

اتهاس ڪئون ڪجھ وڌ اڳتي، ڪوڙ پنن تي پنهنجا پير
پوتار وڏيرا پير سڳورا . ڏس تہ ڪنهن سان آهن ڪير

گولين جا جڏي ڪڙڪا ٿيندا، وڻ تي ڪونہ تون ڏسندين ٻتير
ڪانہ چڏي آ خادم هڪڙي ڳالهيون ٿيون ھن تير ٻتير

تير ٻتير= سموريون، هڪ هڪ

52. ڪراچي 07_4_17

## سنڌ ڪي بقاءُ آ

بهار ڪي ٽا پانيون، اونهاري سان بہ آهيون
سيارو سرءُ نباهيون، نہ ڪنهن منڊ ڪي بقاءُ آ

دوڏا جي نہ رهيا چنيسر نہ رهيا، ويڪائو ٽي ويا مال بازيگر نہ رهيا
ڪاريگر جن سڏايو نہ رهيا، ڪنهن نہ ڪنڌ ڪي بقاءُ آ

جيڪو مون کي جياري، پنهنجائي وينو پاري
ڏئي ٿار مون کي ٺاري، تنهن هنڌ ڪي بقاءُ آ

سينن تي جن سانهر سنا، گولن جا جن مينهنڙا ڏنا
جنهن سنڌ جا سورهيہ ڪنا، تنهن سنڌ کي بقاءُ آ

سڪرنڊ تي شهيد آ، ڪنهن بنڌ تي شهيد آ
جنهن رند تي شهيد آ، تنهن رند کي بقاءُ آ

مهل ڪان مهند آ، جيڪا تنهنجي سنڌ آ
سائي منهنجي جند آ، هن جند کي بقاءُ آ

اڪيون جڏهن پوتيندين، خادم تون هيئن نہ هوندين
تون تڏهن بہ هوندين، انڌ پنڌ کي بقاءُ آ

53. ڪراچي 07_4_17

## مٿ سٿ ڪيئن ڪجي

نيت چا ڪجي، جهٽ پٽ ڪيئن ڪجي
ملنڊڙ هنن سٿن کي، سٿ ڪيئن ڏجي

مهلن وڏو ڳچيءَ ۾، ڪوڙن وڏو سچيءَ ۾
هاڻي نياڳي نانوَ کي، چٽ ڪيئن ڪجي

الزون تلهيون اسان تي، آڪڙيون اسان تي
ڏنڊيون ايبون اسان تي، ڪا رٿ ڪيئن ڪجي

ڪالهه ٿيو هو جيڪي، اڄ پي اهو ئي آ
هاڻي سوچڻو اهو آ، لٽ پٽ ڪيئن ڪجي

ڄُڻ جي آ بيغ تي، آ سپاهي ٿيڻ تي
آهي پوءِ اثرڻ تي، سا گهٽ ڪيئن ڪجي

گهر آ منهنجو ڪاتي ۽ نر آ تنهنجو ڪاتي
نگر سچو هي ڪاتي، او ٻٽ ڪيئن ڪجي

جيڪي هتئون هليا ويا، آيا جيڪي هتي
هاڻي هتي تون سوچ تہ، مَٿ سَٿ ڪيئن ڪجي

ويون وڪوڙي باهيون، اسان سرت ۾ نہ آهيون
ڪٽئون وکون سجايون، ينيٺُ هي جيئن پِڄي

خادم! ڏاڍو چريو آن، اڄ تائين نہ سڌريو آن
منڙيءَ ماءُ سنڌ سان، بيو مٿ ڪيئن ڪجي.

54. ڪراچي 07_4_17

## درياهہ شاهہ

پونديون هاٽي نہ چاريون، ڏينديئي نہ ڪو ميارون
ڪيتريون تو سهٽيون ماريون،سهڪن بيڙيون ويچاريون
ڍرڪن مينهون پتاريون، سچيون آهن بيتاريون
تنهن جو وهہ وهڻ لئہ،ڪاڏهون تہ ٿيندي ڪاهہ درياهہ شاهہ

اونداهيون بہ وينديون ۽ موتي سنبهيون ايندون
پکڙا ڏاهيون اڏينديون، بيڙياتن کي بانهيون ڏينديون
نيٽن کي راهون ٿينديون، هيٽن تي چانئون ٿينديون
سيٽن ساهون ٿينديون،هيلهوڪي هن ئي ماهہ درياهہ شاهہ

---

سَنبُھِي = مڇي مارڻ لاءِ ننڍي بيڙي (ڏُونڊِي) ۽ جي آڏو چاري ٻڌي ملاح / ميربحر / مهاڻو جنگهان سڌيون ڪري چاريءَ ۾ پنهنجا پير اٽڪائي / قاسائي ويهي رهندو آهي. بيڙي اڳتي هلندي رهندي آهي. سامهون ايندڙ مڇيون، ڪُرڙا ۽ ڪُرڙيون، ڪڏُ / تپو ڏيئي اچي انهي چاريءَ ۾ قاسي پونديون آهن. تنهن چاريءَ کي سنبُھي چئبو آهي.

55. ڪراچي 07_4_20

## جاڻ تنهنجو خط مليو

جاڻ تنهنجو خط مليو تنهنجي دل جو تت مليو
اندر کي آٿت مليو ساهہ کي ڏاڍو ست مليو
بت کي چڻ نئون رت مليو، الله ڪندو خوش هوندين تون

نم وٽ پاڻ کي کوڙيان تي،اج مان تو سان اوريان تي
ماضيءَ سڳڙو سوريان تي، وقت وَيَلَ کي ووڙيان تي
روح ۾ جيڪي روڙيان تي، اميد چڱيءَ پر ٻڏنديں تون

ڪچي ۾ ئي ڪُڏندا هاسي، واٽن تي ئي وهندا هاسي
سانجهن جو ئي سمهندا هاسي ۽ پو جڏهين اٿندا هاسي
هڪ ٻئي کي ڏسندا هاسي، هن ڳالهہ ۾ پڪ آ هوندين تون

الف الله بہ گڏ پڙهي سي، ميم محبت پڻ ڪئي سي
ڪوڙي مٺي هڪ ٻئي کي چئي سي، دانهن ٻئي کي ڪانہ ڏني سي
چوري ڪنهن جي ڪا نہ ڪئي سي، کوٽ نہ هو چئي سگهنديں تون

بسري آندي هُيئي گهرئون، چيو هُيئي آءُ ٻئي ڳرئون
امڙ ڪِلِي هئي ٻيهي پريئون، خوش هيا سي ٻئي ڏريون
هاٺي ڪهڙيون ڳالهيون ڪريون، هيءَ يي ياد تہ ڪندين تون

مٺڙڪ تائين گڏ هئا سي، پوءِ وڃي پاسيرا ٿياسي
تون الائي پهتين ڪاٿي، مان ڪٿي ۽ تون ڪاٿي
نرڪاٺي ۽ ناري ڪاٿي، سوچيم ياد ڪندو هوندين تون

پاريچن سان ناتا ها، آيل اوڏهون نياپا ها
ماٺهو سنڙا سڃاتا ها، بابا امان آتا ها
پوءِ ياٺرن ياڪر پاتا ها، جاچيم ڪاٿي هوندين تون

ولات هئين تون هليو ويوڪنهن سان سور نہ سليو هيو
پنهنجو پاڻ پوءِ پليو هيو جندڙيءَ ڪي ٻي جهليو هيو
مانُ مَنَهن ڪي ڏنو هيو، ڪو نہ مياريون ڏيندين تون

لائون گهوٽ سان لهنديہ مٿو مٿي سان لڳندي
مٿو مٿي سان رهنديہ تڏيون ڪوسيون سهندي
هيسيتائين ايئين هلنديہ شابس ڏيندين تون

جڏهين چنو چڙيو هيو.   گهوٽ به اڳيان هليو هيو
بابي هٿ مٿي تي رکنديءَ هڪڙو اکر چيو هيو
شل مڙس وٺائون ڪٽولو نڪرئي،پيڪا ڪين پٺائيندينءَ تون

ڪڏهن ايئين بي تيندو آ، دل گهريو ڪونه ملندو آ
پاڳ نه ڪڏهين ڦرندو آ، لکيو جيڪو نه ٽرندو آ
گهورَ به نيبهہُ گهرندو آ، اها ته ڳالهہ مڃيندين تون

جاڻ پير پريندو وڃ، هٿ مٿي تي ڌريندو وڃ
پيٽپ رئو بي ڏيندو وڃ، مڙس منهنجي کي ڏسندو وڃ
پاريچن کي پسندو وڃ، آ آس ته مون ڏي ايندين تون

گهورَ = قرباني
نيبهہ = نباهڻ
سنڌ جي رسم آهي ته جڏهن ڪنوار پرڻجي، پيڪن جي چانئٺ ٽپي، گهوٽ پٺيان لڳندي آهي ته سندس وڏن مان ڪو هڪڙو پيءُ، چاچو مامو وڏو نڍيو پاءُ يا ڪو بيو ڪهول جو وڏو مٿي تي هٿ رکي دعا ڪندو اٿس ته نياٹي! شل مڙس جي گهر مان ڪٽولو نڪرندئي. مراد اها ته مڙس سان نباهي، مريءَ مڙس جو گهر ڇڏينيدئنءِ

56. بکر ٻوٽ 07_04_22

## امڙ جي اُرهہ هو جڏهن کير آڇيو

امڙ جي اُرهہ هو جڏهن کير آڇيو
منهنجي سکن لاءِ وٽ پيڙ باسيو
چتن شاهہ وٽ هو امان ڳيچ ڳاتو
وڏي ڪوڏ مان هو جيجل پوءِ تاتيو
آڪاڻي اها هئي ٻڌائي امان

دعا ڪيو منهنجو پٽ ڪرڙ پئي پڙهي
زماني جي چاڙهن تي من پئي چڙهي
هوريان منهنجي قسمت پئي پو رڙهي
امان جيسين جيئري نہ منهنجي اڙي
سِگها پوءِ ڏينهڙا اچي تيا سنوان

ڇڏي ٻوٽ پنهنجو آيس شهر ۾
امان کي چيو هم وڏا سک بحر ۾
ٻِ ٻوٽن ۾ ماٺهو وڏيرن ٿهر ۾
ڇڏي راج پنهنجو نہ هلنديس شهر ۾
ڪيم وس وڏا پر نہ آئي امان

جڏهن کان مليو آ نئون آستان
پوليس ۽ وڏي ساڻ گڏ آ شيطان
ورهيہ سٺ لنگهي ويا ڪتان جو ڪتان
سڄي سنڌ تي وئي ٿتان ۽ پٽان
لڳي تي رڳو بس پنهنجن ڪئون بچان

امان هو چيو پٽ! وڏي پيار سان
متان پئين اڙي شهر جي نار سان
لهجانءِ لائون ڪنهن ٻڪرارِ سان
چيٽا ٿقي تنهن پلي ءَ ڪنوار سان
چيومانس پڪ ڪر ايئين ٿي ڪندس مان

آهي وقت بادشاهہ پنهنجي خيال وارو
امان کي ڏنئين ڪونہ خوشين جو وارو
امان بس هلي وئي تيو ڪو نہ تارو
سوا بس صبر جي رهيو ڪو نہ چارو
وسري نٿي ياد آهي امان

خادم ياءِ! گهر ۾ اها ٿي ڪنوار
چيو هو امان جيئن اها ٿي ريدار
عقل ڪونہ دل جي آ ڏاڍي سچار
وٺي ڪا نہ ٻاهر جي ڪا خبر چار
آهيان خوش تہ خوش هوندي منهنجي امان

57. ڪراچي 07_4_23

## موٽي آءُ امڙ جي جهوليءَ ۾

ور ور توتي ساهه ڏئي تي
اٿڻ جو اتساهه ڏئي تي
ڇَوڪو توکي چاهه ڏئي تي
ڪاهڻ لاءِ ڪنداهه ڏئي تي
ٻانهون وڏائي آءُ چوي تي
موٽي آءُ امڙ جي جهوليءَ ۾

سنڌ ويڪائو ڪري وڪڻين تو
ڏاڍي سستي تون سمجهين تو
هن هستيءَ کي ڪوڙ مڃين تو
ڀاڻ کي تون پيڊ هٽين تو
اڃا تي گهوڙي ڳلُ ۾ رلين تو
ڪوڙ نهندين هنن جي ڏوليءَ ۾

تون هڪڙو چا ڪوڙ هليا ويا
وجهي نادانين جا نوڙ هليا ويا
قبرن ۾ ته ڪروڙ هليا ويا
ڏاڍي ٻوڙيا ٻوڙ هليا ويا
خادم جهڙا ڀلوڙ هليا ويا
سنڌي سمجهه تون سوليءَ ۾

ڪنداهه : ڪنداهه جو ٻيلو

58. بکر ڳوٺ 07_4_27

## ويڪائن جي هجي قطار

وقت جڏهن ٿئي ويري، قسمت بي ٿئي ميري
تنهنجي وس نہ ڇيڙي نبيري، اک تنهنجي ٿئي ڪيِري
هجي چوڌر انڌوڪار

جيِ هجي ڳالهائي نہ سگهجي، راڳ هجي پر ڳائي نہ سگهجي
ڍنڍڙ راند کي ٿاهي نہ سگهجي، ڀاءُ کي ڀاڪر پائي نہ سگهجي.
سنڌ جي ڪنهن کي هجي نہ سار

راتيان ڏينهان جند سان جاڙون،ڏسنديون رهن اکيون ويچاريون
ويل وڏي ۾ نر ۽ ناريون، وڏي وجن جي ڪن لاتارون
سچ ايرڻ ڪئون ڪري انڪار

اهڙي رات جي ملي پوي، اوندهہ ٻاٽ جي هلي پوي،
ائون پرڀات جي ڀُلي پوي، سچ جي راهہ جي رلي پوي
سوجهري جا نہ هجن آثار

پاڻ ۾ جونڊا پٽ هجي، ڀوتار کي ڳاڙهي ڪٽ هجي،
ور ور مڇ کي وٽ هجي، قوم توهان جي وهٽ هجي
جرڳن جو هجي وهنوار

پٽَ ۾ جيئي سنڌ هجي، ڪاريءَ ۾ جي سنڌ هجي
هوڪو ٻي هر هنڌ هجي، پاڇاريءَ ۾ ڪنڌ هجي
ويڪائن جي هجي قطار

ڀھڙي حال ۾ سنڌ اچي وئي،گھگھ اونداھ جي منڌ اچي وئي
وڏي ڏچي ۾ جند اچي وئي، ڏک جي ڳالھ هر هنڌ اچي وئي
خادم ٻڏي ٻيڙي درڪار

59. بکر ڳوٺ 07_4_28

## جيسيتائين ڪارا وار

ايئين ڏينهن گذارين تو جاڙهون چڪ نهارين تو
هٽي ونجهه اڪارين تو نيون پراڻيون پاڙين تو
ايئين ئي آهي وهنوار

تنهنجا نيڻ نهارن تا، ڪوڙ دلين کي ٺارن تا
ساڻ محبت مارن تا، ۽ پڻ ڪِن کي رئارن تا
اڪ سدائين منجهه خمار

ڪنهن کي ياڪر پائين تو ڪنهن کئون يار نتائين تو
جنهن کي ڏاڍو يانئين تو تنهن کي پڻ تون ستائين تو
ساڳي ناهي تنهنجي ڪار

ڪڏهن ڪاڏي ڪڏهن ڪاڏي، تاٽين تاڏي جوڙ نہ جاڏي
هوڏ اها ئي اچي مانڌي، هُن جي اڪ الائي ڪاڏي
دل تي چوا جايا بار

ڪنهن سان اجايو اُچائين تو ڪاٿئون چوٽ بہ کائين تو
پاڻ ڏاڍن کئون لنوائين تو ايئن حياتي گنوائين تو
جيسيتائين ڪارا وار

ايڪو سڀ سان سمجهي هلجي، اوڙي پاڙي سان گڏجي هلجي
ناهه ضرور آڪڙ جي هلجي، ڏاڍي ساڻ ڏمرجي هلجي
ڪرا ڪوتا خيال ۾ ڏار

هيءَ حياتي جر تي ڦوٽو هيءَ جواني واءَ جو جهوٽو
ٻن ڏينهن لاءِ ڇو ٿئين ڪوٽو ڏوڪڙ ڪارڻ ٻڄين لوٽو
خادم ٻڄي ڏينهن گذار

60. بکر ڳوٺ 07_4_30

## راولَ ايئن رلائي تو

جهڙو ٻج تهڙي ٻني، جهڙو ور تهڙي وني
جهڙو ڏنو تهڙي ڏني، جهڙي چالي تهڙي پِني
ٿاٿارو ايئن ٿاهي تو هادي ايئن هلائي تو

جوئارن ۾ جهار ٿئي ٿي، پيهن وچ پچار ٿئي ٿي
تو مون ڏي نيهار ٿئي ٿي، جهانگن ۾ جهونگار ٿئي ٿي
ڪانياٽي خوب هلائي تو مالڪ ايئن ملائي تو

وارياسن جي واٽن ٿي، سانوڻ مينهن جي ڇاٽن ٿي
ڪندي سير ڪنواٽن ٿي اٽڪن نيڻ ٻواٽن ٿي
معصومن کي ماري تو پورن ايئن پلائي تو

ڪاڻيون ڪندي ياديون ڪندي، پنهنجون دلڙيون مانديون ڪندي
يارن وٽ فريادون ڪندي، روح جي رڻ ۾ رانديون ڪندي
وارو وقت ورائي تو خالق ايئن کلائي تو

گسن تي ۽ پنڌن تي، موٽي آيل منڌن تي
اڳ ٻڌايل هنڌن تي، ياڳ نياڳ جي سنڌن تي
محبتي ميڙائي تو راولَ ايئن رَلائي تو.

رَلائِڻ = ملائڻ

61. بکر ڳوٺ 07_5_1

## انهيءَ ڳالهه جي پئي ناهي

ايئين بي ڪڏي ٿيندو آ، گهاتو مُور بي نيندو آ
راول روز نہ ڏيندو آ، جيڪي مليل ڪسيندو آ
ڪڏهن ڳڻتي ڪئي ناهي، انهيءَ ڳالهه جي پئي ناهي

ٽِڙ جي گتي جي چوٽون ڪائي، سمجهه اهو بي اوڏهون آهي
ڪا گهٽتائي توڏهون آهي، يا تہ پلائي هوڏهون ناهي
پرواهہ ناهي جي سنئين ناهي، انهيءَ ڳالهه جي پئي ناهي

ور ور جيئندي ور ور مرندي،ڪڏهين ٻڌندي ڪڏهين ترندي
ڪڏهين پجندي ڪڏهين پرندي، هوريان ڏاڍيان ڇرندي پرندي
پاڻ پارئون گهٽ ڪئي ناهي، انهيءَ ڳالهه جي پئي ناهي

سنڌ جي مند هڪجهڙي ناهي، گرمي سردي اهڙي آهي
ڪالهه جا هئي اڄ اهڙي ناهي، اڄ گهٽي سوڪهڙي آهي
دانهن اسان پر ڪئي ناهي، انهيءَ ڳالهه جي پئي ناهي

اسان ڏاڍا چيڙهالا آهيون، ڏسندا لاها چاڙها آهيون
ڪڏهن ماٺ ڪڏي راڙا آهيون،اڄ سواءِ سنگت جي ٻاڙا آهيون
سچ چوندي بس ڪئي ناهي، انهيءَ ڳالهه جي پئي ناهي

62. بکر ڳوٺ 07_5_1

## تون ڪيسين وقت نتائيندين

راند تنهنجي هيءَ نئين ناهي، وک اڃان اسان ڪنئين ناهي
توڙي قسمت اڄ جي سئين ناهي، الف ۾ آس هُئِين ناهي
نيٺ تہ راند ڪتائيندين، تون ڪيسين وقت نتائيندين

ڪڏهين آڻ مڃي ناهي، منهنجي جُوءِ سُڃِي ناهي
ڪئي آ تو جا پُني آهي، پر ڏرتي ڪنهن نہ ڏِني آهي
ڪنهن ڪنهن کي آزمائيندين، تون ڪيسين وقت نتائيندين

ماڪڙ وڻ تي وِهي نتي، پنهنجي پيرَ تي بيهي نتي
هڪڙي هنڌ تي رهي نتي، فرحت ڪٿ بي سهي نتي
هت ڪيئن کيس وَسائيندين، تون ڪيسين وقت نتائيندين

پيڙ پلي هن تانهہ تيٰ پهڪن، اُلا پلي آسمان تي پهچن
ساوڪ ڪائي سوڪِ تي سهڪن، تانڊا پاڙون ڪاڏي نہ پوکن
اها ڳالهہ هنئين سان هنڊائيندين، تون ڪيسين وقت نتائيندين

ٻج پلي تون وڻ ويڙهيون، اسان بي بيناهون جهيڙيون
پنهنجي پاڳ کي هن ميڙيون، چڄنديون نيٺ تہ هي نوڙيون
ٻچڙا اوس پَچائيندين، تون ڪيسين وقت نتائيندين

پهريون پيرو ڪو نہ ٿيو آ، ڪالهہ ڪان اڄ وڌيڪ ٿيو آ
آزاديءَ جو سِهو بہ ٿيو آ، سُڄَهندي جو ڏيئو ٻريو آ
نيٺ تہ پنڌ ڪُٽائيندين، تون ڪيسين وقت نٽائيندين

معصوم اڃان بي عبرت ۾، پٽيل اڪيون هن حيرت ۾
سڀ اسلام جي گهيرٽ ۾، چوڪرُ ماريل ميرٽ ۾
پنجوڙ ۾ پيل ڇڏائيندين، تون ڪيسين وقت نٽائيندين

63. ڪراچي 07_5_3

## سيان تون ئي پيئنديُن زهرُ جو پرين ٿو

پرندڙ هي ٽانڊا ٻڪائِڻُ گهرين ٿو سدا ساهه سنڌ جو سڪائڻ گهرين ٿو
پنهنجا پير ڏاريا جمائڻ گهرين ٿو بادشاهه درياءَ سڪائڻ گهرين ٿو
شرم ئي نٿو ٿيئي تہ ڇا تون ڪرين ٿو سيان توکي پيئڻو زهر جو پرين ٿو

وڏيرا بہ ڪڻ ساڻ توساڻ آهن. مٽيءَ جا ناهن پٽ مٽيءَ ساڻ ناهن
ٻاهرئون جو آيو هي تنهن ساڻ آهن، سنڌ جي سدائين ڏکن ڪاڻ آهن.
ڪندا ڪڏهن بي ڪهل پاڻ ناهن، ڄيئڻ مان ڏسان ٿو ٽيئڻ تون ڏسين ٿو

گرهہ سٽيپ جو جي آ ملندو ملن ڪي، حرامي ٽيڻ جو هنر آ هنن ڪي
قرآني ٽجي ڪيئن خبر آ هنن ڪي، روئي ٿي ڇٽيو جنهن مڏر آ هنن ڪي
گهربل سدائين ڦڪر آ هنن ڪي، نہ هوندئي اِهي ڄاڻ پڪ تون مرين ٿو

جيڪو پير آهي، وڏيرو بہ آهي، شرابن ڪبابن ۾ ڪيرو بہ آهي
پلي ڪر سنڌي ڪو تہ جيئرو بہ آهي، بلائن ٻنهي تي ڪو گهيرو بہ آهي
هن وقت وٽ ڪو نبيرو بہ آهي، هيءَ ڳالهہ منهنجي چڱيءَ پر سٽين ٿو

چوين ٿو تہ هيءَ وادي مهراڻ آهي، جيڪي هتي سڀ سو تو ڪاڻ آهي
جيڪو بي سنڌي آ ڏاهر پاڻ آهي، ادڪو نہ توکي موڪو ساڻ آهي
وڄندو نغارو توکي ڄاڻ آهي. ياڻن سان هر پل اهو ئي پڙهين ٿو

وڏيرن پيرن کي گاريون ٿو گونرين، اصل ۾ انهن ڏي ٿو سنگت کي سورين بنگلن ۾ ويهي مٿن پاڻ گهورين، جيڪي آ هنن وٽ هٿن ساڻ روڙين جڏهن ڪٿون هتي ڪوڙ جا چنگ چورين،ڏسندا اچئون ٿا جيڪي تون ڪرين ٿو

آهين خوش ته ڪنهن توکي پرجهيو نه آهي اڄ تائين ڪنهن توکي سمجهيو نه آهي اڃان تائين من تنهنجو خوش ٿيو نه آهي اڃان پر هي سٽ تنهنجو سلجهيو نه آهي سَپُ تنهنجي نيت جو هش ٿيو نه آهي، ڏينهان راتيان ڏاڍيون تون ڳٽيون ڪرين ٿو.

بکائڻ –ٽانڊي جي تاوَ کي وڌائڻ

64. ڪراچي 07_5_3

## سڄي سنڌ آ جڻ تہ هڙتال ۾

گُندِيءَ ۾ داڻا برابر نہ آهن، چاڙن ۾ چاڻا سراسر نہ آهن،
نصيبن جا ٽاٽا ادا پر نہ آهن، هي جيڪي اباڻا منهنجي ڏر نہ آهن
جيڪي منهنجا راڻا منهنجي گهر نہ آهن، سوچيان ٿو سڏيان ڪنهن کي هن حال ۾

ٽيندڙ تماشو اکين سان ڏسان ٿو لڳن پالا بت ۾ نہ پر مان ڪچان ٿو
مٿل آهيان جيئرو اندر ڪئون پچان ٿوهي ڏسندي نظارا رڳو بس لڇان ٿو
لڳي پاڻ ڪئون پانئيان بس ٻچان ٿو اجان ڪيترو ٽيندو هن سال ۾

اهڙي مات چوڌر جڻ تہ ننڍ آهيون، ٻڏئون بي نتا جڻ تہ ڪو ٻنڌُ آهيون
خبر ناهہ گهر ۾ ڪهڙيءَ ڪنڊ آهيون. اوريندي الهہ ساڻ منجهہ جهنڊ آهيون
ساندهہ سزائن جي منجهہ منڊ آهيون، سڄي سنڌ آ جڻ تہ هڙتال ۾

ڪانپاٽيءَ جو ڦيرو ٻهر پل ڦري ٿو گليلو ظلم جو مٿان مون ڪري ٿو
منهنجو پاڳ پل پل پڇي ٿو پُري ٿو ڏسجي تہ هي ٽاٽو ڪڏهين تري ٿو
ڪڏهن وقت ظالم گهڙي کي پري ٿو زمانو هلي ٿو ڊريءَ چال ۾

گانڌي بہ چپ آهہ هن ڏاند بابت، لينن بہ چپ آهہ هن راند بابت
پٽائي رڳو گڏ آهي مانڊ بابت، چوي ٿو ٻڌيءَ جي نہ تو وٽ جي طاقت
بچائيندين ڪيئن هيءَ سڄي سنڌ ثابت، هزارين نہ هڪ اک تنهنجي مال ۾

نئين سر وري ڳول ڪا گهات پنهنجي، سهنجي نہ هوندي ڪائي وات تنهنجي
ڳائبي ڳوٺن ۾ پر رات تنهنجي، سنگت توڏي سُرندي ڏسي ذات تنهنجي
ڪرڻ هڪ هڪاٽي ڏاڍي آٽ اهنجي، سنگينيون سڏيون ڏس تنهنجي تاڙ ۾

پنا ڏينهن جڏهين تون مرندين هونئين بي، پري قبر ناهي تون ڪرندين هئين بي
گهوري چڏ جواني جو جهرندين هئين بي، ڪيترو بي پڇندين تون پرندين هئين بي
پنهنجيءَ پڇاٽيءَ ڏي سرندين هنئين بي، چڱو ٿئي ٿپو وِيرَ جي چاڙهہ ۾

65. بکر ڳوٺ 07_5_4

## اڄ ڪٺي تون پاڻ سان هي ٺاهه ڪر

اڄ ڪٺي تون پاڻ سان هي ٺاهه ڪر،
رت سموري سنڌ لاءِ مباح ڪر
وقت ڪئون هن ويڙهه ڪارڻ واهه گهر
۽ شهيدن سان به ڪا ته صلاح ڪر
ويڙهه لئه جيڪا ضروري ڏاهه گهر
پوءِ پڙ ڏي تون نهاري پڪ ڪندين

سمجهه سچُ سورهيه ڪٺي جي وک ڪٺين
اِتهاس جي لڪيل پنن کي جي پڙهين
ڪالهه ڇا ٿيو هو ۽ ڪيئن ٿيو سڀ سٽين،
قوم آڏو سڀ دغائون جي رڙين
ساهه صدقو ڪرڻ لئه تون ڳرُ ڪٽين،
آس آهي ڪا نه تون ڪا چُڪَ ڪندين

هي ڪراڙا قوم تنهنجيءَ جا مٿا،
پيچ هنن ڪئون ڪالهه تنهنجيءَ جي ڪٽا
ڪنڌ تنهنجي ڪونڌرن جا ڪيئن لٽا،
ياڳ تنهنجي وطن ڪئون ها ڪيئن رٽا
۽ پو ڏکيا ڏينهن يارن ڪيئن سٺا،
سور سنڌ جا سيئي ساري سُڪَ ڪندين

هٽڙ هڪلڙ ٻيلي سارڻ وات وٽ،
ٽيئي گڙ ڪڙ سنڌ ڪارڻ سات وٽ
ڏاها سيئي اکين تي هن پر پٽ ڏٺيءَ جي بات وٽ،
اندر جي آنڌ مانڌ ڪئون تون آڇپي جي تات وٽ
هيڏي هوڏي چرندي پرندي اپ ڪئون ٻي ذات وٽ،
ائون اهو سڀ ڪجهه ملئي جي پوءِ چو تون چرڪندين

آڇپي جي ڳالهه ايئن جيئن رڪ چٽا چٽا پون
جن ڪپي سائر ۽ ڌرتي ڪيئن اهي سپنا سهن
نالو وٺي اسلام جو ڏس ڪيئن تا سچ کان ٽهن،
اٿ اکيون ڏينهن رات توتي چينل تي ڏس ڪيئن تا ٻهن
توڙو تيرهن تو هٽي ۽ ڏاچي آهي منجهه ڏهن
سنڌ تي گهورين جي سِرُ اِتهاس ۾ تون چمڪندين

66. ڪراچي 07_5_4

## چامُل تنهنجو پتر پڙهيم

چامل تنهنجو پتر پڙهيم، پڙهندي خط اصلي نہ چريم
ڏيرج تنهنجو اکين ڏريم، ڪو بہ ڏوهہ نہ توتي مڙهيم
بيشڪ سنڌ جي آنهن مريم، شل جيڪو جا تي خوش هجي

ڳوٺ ڇڏيم ڪک پن تي ويس مان، روهہ ۾ رڄ ۾ رلندو ويس مان
پاڻ وهيڻو ڊڪونہ رهيس مان، سياٽي ڏي بس ٻڪندو ويس مان
ڪاڙي آهي ڏاڍي ڪس مان، توکي پر شابس هجي

نيڻ منجهارئون نڪتي ناهين، صبح سانجهہ جي يڳتي آهين
پري آهين پر گڏ بي آهين، ساڳي منڙي اڄ بي آهين
سپنن ۾ تون سڏبي آهين، توکي چامل جس هجي

قسمت توکئون ڏار ڪري وئي، ڏاڍو پري اڏار ڪري وئي
ماکئون کسجي نار پري وئي،جُوءِ جهانگين جي پار ڪري وئي
چڻ تہ هئي ڪا جهار پري وئي، ڪونہ ڪنهن جو تو وس هجي

جڏي ياڳ وڃوڙو آٽي تو اڄ تيئي يا سياٽي تو
سيج نہ جوڙو ماٽي تو هجي ڪُوڙو لڪڻ وهاٽي تو
اڳتي الله ئي جاٽي تو ڪٽي ڪيڏي بي ڪا چس هجي

هڪ بنگالڻ ڏنو هو پاسو وقت وٽي وئي چڱو خاصو
پريت تنهنجي پر منهنجو پاسو تات تنهنجي هئي وڏو دلاسو
مٽين محبت ڪٽو نہ ڪاسو چوڏس تنهنجي ڏِسَ هجي

پل امانت ٻئي جي آهين، ڪنهن ٻي ناتي منهنجي آهين
سڪ تنهنجي رهٽي آ سدائين، جهڙين اکڙين سان ٻي پائئين
جاڻ وٺ تون آنهن سدائين، بس تو ڪي ڏسڻ جو گس هجي

67. بکر ڳوٺ 07_5_5

## سگھيو ڪٿي مان ساڻ ڪو ناھيان اڇا

جھنگ ۾ جھونجھار ھن جھانگي ٻہ ھن
سنگ ۾ سو يار ھن سانگي ٻہ ھن
ننگ ۾ ننگپار ھن، ننگي ٻہ ھن
پو ٻي مان اوپاڻڪو آھيان اڇا

اوڙي پاڙي ۾ جي ڪنھن سان جٽ ٽئي
جند چڏائڻ لاءِ پئي ٿي لٽ ڪچي
ڪوڙ جھيڙا ھن سچي توڙي ڪچي
ھٿ ٻار ڪو مان واڻڪو آھيان اڇا

گڏجي ٻہ جي پئون پوءِ من ھيءَ مُٽِ ڪچي
ٿي سگھي ٿو ملڪ پو ڪئون لُٽِ ٻچي
پيل وڏو پوليسِ جي وٽي لٽ اچي
سگھيو ڪٿي مان ساڻ ڪو ناھيان اڇا

گھربل ھجي ٿو سوريون سينگار جن
پيل تہ پُٽَ وانگر عباسيءَ مارجن
لاڪاٽ جون ڪي يادگيريون سارجن
نيٺ اٽندو ھاڻ ڪو پانيان ٿو مان

آءُ تہ ڳالھيون ڪي ڪريون سنسار جون
اتر ڪاڇي ۽ وچولي لاڙ جون
ڳائجن ڳالھيون اباڻي پار جون
سندرو ڪٽي آباڻڪو ساھيان تو مان

عباسي – شھيد نظير عباسيءَ ڏي اشآرو

68. ڪراچي 07_5_5

## چڙهي وئي چڻ ريل مٿان

هڪڙي ڏينهن اڳئين اونهاري، سنبريس وڃڻ لاءِ ڪنڌياري
چڙهيس ٽي روڊ تي بس بيهاري، مورت هڪڙيءَ وڏو هو ماري
مرڪي ڏنو هو مون ڏي نهاري، ڪنيجي ويس ڏاڙيل هٿان

پيرڻ وڏيءَ سان بيٺي هئي، لڳي پيو ننڍي نيٺي هئي
درگاهه ڪا ڪا نہ مون پيٺي هئي، اوچتو دل ۾ پيٺي هئي
چمڪي پئي چڻ ريتي هئي، هيٺ سمونڊ ناريل مٿان

ڪنڌيارو تہ ويو پو وسري، چنڊ بيٺو آڳر تي ايري
ڪٽڪ بيٺي هئي آڏو نسري، هاٿي ڪاوان ڪيئن مان بسري
دلڙي منهنجي ايري سيري، سجو تي ويس مان ٽٽان پٽان

دل ۾ اهو ٿي اوتارو ڪيان وڏيءَ سان ڪيئن چارو
جنگهان هيون پر يڪتارو عليءَ جو پوءِ هنيم نعرو
پڇيم توهان بي ڪنڌيارو ڪنڌيارو تيهہ ميل هتان

ٻڌ ادا هيءَ آهہ چري، ڪنهن چرئي سان پئي آ ڪري
پائن ڪئون ناهي ڪڏهن ڏري، ڏسڻ ۾ آهي حُور پري
هُنَ ڏر جي ڪٽي وئي آ سَرِي، پر هيءَ وجي ٿي ڏيل هٿان

پيڻ اٿم ڏاڍو وس ڪيو آ، درگاهہ موساٽيءَ ڏس مليو آ
چاڪ ٿيڻ جو گس مليو آ، پاهڻ مان پارس مليو آ
پاڳ نہ هن سان گڏ هليو آ، چوڪَرَ سان ٿئي ميل مٿان

ڍڍر ڍرا پوءِ ٿي ويا منهنجا، ٻئي پاسي ها تارا منهنجا
اڏريا خواب پيارا منهنجا، اهنجا ٿي ويا چارا منهنجا،
ڪاڏي ويا ڪنڌيارا پنهنجا، چڙهي وئي جڻ ريل مٿان

پيٽسان ماٺهو موڙهل آهي، وهمن منجهہ وڪوڙيل آهي
پر جيڪو ڪڏهين اُڙهل ناهي، مون وانگر بس پورل آهي
ڏسو ادو هي ڪوڙل آهي، نڪري ٿو وجي ڪٿان ڪٿان

69. ڪراچي 07_5_8

## يار وڏيرا ڏي تہ خبر

يار وڏيرا ڏي تہ خبر، پنهنجن تي تنهنجو ڇو آ ڏمر
ڏاريو تنهنجو ڇو دلبر، تاريخ اهو ئي ٻڌائي ٿي

قاسم جي پٽ سنڌ ڪٽي هئي، تنهن سان گڏ موکي جي ٻڌي هي
اها راند سنڌين کئون موکي ڪٽي هئي، اڄ تاريخ ورجائي ٿي

ڄٽ جو پيٽ پريو جي آهي،ڏاڍي ڪاوڙ توکي آهي
اهو ڏوهہ ٻلي ڪمدار جي آهي، لڏي وڃي پو تنهنجي خدائي ٿي

تنهنجي پيٽ ۾ ٻڙڪو آ، ورهين کان توکي اُڌڪو آ
سائو نہ ٿئي جو نڏٽڪو آ، آ ٻاهہ جا پڙڪا ڪائي ٿي

نيٺ تہ تون بي ڇيهہ ڪندين، ڪيسين ڏکيو ڏيهہ ڪندين،
تون ٻاچ وري پرڏيهہ ڪندين، ڪانتا گهڙي گهمائي ٿي

لات منات کئون آجو ٿيندو هي ڪعبو بي پاجو ٿيندو
گهر گهر ۾ پو واڄو ٿيندو هيءَ مهل توٽي جو سهائي ٿي

اها نيٺ نيٺ بہ ڪائيندئي، اها ڏاري سنگت ماريندئي
ايهي پنڊت ڪاريندئي، سنڌيت توکي سٽائي ٿي

70. بکر ڳوٺ 07_5_10

## اِهو نجومي نہ ٻڌائيندا هن

ايندا هن ۽ ويندا هن، گهر پرائي رهندا هن
ڏوَ تي مانيون کيئندا هن، اهي مزمان ئي سڏبا هن
ماڻُ وڏو ماٽيندا هن، ٻلايون باسيندا هن

ڦون سان ٽيو پر هيئن آهي، ٻاهريون آيو جيئن آهي
ٻاهہ جو چڻ ڪو مينهن آهي، تنهن چاڙهيو مون کي چِيئن آهي
جيون تي پيو هيئن آهي،روز راڪاس ڪاهيندا هن

مٿيءَ تي هي هلندا هن،ٽور وڏيءَ سان ٽلندا هن
اسان بابت اُٽندا هن، خار ڏاڍي پر ڪلندا هن
مهرباني نہ مڃيندا هن،ٽورا ڪر نہ ڳائيندا هن

جيڪو وياءُ مٿيءَ جو آهي، بلڪل ياءُ هُنن جو ناهي
چيو آهي اسان جي ڏاهي، ڏاريو آهہ تہ مائٽ ناهي
نانءُ الهہ جو يل ورجائي، هي نڱيءَ ناهہ ناهيندا هن

اڳي نہ هيا هي ڏينهن ڏٺا، ههڙا نہ هيا ير مينهن وُٺا
ڪالهہ هٿا جي جيئن ڪُنا، اتهاس اسان جي ايئن لکيا
ياڳ الائي ڪيئن رُٺا، اهو نجومي نہ ٻڌائيندا هن

71. بکر ڳوٺ 07-5-14

## جي تون منهنجي ڳالهہ کي سمجهين نٿو

جي تون منهنجي ڳالهہ کي سمجهين نٿو
پڙ تي پونڊڙ چال کي امجهين نٿو
ائون زماني حال کي، پرجهين نٿو
ڪيئن پو ويجها، ٿيندا سي ماڳ کي

وقت واهر ڪيئن ويچارن جي ڪري
جي پوئتي پنهنجن وِيچارن جي ڪري
سنڌ لوڙي تي، هچارن جي ڪري
ڪيئن پرچايون رسي ويل ڀاڳ کي

هو چون تا آنهن، تون ڏاهر جو پٽ
تنهن ڪري ئي ناهن تون ڏارين جو مٽ
ڳالهہ سولي آهہ، تون سمجهين جي چٽ
ورهيہ ٿيا سمجهين نٿو هن راڳ کي

ڏاند پي لنين جي وسڪاري مٿي
ڪَرَ نهارڻ تو چڏي ۽ تو نهاري ڏي مٿي
منهنجي تو ڪان آهہ گهر، تون ڏاند تيءَ لٿي پٽي
چڏ نندون ۽ تيءَ ويجهو جاڳ کي

ويڙهہ بابت نانهن تون هڪ آٽ تي
خيال ۾ پهچين نٿو ڪنهن واٽ تي
جي بيهاريئي پاڙ کي چوواٽ تي
ڪيئن وِسائيندين ادا هن آڳ کي

72. ڪراچي 07_5_18

## باھہ ڏسي ٿو رجي نٿو

ڄر جو ڄار بہ ڇڄي نٿو، ظلم جو بار بہ ڪڇي نٿو
ڏارئي سان پيار بہ پُڄي نٿو، ڏاڍ جو ڏار بہ ڀڄي نٿو

سيني ۾ سنگت جو سور، ٻياني تي ڊنگرن جو پُور
ويڙهہ وڏي پر ويڙهو ڏور، ائون وهنوار بہ ڪڇي نٿو

پڪ ئي پڪ اياڻا ناهيون، ڏاڍ ڏسئون ٿا سياڻا آهيون
پنڌ ڪندي پر ساٿا ناهيون، وقت تي وار بہ ڪڇي نٿو

وقت ويرن هٿ واهہ جو آ، ڪتڪو هر پل ڪاهہ جو آ
ارمان وڌو پر ياءُ جو آ، ڪاڏي ويڄي سڄهي نٿو

ڪير ڇڏائي ڪيئن ڇڏائي، پاءُ نہ سيڪو سير سڏائي
هر ڪو بس ٿو پاڻ پڏائي، ميار مهٽو ڏڄي نٿو

مند ڪنوڻ جي اچٽي آهي، مينهن ڪٽي هت نچٽي آهي
پوک اسان جي پچٽي آهي، هي ڪارونير بي گڄي نٿو

ڏينهان راتيان وڏندڙ ٻارڻ، سُڃي ناهيون ڪهڙي ڪارڻ
هير هلي وئي سنگت سارڻ، ڪوئي نياپو مڄي نٿو

ماڳ نہ آهي ايڏو ڏُور، ويڙهو ويڙهہ ڪئون پر وهلور
ڏارئي وٽ مايا جي ڏور، ويڪائو وک وڄهي نٿو

پيٽ پيريل جنهن جو جي آهي، سيلف ميڊ چوي ٿو آهي
ٿورو ڪو بہ مٿيءَ جو ناهي، باهہ ڏسي ٿو رجي نٿو

73. ڪراچي 07_5_18

# اڪيون آڏر پاءِ نہ ڪن

اکيون آڌر ياءِ نہ ڪن، پيار منجهان تون آءِ نہ ڪن
ڪنهن حيلي پرچاءِ نہ ڪن، چو پو ڇُوسَ چِتائڻ جي

پت ۾ راڳ جي ٽڌو ٽيو. راتوڪو ساڳ جي ٽڌو ٽيو
رن جو ڪتراڳ جي ٽڌو ٽيو پوءِ ناهي گهرج مچائڻ جي

پاڙي ۾ جي پِيلَ وسن، خاوند جا ويڻا ڪيل ڏسن
پاڻ ڏاڍن سان ڪين پڄن، ڪجي ڳِٽتي تن کي بچائڻ جي

گهٽيءَ ۾ ڪو غير هجي، نڪو سندس ڪو اير هجي
ڪو نہ سندس ڪو پير هجي، ڪر سنبت سينگ هلائڻ جي

اوڙي ۾ ڪوڙا اڪ پسين، مظلوم پٽيءَ ۾ ڏڪ ڏسين
پڪا لوسڻ نڪ ڏسين، ناهي مهل پو سچ لڪائڻ جي

شهر ۾ چورو رلندو آ، سڀ ڪنهن سان پيو ڪلندو آ
ڪنهن سان سور نہ سلندو آ، ڪر سنبت ڪيس پڙهائڻ جي

جيون جالڻ لاءِ مٺا، ڪنهن ڪنهن ڪهڙا سور سٺا
هر وقت هجي پرگهور مٺا، چڱي واٽ آ سڀ سان نباهڻ جي

74. ڪراچي 07_5_18

## تنهنجي نانءُ آهيان

تون منهنجو مان تنهنجي، سجڻ چانو آهيان
لائنئن ڪان اڄ تانءُ تنهنجي نانءُ آهيان

مُرڪِي جڏهن بي نهارين تو مون ڏي
۽ گڏجي ويهين تو منهنجي ساڻ گوڏي
وسري وڃن ٿيون، ميارون جي توڏي
پري تو ڪان ڪڏهين ڇيو مانءُ ناهيان

پري جي ٿئين تو، ڪا هڪ رات مون ڪان
تہ ڪسجي وڃي ٿي، ڏنل ذات مون ڪان
۽ ڪوهين پري ٿئي، ٿي پريات مون ڪان
تو ڪان سوا جڻ، تہ مان ناهيان

اسان جي سهپ ڪئون متي آ وڇوڙو
پري ڪيئن ٿئين تو لڳي تو نہ ڪوڙو
وسرين نٿو تون، ڪِنا آهين ڳوڙو
تنهنجون ئي دانهون، تو وٽ دانهنيان

ڇون ٿا تہ دنيا ڪئون ارواح اڳ هئا
اتي ئي منا ماڻهو هڪ ٻئي جو سَڳُ ها
ميجي اهو ئي تو سچ جو جو ڏڳ آ
تنهين لاءِ توڏي، ٿي مان ڪاهيان

75. ڪراچي 07_5_17

## ڳهاٽيءَ نم جي ڇانوَ ۾

ڳهاٽيءَ نم جي ڇانو ۾، ڏٺو هيمر ڪيس وهانوَ ۾
ٻرڇي لڳي هئي هنيانوَ ۾، پر هُنَ ڏٺو تي پاڻ ڏي

سانوڻيءَ جا وڏڙا، اوچتو آيا ڪڙڪندا
مهمان تي ويا تڙڪندا، هُنَ کي سڏيو مون پاڻ ڏي

آيو اسان جي ڇَنَ اندر، اُتهون پو منهنجي من مندر
سڀ خيال تي ويا دربدر، جڏي هُنَ ڏٺو سُرهاڻِ ڏي

ڏڪ تہ هُن کي بي لڳو گهٽ وڌ نہ هُن ڪئون پيو پُڇو
پرسان وينس ڪٽي پوءِ پڪو اک ٽيٽ بي هئي ٽڻان ڏي

هُنَ نهاريو پاڻ ڏي پڻ مون ڏٺو هو پاڻ ڏي
ڪير ڪنهن کي ڪيئن سڏي، اجايون اکيون پوءِ ياڻ ڏي

منهنجي مَنَ ۾ مير هو، هن جي بہ اک ۾ ڦير هو
اوير سوير جو خير هو، پر مَنُ مُنڌل رتچاڻ ڏي

نيٺ وهانءُ بہ ويو هلي پيو جهان بہ پيو جُلِي
موڪلايو هُنَ ڪلي پر مان هيس چڪتاڻ ڏي

هِنَ سَرِيرَ جي سُج ۾ سائل سدائين اُجَ ۾
رلندو رهي تو رُجَ ۾ من آ مَتَلُ مانڊاڻ ڏي

ڏسجي تي ڪاتي ڪا گُڏِيءِ تي خدائي پئي لُڏِي
توڙي هُتِ ڪاتي مُڏِي پاڻ خوش پر ٻاڻ ڏي

- مانڊاڻ = آنڊ مانڊ، ڦتڪو سُرِهاڻِ = نانءُ ـ نالو
- مُنڊَل = منجهيل
- رتچاڻ = زائفان کي ماهواري آيل ڏي اشارو

76. بکر ڳوٺ 07_5_20

## هلنديءَ ريل ۾

هلنديءَ ريل ۾ مون کي جاءِ تي ڪَتِي
ڏاڍي پِيهَ هئي، ريل پئي هئي سَٿِي
بيهڻو ئي پوندو مون دل ۾ ڳَٿِي
ڪلان پاڻ تي پئي ڏاڍي اڄ آ تي
هيڪل سواري غلط هئي رِٿِي
بسڙي ڪري پو بيهي رهيس

نهاريندي گاڏي ۾ بيٺي ڏٺم
تہ هڪ هٿ اُيو تيندو مون ڏي ڏٺم
وينل ڪُنڊَ ۾ مائِي جو گهُوري ڏٺم
سندس پرسان يائي هو ڏوري ڏٺم
وڃي پوءِ مائيءَ کي سوري وينم
اهڙيءَ طرح ٿانيڪي ويهي رهيس

سندس پرسان جيڪو هيو پٽ سندس
سوچيم انهيءَ سان ڪي ڳالهيون ڪنديس
ويندو وقت گذري نہ ڳڪِ مان ٿينديس
جيڪو سو ڪاڪي کي رت مان ڪنديس
پلي ڪوڙ ڳالهائي پَتِ مان ڪنديس
اها سوچ سوچي مان ويهي رهيس

جيئن جيئن جوانيءَ تي مون ڏي ڏنو
چڙهندو تي ويو اٽپيتيءَ جو نشو
سندس ڳالهه ۾ بس رڳو هو تشو
ڏاڍو وٽي پيو توٽين هو چسو
جيئن جيئن ڪِلان پئي، وڏي پيو گشو
اُمالڪ ڪري ماٺ ويهي رهيس

ڪاوڙ هئي تنهن ڏينهن ڏاڍي سئوٽ تي
هي جوين چڙهي ويو آهي چوٽ تي
پرواهه ناهي منهنجي گهوٽ ڪي
ڏسي اڄ مان رهنديس ڪاري ڪوٽ ڪي
سڄو ڏينهن وينو ڳٽي نوٽ ڪي
ايئين پوءِ ڪاوڙ ۾ ويهي رهيس

آئي جڏهن تيشڻ هيس خار ۾
اڳيئي بينو هو منهنجي پيار ۾
سوگهي ويس تي سندس چار ۾
تهڪ ڏئي وڏائين ڪٽي ڪار ۾
ڪِپي ويون اکيون پوءِ خرڪار ۾
ڪُڇي ڪين سگهيس بس ويهي رهيس

سومي! ڪوڙ تئي منهنجي اڄ جي ڪتا
هلي ڪا نہ تي ڪا هُنن وٽ رِتا
ڏکوئن بي تا پر لڳن تا منا
ڪٽي ڪيئن بہ آهن. هجن تا سُتا
هي جهڙا اسان جا نہ ٻيا هِنِ سُتا
اها ڳوت ڳوتي مان سمهڙي رهيس

گشو = ڪوڙ
خرڪار = بي رحم
سُومِي = سُومل

77. بکر ڳوٺ 07_5_20

## هُئي ٿر جي ناري

ٻڪرارِ هئي سا، هئي ٿر جي ناري
پندرهن جي پيٽي ۾ پهتل هئي پياري
نڪ ۾ نہ ڪوڪو لڳي پئي ڪنواري
پنهنجي مال کي تي، ٻيٺي ڪيرِ چاري
هو ماٺهو نہ ڇيٽو هئي ڇُپ چوڏاري
چيم ڪيئن ڳُڇان هيڏي هوڏي نهاري

سُجهي ڪجھ نہ پيو پو ڏنم ڪيرِ ڏي
ٻنيءَ ۾ پلاري، ٻيٺل ٻيرِ ڏي
جهنجهيل هئي ڏاڍي سُريم ٻير ڏي
پٺي ٻير موٽيس پنهنجي پير تي
لڳس ٻير ڪائڻ پوءِ هڪ گهير تي
مون کي ٻي بہ تي ڏي گهريائين نهاري

ٻني تي ويٺاسين هليون پوءِ ڳالهيون
وٽن پيون سندس جي بہ لاتيون نراليون
ٿرن جون ٿين ٿيون، ڪائيون ڪين آليون
نہ مُڱ وات ۾ ٿيءِ نہ ڪيڏن کي چالون
جيڪي هوس دل ۾ ڪيائين سي ڳالهيون
ڪيم وس وڏا پر نہ سگهيس ڏُتاري

پڇيم ساڻ اتڪل، ڳنڍيل آنهن ڪنهن سان
ٻڌايائين آهيان مان مڱيل مَمَنَ سان
ويو آ ڪراچيءَ جو نانيءَ شمن سان
ٻيو سال ٿيو آ نہ موٽيو آ ڪم تان
آسون هيلهہ ايندو لائون لهنديس مان
اکڙيون ٿمي پيس، اوير ڏي نهاري

ڏسي ڪيس رئندو ويٺس مان بہ روئي
هئي مارئي ير ۾ ڏوبي ويئي ڊُوئي
سارين تي تون جنهن کي ملي آوَسِ سوئي
دُعا پيڻ کي مَمَنُ موٽي سگهو ئي
سوچيم جيئن سنڌياڻي ٿئي ڪونہ ڪوئي
هڙئي ٻير ڏيئي [موٽيس] پنهنجي چاري

جُم ليدس

78. بکر ڳوٺ 07_5_21

## ڪڪر آهن وسن نٽا

ڪڪر آهن وسن نٽا ڏاها آهن ڏسِن نٽا
پُٺيءَ اگھاڙا پَسِن نٽا، ڏارين ڪٺون حق ڪَسِن نٽا

ٻاٻاڻن وٽ ٻاڪارين ٽا، روز سنگت ڪي سارين ٽا
ميس پنھنجيءَ ڪي مارين ٽا، سِپُورنج ڪجھ سَلِن نٽا

پل پل وينو سبق سيکاري، ڪونهي جيڪو پار اڪاري
بس رڳو پيٽ ڏٽيءَ پٽاري، راز رَندن جا ڪلن ٽا

ساڳيا پڙَ ۽ لوءِ بہ ساڳي، ساڳيا نڙ ۽ ڳوءِ بہ ساڳي
ٻاگھل جي آ جُوءِ بہ ساڳي، انڌا ڪاٽا ڪُڇن نٽا

واڻن تي ويڳاٽا آهن، معصوم بي عيبن هاٽا آهن
شينهن بہ ڏس تہ نماڻا آهن. لاش آهن جڙ لُڇن نٽا

ڪا بہ سچاٽپ سنڌ جي ناهي ۽ پڙ ڳُٽتي پنڌ جي ناهي
هيءَ حڪومت انڌ جي آهي، انڌن جا ڏڪ ڳُسِن نٽا

۽ ڪيئن آهي هي سپ چو آ، منڙو ملڪ هي نيٽ ڪنهن جو آ
جيئن بہ آهي پر منهنجو آ، ڏارئي ڪي ير دسن نٽا

79. ڪراچي 2007_5_22

## عجب مزمان هو

ريل ۾ گڏيو هو جوان جماڻ هو ويٺل هو موسيٰ پنهور جو سو جوان هو
ذات جو پيو هو پنوهر نہ ڪتياڻ هو ياد آ نالو سندس فرحان هو

لانڍي ڪيڏي بي هجي اڳتي هجان ٻئي نمبر يا ٽئين نمبر تي چو هجان
پل دنيا پوئتي ۾ مان اڳتي هجان، پنهنجي خيالن ۾ وڏو ڪو خان هو

تي چيائين سائنس جو دور آ، هر ڳالهہ ۾ گهربل وڏو ڪو غور آ
پر وساري سنڌ کي سو چور آ، ماءُ سان محبت سندس ايمان هو

چئي پيو چاچا ڳالهہ ۾ ڪجهہ بي نہ آ، دشمنن جي ٽالهہ ۾ ڪجهہ بي نہ آ
سگهہ هنن جي خيال ۾ ڪجهہ بي نہ آ، بس وڏيرو چال ۾ بئيمان هو

ماءُ سان ليکو نہ پيٽن سان ڪبو پيار جو وهنوار نياڻين سان ڪبو
وس ڪبو ننگپال سيٽن جو ٿبو. ڪُس-ڪاٺُو تي لڳو ڳٽوان هو

سُچيت هو جيڪي بہ کسجي آ چڪو ياد هوس جيڪي بہ ڦِسجي آ چڪو
ڏيک دنيا جو بہ پسجي آ چڪو عاشق پٽائي گهوٽ جو ۽ سجاڻ هو

پڌ جڏهن عيدن جو ويجهو آئيو تنهن تيشڻ تي هُسِ لهڻ جو سائيو
علم جو بجڪو هو يار سنپاليو موڪلايائين عجب مزمان هو

80. بکر ڳوٺ 2007_5_23

## ڪيئن ٻڌجي قوم کي هڪ ڏور سان

منهنجا ننڍڙا منهنجا نينگر تور سان
تا نهارن هيڏي هوڏي غور سان
چو ٿئي تو ڪِيس هن پنيور سان
ڪيئن ٻڌجي قوم کي هڪ ڏورِ سان

جيئن ٻه ٽيو هو ڪالهه تنهن کي ڇڏ ڪٽي
اڄ وري ٻڌ مالهه لوڙِن کي ڪٽي
تنهنجو ڏڙ آ تو کي ٽيٽو آ ڏٽي
ڪرٽو تو کي آ، نبيرو چور سان

پاڙ کي رکٽو سنگت وٽ سوال آ
ڪسجي تو جيڪو نيٺ ڪنهن جو مال آ
ٽياس تي ٽنگجئون ملان جي چال آ
ڏس بي شرم جي راند ڍَڪَ جي ڍور سان

ڪالهه واري ڳالهه ناهي ڳالهه اڄ جي اور آ
سنڌ جي تاريخ ۾ آئي نه اهڙي ڇور آ
پاڙ وينا تا ڏسئون ۽ راند هوڏهوِن زور آ
هوندي سوندي تا سِڪئون مانيءَ جي هڪڙي پور ڪان

ڇا ٻه ٽئي پر انت ڪٽٽو نيٺ پڙ ڏي پيير آ
مَنَهَن ٽوٽيون ويا سڙي بس هيو مڙيئي خير آ
ڳالهه وَٽَ ڪئون وئي چڙهي ۽ ملڪ تي ويو ڍير آ
پاڙ کي پُڇٽو آ گهربل تيڪ ۽ ٽَڪَ تورَ سان

81. بکر ڳوٺ 2007_5_24

## نہ تہ مسلمان آن ۽ نہ ڪي انسان آن

مانيءَ گراھہ ڏئين نٿو پاڻيءَ جو واھہ سھين نٿو
ڪا بي واھہ ڇڏين نٿو تون نہ مسلمان آن ۽ نہ ڪي انسان آن

برابر ڪيو مون گناھہ ھو، ناھيو مون پاڪستان ھو
ڪوفيءَ ڏيکاريو قرآن ھو پئي پو خبر شيطان آن

ويساھہ گھاتي تي وئي، ڪنڌ ڪاتي وھي وئي
ھيءَ چاتي سھي وئي، سمجھين تو تون ڪو خان آن

ڪونہ ڪٽندين ڪوٽ سان، وڙھندس مان پوريءَ جوٽ سان
پُڄندين نہ پنھنجي موت سان، نمرود آن ھامان آن

پاڻيءَ پُنا تو ڏينھنڙا وسندا سُڪَر جا مينھنڙا
وڏيرن سان جي واسطا وڙا ڪم جا نٽي نادان آن

بنگال ڏوھہ ڪيو ھيو، تن سان بہ ڌوھہ ٿيو ھيو
سنڀاليو ھنن بي پو ھيو نہ ڪٽندين منجھہ غلطان آن

پنجاھہ توڙي سَٺِ ھجن، ھٿيار تنھنجي ھَٿِ ھجن
سڀ وڏيرا وَسِ ھجن پوءِ بہ تون مزمان آن

82. ڪراچي 2007_5_26

## دوزخ جو دڙڪو

جڏهن ڏيهہ ڏيکاريئين جڏهن پاڪر پيار جي ۾ سمهاريئين تڏهن
پنهنجي پيار جو جوڙيائين هنَهُن پاسي اوسي ۾ سنائين نہ ڪڙڪو

جڏهن تيج جيجل پياري هئي. نِنبُنِ لاءِ لوليون اُچاري پئي
ڏسي هنيانءُ پنهنجو بہ ٺاري پئي، سهي ڪونہ مون تي پئي سج جو تڙڪو

ڏيندي بهاري ٻڌائين جي رڙ تي، آيَسِ منهنجا ٻچڙا ڏنائين اُتر تي
ٿيون بند دانهون ڪنيائين جي ڦُر تي، امڙ جي اُرَهہ ۾ ٿيو ٿي بند ٻٽڪو

جڏهن ٿيس وڏو مان تڏهن هڪ سياري، ميارون امڙ کي مليون منهنجي باري
لنگهندي هتائون ٿو هيڏي نهاري، سمجهاءِ پٽ کي ادي ڪرڪو ڪڙڪو

چيائين انهن کي اجان ٻار آهي، هن کي تہ اهڙي اجان سار ناهي
امڙڪئون ئي مس ٿيو اجان ڏار ناهي، ڪيو خيال مايون اجايو ٿيون ٻڙڪو

ٿيس منجهہ مدرسي ملان ڪئي هڪل، سُڌر ڇٽ جا پٽ نا تہ ٿيندين ڏڪيل
الهہ جو هتي آهہ ڏاڍو دخل، ڇڙي پو ڏنائين تي دوزخ جو دڙڪو

امان وٽ چو هِيرُون الهہ وٽ اُلا چو ڪيم پُلَ وڏي آيس وٽ ملان چو
ڏاڍو پُونءِ ٻانئين وڙهي اُپَ پلا چو اُڏريس امڙ ڏي ڏيئي پوءِ ٻڙڪو

83. ڪراچي 07_5_29

## دل چوي ٿي

دل چوي ٿي سونهن تي ٻالهائجي
تنهنجي چپڙن ۾ ٻُٽن کي ٻائجي
نڪ جي ڪوڪي کي ٻي ساراهجي
ايئن لڳندو آهه تو ۾ ساهه آ

تنهنجي مُرڪڻ تي مِٺي وچجي مري
پر ۾ تون مورو ٻه لڳندو آ مَرِي
تو ڪٿون پري هوندي هجي ٿي دل چري
ڏسڻ توڏي ڏوهه آ ته مباح آ

پپر جا پن پاپڙن ۾ واليون
لڏندي ڪلندي ڪن ٿيون تو سان ٻالهيون
ڏار تو ڪان واليون ٻه اپاليون
ڪو نه چوندو ڏسڻ توڏي گناهه آ

تنهنجي نيڻن ڏي ورائي نهارجي
ٻيءَ مورت کي مندر مئون اٿارجي
سڪ ادب سان توکي اُتِ ويهارجي
گهرجي نه اُتِ ڪو عقل تو نه ڪو ڏاهه آ

چا ڪجي پر مهل جي موڪل نہ آ
پهر پل جي يي مِنِي ڪا ڪل نہ آ
جند آجي ڪيئن ٿئي ڪا ٽل نہ آ
چوڦير ۽ چوطرف بک جي باھہ

مينهن ڳوٺن ۾ وسي ٿو باھہ جو
يؤ پُوليسارن جي ٽيندڙ ڪاھہ جو
مارجي ويو ملڪ عاليجاھہ جو
ڪنهن کي سڌيان ويو مارجي ويساھہ آ

ڏوَ بنا هن سونهن جي ساڃهہ نہ آ
تون بہ سمجهين ٿي خادم ڏي مُنهن نہ آ
لوءِ بابت لوچيو ٿئي ڪنهن نہ آ
جاٽي وِچ ڳالهين جو بس هڪ ڳاھُہ آ

84. ڪراچي 07_5_29

## سلطنت کي ڏاهجي ڪيئن ڏاهجي

سلطنت کي ڏاهجي ڪيئن ڏاهجي
ٿاهه گهربل ٿاهجي ڪيئن ٿاهجي
ڪيس پنهنجو ڳائجي ڪيئن ڳائجي
ان لاءِ پنهنجائي ڪپي پنهنجا ڪپن

سٽ ٿيا هن پاڻ کي سڄ ۾ ڏسي
ڪين واٽون ٿيون سُجهن رڄ ۾ ڏسي
هٿ نه آ بندوق ۾ اُڄ ۾ ڏسي
هُنَ کی اهنجائي ڪپي اهنجا ڪپن

اوچتو حملو اسان تي ٿيو نه آ
هيءُ ٽوڙهو ڏينهن هڪڙي پيو نه آ
اٽڏنو گهوڙو اڳڙ بينو نه آ
ڳالهه سمجهڻ لاءِ ڏاهپ تي ڪپي ڏاها ڪپن

ڪو نه ڪو ڪو عيب آ ڳولڻ ڪپي
ڪٿ ٿيو ڪو ڪِريب آ ڪولڻ ڪپي
۽ ڪوئي ٿيو فريب آ ڦولڻ ڪپي
پوري ڏاڍائي ڪپي ڏاڍا ڪپن

وقت خلجن ٽوڙي لوڏنِ جو نه آ
ڏينهن اورنگزيبي مغلن جو نه آ
ويڙهه سان جيڪي وڙهن تن جو نه
ترت آگاهي ڪپي نانگا ڪپن

85. ڪراچي 07_5_30

## ڪارو چنچر گذري ويو

اوپر هو سو اُبري ويو
جيڪو جاتي پَسرِي ويو
پوتو ظلم جو نِسرِي ويو
ڪارو چنچر گذري ويو

اڳ ازل کان مان آهيان
سلطان رڳو هت مان آهيان
ٿيندو ايئن جيئن مان چاهيان
سمجهو ته ڏچو هت نبري ويو

چاهيان مان هڙتال نه ٿيندي
ڦيٽي وس ۾ چال نه ٿيندي
پڻ پبلڪ بي حال نه ٿيندي
ٿيندو واتئون جيڪو نڪري ويو

مان چاهيان هڙتال ته ٿيندي
چپٽيءَ تي ڏيان ڪال (Call) ته ٿيندي
گولِن جي پوءِ ڌمال به ٿيندي
جي منهنجو آرڊر نڪري ويو

هت رهڻ جي چاهيو ٿا
پنهنجو سِيئُ نوايو ٿا
هت منهنجي ماني کائو ٿا
جو نہ مڃيندو اُڏري ويو

---

2007_5_12 ڏينهن ڇنڇر – ڪراچيءَ جي شهر ۾ شهري دهشتگرد تنظيم هٿان سنڌ سرڪار جي ڇانوَ ۾ مارجي ويل ماڻهن جي ياد ۾.

86. ڪراچي 2007_5_31

## ٻارهان معصوم پر چريو ناهيان

مان ٻنيءَ ۾ ڏاند پنهنجي ساڻ گڏ
ءِ وني پڻ ڪانڌ پنهنجي ساڻ گڏ
ڪين ڪوسي وقت جي پيئي ڪا سُڌِ
اتهاس ۾ ڏارئي ڪي ڪڏ پڙهيو ناهيان

پنهنجي ئي پڙَ تي پيار ڪي پڙهيو آهيان
گل آهيان طوفان ۾ ترڙيو آهيان
پنهنجي تڙَ تئون اگ نہ مان تڙيو آهيان
ٿانهہ پنهنجي تئون ڪڏهن تِڙيو ناهيان

ماڻهوءَ ڪئون وڌ ماني رهي هن ديس ۾
ٿيو نہ الڪو ڪانءُ ڏنم نئين ويس ۾
مسلماني ڪا نہ هئي مان مارجي ويس لَبيس ۾
ٻار هان معصوم پر چريو ناهيان

نعرو پاڪستان جو جڏي عام ٿيو
سمجهيو اسان هو هت اچي اسلام تو
ڪو نہ سمجهيو هت اچي "عوام" تو
ڏينهن تنهن ڪان ٻاهہ ۾ سڙيو آهيان

موٽ كائي هاڻ جڏ لوڙي ڏٽم
پنهنجن پراون كي اكيون كوڙي ڏٽم
خيال جون پُڇڙيون جڏهن جوڙي ڏٽم
كان تڏهن هن واٽ تي رڙهيو آهيان

ڪڏ= ڪڏهن
جڏ = جڏهن

87. بکر ڳوٺ 07_6_1

## خيال ۾ مسلماني ناهي

خيال ۾ مسلماني ناهي، ڪسٽي هُن ڪي ماني آهي
آندو قرآن قرآنيءَ آهي، مون ڪي چوي تون ڏاهر آن

تنهنجا ڪلما ڪوڙا آهن، ڪرٽا رستا سوڙها آهن
ڪي پيي لڳٽا ڪوڙا ناهن، تون ڪافر ڪتو ظاهر آن

هِن ڌرتيءَ تي جيئڻ بي آهيان، اصلئون اورنگزيبي آهيان
اسلام سوا ڪجھ بيو پيي آهيان، تون دين منهنجي ڪئون ٻاهر آن

ڪانهي ڪا بي هڪ جهڙائي، تو بابت هت آهہ ٻيائي
ڦندي ۾ رهٽو تي سدائي، ڪيڏو بي تون ٿاهڙُ آن

مون ڪي سنڌ سان نفرت آهي، ڪنهن ڌرتيءَ سان قربت ناهي
باهہ اُلَنِ سان الفت آهي، سمجهين نٿو تون جاهل آن

ٿاهڙُ = ٺهندڙ ڍڳو

88. بکر ڳوٺ 07_6_2

## ڪا واٽ گهرجي

وڏيرو ۽ وردي ڪچي ۾ آ چونڪي
چڙهايون ڪرن ٿا ھي راتين جو پونڪي
ويا ڳوٺ اڙجي نہ راھي نہ پوکي
انهن کان ڇڏائڻ جي ڪا واٽ گهرجي

ڪاڏهون آلائي اچن ٿيون بندوقون
گوليِن جون پرجي اچن ٿيون صندوقون
نٿي سِٺَ سُجهي يار ڪيئن ظلم روڪيون
جيئن تيئن کُٽائڻ ٿي ھيءَ ٻاٽ گهرجي

ٻچا ٻير تي ھن ۽ مان قيد آهيان
پلاندن ڪندي مان ٿيو ڇيڏَ آهيان
تاريخ جو جڙ تہ مان پيدُ آهيان
تيڻ بند ھاٽي ھي ٻوساٽ گهرجي

کپي ڪا نہ مون کي، ڪا ڌرتي پرائي
سنسار ۾ آ، سمرتي اهائي
گدڙ نيٺ ڀڄندا ويندا ڪو نہ ڪائي
بچائڻ سنڌيءَ کي ٿو گهر گهاٽ گهرجي

محبت سان ڏاريو مڃي ڪو نہ ٿو
ايلاضن سان آيلُ وڃي ڪو نہ ٿو
اها ڳوٺ ڳيرو ڀڃي ڪو نہ ٿو
هُنَ کي ڪيڻ ڪاڻ چمڪاٽ گهرجي.

ڇيڏَ ٽيڻ = وڌجي پوڻ، تکرا ٽيڻ

89. بکر ڳوٺ 07_5_3

## نويڪلو

سڀڻ هن دنيا ۾ وڏا ڪيل آهن
گهٽين ۾ گهمندا ڪي نويل آهن
هٽنديون هي اڪڙيون وڏا سيلهه آهن
مان پيي تڏهن هوس سائو سلو

هڪ ڏينهن ٻئي ڳوٺ وهاڻ هو
اتي ويو سمورو هليو ڳاڻ هو
ٻُسِرِيءَ سنڌو هُن مُڪو تاڻ هو
خبر هَسِ تہ مان هوس نويڪلو

من جي مندر ۾ آئي اوچتي
ايئين پوءِ وڌندي وئي دوستي
ٻنهي پوءِ گڏجي هئي سِٽَ سِٽِي
ضروري ٿجي هڪ ٻئي جو پرجهلو

---

چيائين چتائي تہ پر ڳالھ ٻڌ
ڳڙيل نانهن ڪاٽي پوري ڏي تون سُڌِ
تنهنجي من ۾ ناهي مِٽي ٻي ڪا مُندَ
مون کي تون کپين تو نِلو ۽ پِلو

ڏني مانس پڪ مان آهيان هيڪلو
تو کان سوا سمجھ مان نِڪر تَلهو
منهجي جي ٽيندينءَ تہ ٽيندو يلو
پاتائين پوءِ پاڪر پوءِ ٽي ويو ٻِلو

گانءِ = ڳوٽ
ويهانءِ = وهانءِ ـ ڪاج

90. بکر ڳوٺ 07_5_4

## سنڌ جو وڏو شان هو

سنڌ جو وڏو شان هو ڳوٺ وارن جو مان هو
آيو پاڪستان نہ هو پوليس جو گھمسان نہ هو

سومر سومر وارنتي گھوگھاري جي چارَنِ تي
هَڪِلُنِ ۾ هُوڪارن تي گوئِنِ جو طوفان هو

ڳيريلو ڳيريلو هو سچل شاهہ جو ويلو هو
چِتن شاهہ جو ميلو هو واڻين جو پِي مان هو

جمعي جمعي جي رات تي سچل جي اوطاق تي
ٻنيي ماڇيءَ جي راڳ تي ايندو سارو جهان هو

اونهارو جڏي ايندو هو ارڙ واهہ جو وهندو هو
پاڻي گھٽ نہ ٿيندو هو سارين جو سامان هو

لونگ ڪمال ٻيجال وسنهن جا، ٻائر ٻاتي ها سڀ ڪنهن جا
ويندڙ سياري گل سَرنهن جا، ونڊڻ سندن ايمان هو

ليمي ڪوش جو نالو هو، تنهن هنيو شهر ۾ ڌاڙو هو
لُٽيو ڪوٽُو مل جو واڙو هو، ٽيو لکن جو چڙ دان هو

i لونگ ۽ ڪمال ڳيريلي جا ٻہ مگٽهار ٻائر. لونگ شرناءِ وڄائيندو هو ۽ ڪمال ڏهل وڄائيندو هو.

ii بسنت بهار جي مند جي ڪنهن صبح جو سرنهن جي گلن جي وڏي جهولي ڀري شرناءِ ۽ ڏهل وڄائيندي اهي گل شهر ۾ ورهائيندا ها ۽ موٽ ۾ ڪين دانُ ملندو هو.

iii 1944 ڌاري سيٺ ڪوٽو مل ڪي ليمي ڪوش ڌاڙيلن جي ٽولي پنجاهہ هزار رپين (اڌ لک) جو ڌاڙو هنيو هو جنهن جو چوٻول سڄي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ڪي مهينا هليو.

91. ڪراچي 07_5_4

## ٿمجھڻ ۾

هڪ ڏينهن لنگهي ويس اڻ تڻ ۾ ڪو ڪم هو منهنجو ڳلڻ ۾
آربيل سُتل ها اڱڻ ۾ پاڇائي رڌل ڪِنجهڻ ۾
تازو چاول ٻنڌڻ ۾ ۽ پڻ ڪيرو ڪنگهڻ ۾
هئي ٻڪري ٻڌل مَنهَن ۾ ماساتُ پچاوَ ۽ رڌڻ ۾

اٿ آربيلا پاليان تو ماٺهِن ڪي ٻه سنڀاليان تو
ڪاوڙ ڏاڍي تي پئي آ، ڳالهايان جڻ ڏاڙهيان تو
ڏينهن هجي يا رات هجي، روز ڪُنِي مان چاڙهيان تو
چانئٺ ٽپندي ئي گهرجي ونجي وڃان تو ٿمجھڻ ۾

جڏهين ڏس بيماري آهي، اسپتال وڃڻ جي تياري آهي
جَڪَ اچن پر ناري آهي، نهار تہ جڻ ويچاري آهي
ڏکن جي جڻ ماري آهي، جنگ مون سان پر جاري آهي
هٿ سان مون هيءَ ڪاري آهي، هاٿي پيو هان ٻَنڌڻ ۾

سڏ پنڌ تي اسپتال تہ آهي، سرخيءَ سان اسپتال جو چاهي
هڪڙي ڏينهن جي ڳالهہ بہ ناهي، روز تي مومل راڻو ڳائي
ماسات پلا هي سپ ڪجھ چاهي ڪنهن ڏينهن ماسات مان چڙهندس قاهي
رن بيٺي آ لاهي پاهي، دير نہ لڳنديس سنجڻ ۾

جڏهين ڏس آ پيڪين سنبريل سنبرڻ ڪان اڳ ڏاڍي ڏمريل
نوٽ ڏيکار تہ تازي ڏُڏَلَ محبت ۾ بس مڙس سان چنبڙيل
مان گهر ۾ ٻارن سان اتڪيل ٻار ويچارا پيارڪئون پتڪيل
هِنَ هُنَ ۽ سپ ڪنهن سان وڙهيل پاڙو شڪ آ گهِنڊِڻَ ۾

ماڻهَنِ = سندن ماءُ
92. ڪراچي 07_6_5

## راولا منهنجا راولا

راولا منهنجا راولا هن دل منهنجيءَ جا دادلا
منهنجي پرسان آءُ پلا، اڄ آءُ تہ ماني ڪائون

اڄ ريل ڏي هلنداسي ۽ ڪينٽ تئون چڙهنداسي
پوءِ ڳوٺ جمعو ٽپنداسي پپري گهارو گهمنداسي
جنگشاهي بي ڏسنداسي لڙنداسي ڪوٽڙيءَ وٽائون

چڏي چام جو شورو پوٽتي انڙپور ٻڍاپور اڳتي
مانجهند بي آهن دڳ تي سن آمري سڏ پنڌ تي
ائون لَڪِيءَ واري لڪ تي اڄ پاڳ پنهنجو آزمايون

هاٿي سهڻو سيوهڻ آيو جنهن بوبڪ دادو ٽپايو
ڦلجيءَ ڪي سيتا سڻائو وري راڏڻ سيهڙ آيو
الهہ باڍهہ ڪي بہ ٻڌايو اسان اترادي ٿا چوايون

آئي ڏوڪري منهن موڪري اوسين پاسن ۾ ناهي اوپري
باقراڻي چڙ هڪ چوڪري پلي لاڙڪاڻي جي نوڪري
انبن جي ڪٽي ٽوڪِري ڳولهہ ڳيريلي جون هوائون

---

راولو= راول حسين پٽ ڊاڪٽر آفتاب حسين پٽ خادم حسين ابڙو

93. بکر ڳوٺ 07_6_6

## جوت

ايها جوت آهي ۽ جنهن وٽ بي آهي
ويٺي سينا ساهي پوئتي پير ناهي
دنيا ٽيندي چاهي ڪنهن جي پرواهہ ناهي
وَهَندڙُ وَهِيءَ جو ادا واهہ آهي

جيڪا جوت آهي پيڙ باهہ آهي
۽ پڻ سانوڻيءَ جو درياهہ آهي
جنهن کي بي چاهي چاڙهيس ڦاهي
نهڪر ڪندو ڪير ڪنهن کي ساهہ آهي

جاڏي دل چوي ٿي تاڏي وک کجي ٿي
نشي ۾ هجي ٿي ڪليل خط منجي ٿي
وٽي جيئن ڪري پنهنجي مرضيءَ مُڙي ٿي
ڪتان ئي ڪتان ڪيس ويساهہ آهي.

ڪڙهہ ڪير پياري ٿي جنهن سان بہ ياري
توڙي بگهڙ بر ۾ نہ ٽيندي مياري
نہ اُلڪو نہ اُدڪو ۽ چاهي خواري
تاٽي ٿي تنهين ڏي جاڏي ڪاهہ آهي.

جاڏي آ ڪُهاڙي تاڏي آ مُهاڙي
اچي جي پنهنجيءَ تي حياتي نہ پياري
آهي جوت جنهن وٽ پو نر آ يا ناري
گهوريل هي جندڙي صدق ساهہ آهي.

پر جي اها سگهہ سُرِي پئي وطن ڏي
اڪين جا اُلا تين پنهنجي نہ تَنَ ڏي
مَيي جون مهارون هجن ڪين هُن ڏي
تاڏي تاڻجي ير جاڏي باهہ آهي

اها جوت جيڪر جهُڪي جُوءِ ڏي
اها لات هيڪر لنوين لوءِ ڏي
اهو نينهن پتڪي پلي‌ءَ پُونءِ ڏي
وٺي وير تن جن ڪئي جاڙ آهي

ڪڙهہَ = لوڙهي ۾ اندر ٻاهر اچڻ وڃڻ لاءِ ٿهيل لنگهہُ
ڪڙهہَ = ٻَبُرَ يا ٻئي ڪنهن وڻ جي ٽاري جيڪا لوڙهي ۾ ٺهيل لنگهہَ تي رات جو ڏئي ڇڏبي آهي.
ڍنگهر = ٻِلو بند ڪرڻ وارو ڍنگهر.

94. ڪراچي 07_6_2

## گهربل آهي سَنِڪُ وچي

بُکَ جڏهن بہ رلائي ٿي تہ لالچ ڊوڙ وڏائي ٿي
ٽوڪ خيرات سڏائي ٿي آهہ ضروري بک پڄي

بک سدائين مانُ کسي ٿي، پنڻ مڱڻ آسان ڪري ٿي
سونهن جي ساڃهہ ڪا نہ رهي ٿي، پوءِ رڄ بي راڻا وک سجهي

ڀال ڪيوسي بُکَ ملي آ. اڻ ڳڻيا ير دُکَ ملي ويا
ناحق سنڌ کي ڏک ملي ويا. سمجهڻ جي ڪا اک هجي

ڀوتار وٽئون اهو مهٽو ملي ٿو، ڪک ڀڄي ٻيٺو نہ ڪجي ٿو
چٽ جو پٽ ڪمينو چئي ٿو ڄٽن جي ڪيئن رک پڄي

هُتِ بي ههڙا ماڻهو آهن. دجلي فرات ۾ دُودَ دُکائن
هيڏي هوڏي ڪين ڪنائن هِتِ بي اهڙي ڏِکَ ڏجي

بُکَ جو ئي هٿيار هلائي ٻَلَ پهر کي ڪال بڻائي
هُنن چڏيو بيحال بڻائي گهربل آهي سَنِڪُ وچي

ڦري گهري اِتِ ڳالهہ اچي ٿي، تيسين ڏرتي ڪا نہ ٺري ٿي
جيسين خادم باهہ ٻري ٿي، جيسين نہ تبر جي تِکَ هجي

تبر = ڪُهاڙي

95. ڪراچي 07_6_8

## وطن کي نہ وسارجي

سَتِ سُجاڻَ سُري هلي تنهنجو ڏِيلُ ڏَڪِي هلي
جِيءُ جُسو بہ جهُڪِي هلي، پري پَسارُ چڏي ڏجي

قرض جي تو کائجي، ترت سو موٽائجي
اوڌر ڏي هٿ نہ وڌائجي، اهو وهنوار چڏي ڏجي

مزمان ٽيڻ وڏو ڏوهہ آ، وِک کڻڻ بي ڪو ڪوهہ آ
ڪرڻو نہ ڪنهن سان ڪو دوهہ آ، ڏيڻ ميار چڏي ڏجي

سنگت سان سَنگ وڌائجي، ڳوٺ سان ڪَسُ کائجي
نہ ڪنهن سان حَدَثُ هلائجي، ڪاوڙ ڪُوڪار چڏي ڏجي

ننڍڙن کي بنهہ نہ مارجي، اباڻي ضرور سيکارجي
پيار تي گهڻو پاڙجي لڪڻ جي مار چڏي ڏجي

يارن سان ياري گهٽائجي، ٽيل ٽورو ڳائجي
نئينءَ مٿون انگ نہ اڙائجي، دڳ بيڪار چڏي ڏجي

وطن کي پيو سارجي، پري جي نہ تن کي وسارجي
خادم نہ هينئڙو ڳارجي، نہ پڇين پچار چڏي ڏجي

96. ڪراچي 7_6_15

## مان هٿ ڪٽان ٿي ڪنڌ تان

مَنُ هيو ماندو ويچار مئون ٿي واندو
وڏمر توبيءَ ۾ تاندو ڳالهيون هليون پوءِ جِندُ سان

دنيا هئي ڪا نئين نئين فائينل ڪئي هئي اسان ٻنهي
هن ڪي وتو هو مون ڳنهي هلي پياسي پيار جي پنڌ سان

ڪيئن حياتي گهارجي ۽ ڪيئن دلين کي تارجي
آئيندو ڪيئن سنوارجي، هليون ڪچهريون مُنڌَ سان

ڳنڀيرتا ۽ گيان سان چيئين ڳالهه ٻڌ هيءَ ڏيان سان
اتڪيل آهيون اڳواڻ سان، آ هٿ ڪنيل سَنڌَ سَنڌَ تان

آ پِٽَ ڏٽيءَ ماري وڏو چئي تو تہ ڪجهہ اڳتي وڌو
گهُرجي تيڻ نہ گهڙو تڏو چو انڌي تون جَنڌَ سان

اتر ڏئون ۽ ذڪر ڏئون واءُ اٽائو آ گهليو
بي وڙن باغ آ پيليو هلٽو آ گهربل رَنڌَ سان

هن جوانيءَ جي بِلي اسڪول نياٽن جو ڪُلي
ڳوٺ ڀل مون تي ڪِلي ڪم ڪرٽو انڌ سان

پوءِ اوچتو آيَس هلي، ڪاتيون قريبن جي هٿان
هٿ ڪنيائين پنڌ تان گهورجي وئي سنڌ تان

ننڍڙيءَ روئي وچن ڪيو ۽ پيٽ ڪي چمندي چيو
اسڪول نياڻين جو پڪو مان هٿ ڪٽان تي ڪنڌ تان

97. بکر ڳوٺ 07_6_16

## ويڪائُو بي هڪ ذات آ

جڏهن مولويءَ ڏي تو ڏسان، ۽ سنڌ پنهنجيءَ کي پسان
ايئين لڳي تو ڄڻ اچا، تيٽي شروع هيءَ رات آ

مون وٽ وطن جي تات آ، هُنَ وٽ بہ ڪوڙ جو ڪات آ
وڪبي وتس جا ڏات آ، ڪوڙ کي پر مات آ

هي اڄ جو قادن قاضي آ، پنهنجي ضمير سان راضي آ
جيڪا بہ وتس لفاظي آ، اها ئي سچي جي سوغات آ

اڄ عرب جي سگهہ نہ آ، موڪي تي پر لعنت سدا
هن ڳالھ جي آ پڪ ادا، اوندھ کان پو پِرڀاتِ آ

جنهن ٽولي جو هي خان آ، سنڌ وٽ نہ تنهن جو مان آ
هاڻي اهو ئي گمان آ، ويڪائُو بي هڪ ذات آ

پاڇا پڇاڙيءَ جا هجن، افعالِ بڇڙا شل نہ ٿين
ڏينهن ڏٺي چوريون ڪجن، سمجهي اهو هيءَ رات آ

لطيف جي پِٽَ ڪان آ، پر ملان کي ماءُ نہ آ
ڏارين وٽئون جو دان آ، هي خوش تہ هِنِ جي رات آ

98. بکر ڳوٺ 7_6_24

## هي پوليس وارا

ڌُريئون هي ناهن ڌاريا، ورديءَ ۾ بگهڙ ڪارا
ٻُءِ وات جا اگهاڙا، هن ڌيهه جا هچارا
مظلوم تي هي مارا، هي پوليس وارا

جڏي سنڌ تي چِڙن ٿا، ائون رات جو مِڙَنِ ٿا
ڌسي تي وڳا ڙِڙن ٿا، موبائيلون ڪڙن ٿا
ڳوٺن ڏي هي لڙَنِ ٿا، وٺي چودڳين جا چارا

اِتي چور ڪو رهي تو ڳجهي خبر آهي آئي
تنهن ڪري ڪجي ٿي، هن ڳوٺ تي چڙهائي
ڦورلِٽُ ضرور آهن. ڪوڙن ڳڃَنِ جا جارا

غريبن جي ننڍ ڦٽائن اچي اوچتو بندوقون
ناحق لٽيون وسائن، خالي ٿين صندوقون
واڙون پيچرڻ جوناهن، هي رياست جا ڪيل سارا

سنسار ننڊ ۾ ساري آ هنج ۾ ويچارو
آمِڙيءَ اکين جو تارو چوڌس ڌسي تو راڙو
آهي ٻچ ٻچان ۾ پاڙو ايئين لڳن ٿا ڌاڙا

99. بکر ڳوٺ 7_6_25

## مان وڪِيلُ آهيان

مظلوم سنڌ جو آ، سو منهنجو شڪار آ
ڳوڙر چٽ جي پٽ سان، ڪاسائڪي ڪار آ
ڳاهہ سان نہ رکبي، مان وڪيل آهيان

آهيان تہ سنڌ جو مان، پر سنڌ ۾ مان ناهيان
هن سنڌ سان ڏکن جي پر پنڌ ۾ مان ناهيان
هن سدوريءَ نار جو پٽ اصيل ناهيان

دليل جي دنيا جو آهيان مان شهنشاهہ
جو مون کي پئسا ڏيندو بلڪل آ بيگناهہ
مان پوڄاري پيٽ جو، ڪنهن جو خليل ناهيان

اڄ رنگي ۾ ونبس هورڙيان مان ڳرندس
هيڪل جا سور سهندس ۽ بنگلي ۾ مرندس
قبر ۾ پوءِ ڪرندس، ڪنهن جو جميل ناهيان

ڄاڻان تو هيءَ ڪهاڻي تيٽي آ ڪيئن پڄاڻي
سڀ ڪجهہ اهو سڄاڻي، تيان تو نہ سنڌ سان ساڻي
ڳَرُ ڳالهہ جي اها جو مان عليل آهيان

100. بکر ڳوٺ 07_6_26

## ٻن درياهن واري ڌرتي

هوءَ ڌرتي
ٻن درياهن واري ڌرتي
جنهن سهسين ڳهاوَ سَٺا هن
لکين جنهن جا گهوٽ ڪُٺا هن
ڪيئي جنهن جا ڪوٽ ڊٺا هِن
جنهن جا پٽڙا منڙا منڙا
قربانيءَ کئون ڪو نہ ڪُٺا هن

ور ور رت جا ريجَ ملِيا ٿَسِ
سورن سيج سمهاريا ويا ٿَسِ
ڏينهن ڏٺي ۽ پيچ پِني
مهل مهل تي ماريا ويا ٿَسِ
ڏاريءَاڪ ۾ ڏُوڙ وجهي ٿي
پڙَ ۾ پُرزا ٿيندو ڏسندي
گهوٽن کي هوءَ موڙَ ٻڌي ٿي

ڪالهہ ڪالهوڪر اڄ اڄوڪرَ
ويڙهہ کئون پيارا ناهي نَهَڪرَ
پير ڏارئي جو سَهڻو ناهي
وِڪ وڏائي وڙهڻو آهي
جڏهين ڏاريو پير پَسي ٿي
تپڙ لڳي ٿي هوءَ ڌرتي
ٻن درياهن واري ڌرتي

ڏينهن مهينا سال هجن
ياڳ نياڳ جا ڪال هجن
پل پنهنجن جا پال هجن
پڪا ايرادا شال هجن
سورهيہ سنگتي نال هجن
رت جا ڳوڙها ٽمڻ لڳي ٿي
ڳَجَڻ لڳي ٿي هوءَ ڌرتي

اُوچو ڳاٽ ڪنيو بيٺي آ
سَوڻ ۽ ساٿ سَهيُون بيٺي آ
ڪيئي هٿ ناٽ ڏِسيون بيٺي آ
ڪيئي ڪات ڳتيون بيٺي آ
ويڙهہ جي واٽ وٺيون بيٺي آ
دشمن کي مات ڏنيون بيٺي آ
ٻن درياهن واري ڌرتي

هِيئن سمجهي ٿو هر ڪو ٻُتڙو
ڌارئيءَ جو آ پَٽنُو پيرو
هيءَ حياتي هڪڙو پيرو
منهنجي مُنڊڙي ڪندي نبيرو
جاڻ ٿيو هي دشمن ڪيرو
منهنجو رهڻو آهي ديرو
ڪِلڻ لڳي ٿي هوءَ ڌرتي
ٻن درياهن واري ڌرتي

101.بکر ڳوٺ 07_6_26

## هڪڙي دريهہ واري ڏرتي

آئون هيءَ ڏرتي!
هڪڙي دريهہ واري ڏرتي
ڏاهر ۽ دودي جي ڏرتي
سيد ۽ سوڀي جي ڏرتي
سُورهيہ ۽ ڏُولهہ جي ڏرتي
ڀاڳڀرِ بختاور جي ڏرتي
مخدوم بلاول واري ڏرتي
لُڇي ٿي نَڪِي لوچي ٿي

هيءَ ڏرتي ائون منڙي ڏرتي
گهوڙن آئون گهوٽن جي ڏرتي
جتي حيدربخش جتوئي جاوا
جنهن جوکيا ابڙا ننگر نپايا
سوڍن اٽمونن جي ڏرتي
ونجي وئي ويچارن ۾
گم آ پنهنجن چارن ۾
موهن دڙي آثارن ۾

هن جا بي ڪي گھوٽ گهَٽَنِ تي
ڏينهن ڏٺي جو پنهنجن پٽَنِ تي
چو واٽَنِ تي چاپا ويا هن
بيوس ناحق ماريا ويا هن
ڪاٺن ۾ بي واڙيا ويا هن
ڦاهن تي پي چاڙهيا ويا هن
پنهنجن ٻچن کي ڪسندو ڏسندي
چونڊ ڪيچي ٿي هيءَ ڌرتي؟

انياون جي اونداهِنِ ۾
ڪچي پڪي جي باهِنِ ۾
ڏک سمورا سانڍي ويٺي
سور سهي ٿي ڪونہ ڪُڇي ٿي
ڪڏهين ڪوسي ڪونہ ٿئي ٿي
ڪوسي ڇونہ ٿئي ٿي
پوءِ بي ڪوسي ڇونہ ٿئي ٿي
هيءَ ڌرتي؟ جوانن جي ڌرتي!

جاڏي تاڏي ڏاڍ ڏمر آ
هيڏي هوڏي باهہ ٻيڙ آ
جيڪو جاتي ڀورُ ڀِڃُ آ
ٽَٽَلُ سندڙ جو سارو ٽَرُ آ
فرحت ۾ ٻيوتار جو گهَرُ آ
جاهل ڇٽ رڳو ڪِرڙُ ڪَبُرُ آ
شان وارو هت زيدُ بَڪرُ آ
ڇو اهڙي آ منهنجي ڌرتي

قدرت جا قانون ڪٿي هِن
اسلامن جا مومنون ڪٿي هِن
پري نہ وچ ملعون هتي هن
آيا مٿائي جُوڙِ هتي هن
ڇَٺوڙِ هوڏي تہ اَٺُوڙِ هِتي هن
جيسين ملندَنِ ڇُوڙِ هتي هن
ڪيئن ڪڏهن سمجهي هيءَ ڌرتي
ڪڏهين ٿي ڪَرَ موڙي ڌرتي

102. بحر 07_6_30

## اڱڻ تو ٻهاريان

سائينءَ هو سمجهيو اَڱڻَ تو ٻُهاريان
ڪڏي ڪکَ ڳهڄرَ هي گهر تو سنواريان
هتي سڄڻ ايندا تو تن کي نهاريان
وڳي جڏهن تاڙي پکيئڙا اُڏاڻا

ويا پوءِ رَڙندا، هتئون سَندَ ساڻا
پوئتي ڇڏي يار اندا ۽ ڪاڻا
سڄي قوم تي وئي، داڙا ۽ ڦاڻا
اٻالا تڏهن کئون هي منهنجا اباڻا

ٿا سانگي نہ سنيرن سک جا ڪي تاڻا
ڪسجي ويا سڀ پٽون توڙي پاڻا
بچيا باقي ناهن گُندِيءَ ۾ ڪي داڻا
اسان سڀ بلاول هو گهاڻا ئي گهاڻا

اسان جا وڏيرا نادر جا ناناڻا
هٿن سان ڪارائن هنن کي ٿا چاڻا
ڪُتَنِ ئي نتا پر ڄرڪن جا ماڻا
بکن ۾ آهن پاهڙ ڏرتيءَ جا راڻا

ڀُتي کي ڀتائيءَ چيو منهنجا پيارا
اڄ تائين آهن ٻگهڙ ڪنهن نہ ڏاريا
سي تنهنجا نہ ٿيندا، جي ڏُريئون ئي ڏاريا
ڀلي وات ۾ وجهہ هنن کي تون ڇاڻا

ڀُتي وس وڏا ڪيا تہ هي ٻگهڙ ڏاريان
هنن کي مٽي سان ٿو محبت سيکاريان
عقل جو ڪرشمو ٿو سنڌ کي ڏيکاريان
ٻيٽو ٻيٽ آ پر ڀٽو ڪٽي نہ ڇاڻان

ويهين صديءَ جا سپورنج سياڻا
ويا ونجي هٽي ٻار، ڇو؟ ڪيئن؟ نہ ڄاڻان!
جنمر جنوريءَ جو اپريل ۾ اُڏاڻا
پنهنجن ڀٽَنِ تي سُتَلَ هِنِ جُواڻا

ڇِتي وات هئي، سورهيہ بادشاهہ جي
سمجهي نہ ڪنهن ڳالهہ تنهِن شاهہ جي
هاريءَ مٽي هئي، ڀَرِي گاهہ جي
نہ هئي سمجهہ سنڌ وٽ، نہ عَقُلَ ساماڻا

ڪريون ڪيئن جهاڳيون ڪيئين هي پاناما
سُجهَنِ جاتي پنهنجا، مُنجئون پيار ناما
تہ گڏجي موٽائن، پنهنجي جُوءِ جواڻا
وري ڪن ڪچهريون ورائن وٽاڻا

وٽاڻا = وٽاڻ، پنهنجا گهر، پنهنجون جايون.
پاناما = مصر جو پاناما واهہ

103. بکر ڳوٺ 07_7_2

## هيءَ ڳنڍ ڪوليون

اچو تہ هيءَ ڳنڍ ڪوليون، ڪيئن تيو ڦند ڦوليون
هن مامري مُنڍُ ڳوليون، ڪُڙُڪڻَ ڪڙَهڻَ جو ضرور آ

اسلام جون ڏئي گوريون ڪنهن ڪيئن پيڙيون پوڙيون
ويچاريون ۽ ووڙيئون جوٽيون ڪٽڻ جو ضرور آ

هت وڏي وٽڪار هئي ٿڙ هو تہ بہ ٿڏڪار هئي
ٻانهُنِ ٻڌڻ جي ڪار هئي، اُهي ڏينهن ڏسڻ جو ضرور آ

مذهب سپيئي هئا هتي مندر مسيت جتي ڪٿي
ايڪو ٻڌي ڏاڍو هتي، ڪجھ ياد ڪرڻ جو ضرور آ

هوڏي وڏو ڪتراڳ هو مسلم هندن جو فساد هو
گڏجي جيئڻ نہ رواج هو پرولي پڇڻ جو ضرور آ

هاڻي جڏهن آيا هتي، هو مغل ۽ رِعايا هتي
اسلام آ هاڻي ڪٿي بس جند ڇٽڻ جو ضرور آ

ٽاٽا وڏيرا چانوٽيون ڳوٺن ٻيلن کي اماڙيون
ڏرتيءَ ڇٽين کي ڏانوٽيون، مانيءَ ٻچڻ جو ضرور آ

104. بکر ڳوٺ 07_7_2

## ڏاهر جا پٽ تون اڪ ۾ آن

ڏاهر جا پٽ تون اڪ ۾ آن، هن بندوق جي ڏڪَ ۾ آن
سندي شڪار جي مک ۾ آن، اجگرن جي ڀڪ ۾ آن

آهي راڳ نانوَ جو ڳاڻو آهي اصل ۾ توکي ڪاڻو
آ ڏاند توکي وهاڻو تون اسان جي ٻڪَ ۾ آن

بينگال جڏهن اسان ڇڏيو سارو لڏو توتي اڏيو
ڪو ٺڳ نہ اڳ توکي گڏيو دهليءَ لاهور جي چُڪ ۾ آن

قوم پرستي جا ڪرشما، ڏرٽا لڳن ٿا ڏمر ڏمان
نانهن تنهنجي لاءِ زمزما، تون ڪارڙن جي پڪ ۾ آن

تنهنجا ڳوٺ بي هِنِ ٻاهٽا، ٻيلا تنهنجا هِنِ ٻارٽا
سڀ روڊ رستا وڃاڻا، هن وقت جي تون ڇڪَ ۾ آن

جيڪي ڪٽين ٿو تون وِکون، توتي ڪُتَلَ اٿ اٿ اکيون
ٽُڙا غدار ۽ ٻيون ڏريون ٽِنِ سَڀِنِ جي ڏِڪ ۾ آن

سندي = اسان جي
مُڪُ = منهن
ڪارڙو = ڪارڙو تتر جيڪو پنهنجن کي سڏي دوکي سان مارائيندو آهي.

105. بکر ڳوٺ 07_7_2

## غدار تيڻ ڏاڍو سٺو

جيڪي جوانيءَ ڏينهنڙا، پائجن چو هتڪڙا
سنڌ جا اجايا اولڙا، غدار تيڻ ڏاڍو سٺو

ارواح آزاديون پسن، وطن جون واديون وسن
بيڪار هي باتيون ڪجن، ڪمدار تيڻ ڏاڍو سٺو

ڪير ويهي ڏک ڏري ۽ ڪٽنب پيو بک مري
سو سڀ رڳو سنڌ جي ڪري؟ داغ دار تيڻ ڏاڍو سٺو

پٽ ڏٽي چو تو پُري، هن مُنڌَ لاءِ چو تو مري
هيڏيون رڙيون چو تو ڪري، يوتار تيڻ ڏاڍو سٺو

قوم سان قلفت ڪجي، ماءُ سان منافق تجي
پل ٻُنيءَ لعنت هجي، بدڪار تيڻ ڏاڍو سٺو

آزادين جو فلسفو پنهنجن پَنَنِ تي وڃي لکو
بس رات جو هڪڙو ڇُڪو مئي خوار تيڻ ڏاڍو سٺو

قومر پيل بائن بلي، پر مون کي بوتل ملي
پيل تہ کو مون تي کلي، مهندار ٿيڻ ڏاڍو سئو

ڏکڻ ڏي گهرڙا ٻڌن ۽ اتر ڏي ڏرٽا لڳن
هي ڏنڌا ڏوکڙ ڏين مالدار ٿيڻ ڏاڍو سئو

جاتي پيي جيئن پيي چيٽہ ٿئي، پيل تہ بيوس ڏيهہ ٿئي
آجي نہ هکڙي ديهہ ٿئي، خرکار ٿيڻ ڏاڍو سئو

106. بکر ڳوٺ 07_07_5

## جِندُ جي گهورن انهن جو ڪال آ

باز ناهيان آسمانن ۾ اُڏان، ماس بي ڪاوان هوائن ۾ لُڏان
ٽِٽِرَ جيان ٽو ڄُوءِ پنهنجيءَ ۾ ٽڳان، اِنَ ڪري جو ڄُوءِ منهنجي ماءُ آ

جيترو بي ڏور ٽيندي هيءَ مِٽِي، سمجھ قسمت آهہ اڄ منهنجي ڦِٽِي
ڏيٺ مِنڙِيءَ ماءُ سان آهي چِٽِي هُنَ جو جيڪو بہ پٽ سو ڀاءُ آ

مايڙي جنهن ڪان بہ ڪسجي جي وڃي، پڇ تہ ڪانئس ڪيئن ٽي ٽو سو وڃي
ڪوئي ٻوٽو جڙ تہ پٽجي ٽو وڃي، ماءُ جي ناهي تہ ڪهڙو ساءُ آ

هتيار هوندي هيڻو آن بس وقت هن جو وهيڻو آن
ٽيئون ٽا پڙ مٽي پرزا اڀءِ اسان جو سپاءُ آ

مان مِٽِي، موٽي مِٽِيءَ ۾ ٽو وڃان، ان ڪري ئي هٿ نہ هِنَ تان ٽو ڪٽان
ڏينهنڙا هي گهارڻا ناهن گهٽا، جند جي گهورن انهن جو ڪال آ

182_ بکر ڳوٺ 07 .11 .25

## ٻنگ ناهي هيءَ مهي آ

ٻنگ ناهي هيءَ مهي آ تنهنجي پيئڻ جي وهي آ
ٻِڙَ تي سنگتي لهي آ هڪ ٻئي کي سڏيندا هئاسي

واٽيا هتڙئون کو نہ ويا ها اجا اوڏهون کونہ آيا ها
ٻڏَ اجا کوسا نہ ٿيا ها پٽ تي پير ڏريندا هئاسي

هوءَ جي کنهن جي امانت آهي کرٽي کانہ خيانت آهي
ايڪڙ ٻيکڙ جي ضمانت ناهي پرائي کو نہ تکيندا هئاسي

وڻ هيا ۽ ماکيون هون ۽ کيرن جون دکيون هون
ڏِڻ هيا ۽ سکيون هون ڏيٺا ڏڻ تي ٻاريندا هئاسي

سنڌ سخي ۽ ماٺهو سولا ڏارين جا نہ هيا هٿ ٽولا
ڏئي ٿو سڀ کي منڙو مولا مندر مسيتين ويندا هئاسي

هن ڏرتيءَ تي ٻار هئاسي پٽ جي گهوٽ کان ڏار هئاسي
اکڙين منجهہ خمار هئاسي ڏاند ڏاندن گڏ هوندا هئاسي

خادمؔ کو واڇوڙو آيو سنڌ جي سُک کي چنبن چايو
ٻائُنِ پوءِ رُئندي موکلايو جن کئون ڏار نہ ٿيندا هئاسي

183. بکر ڳوٺ 07 .11 .25

## ماڻهو نہ آهن مسلمان آهن

ڪيو وس هو ڏاهر تہ تر ڪي بچايان
ويهي پنهنجي گهر ۾ مان گهر ڪي بچايان
پنهنجي تر ۽ بر ڪي ڌارين کئون بچايان
پر موکي ڪيا ماڻهو حيران آهن

ڪلهہ بي هو موکو ۽ اڄ بي آ موکو
اتهاس جو هي وڏيرو آ توکو
ڪڏهين نہ سُڌري ڪٽي وس وڏا ڪيو
راڇن لاءِ باهِنِ جا سامان آهن

پنهنجي پيغمبر جا ٻچڙا ڪنائون
وڏن توڙي ننڍڙن کي ساڳيون سزائون
انعامن جي لالچ ۾ سڀ ڪجهہ ڪيائون
ماڻهو نہ هي "مسلمان" آهن

ڏرتيءَ ڏڪاڻا ۽ هر هنڌ وڪاڻا
جڏهن آيا هتڙي هئا انڌا ۽ ڪاڻا
هاڻي هِتي هن هُنن جا ئي ماڻا
هڪڙو نـ سيئي هي شيطان آهن

هنن کي نـ قدرت ڏني ماءُ آهي
ٺهيل باهہ جا بس وٽن باهہ آهي
ڌرتيءَ جي ساوڪ تي بس ڪاهہ آهي
مان ڏاهر جو پٽ هي مسلمان آهن

آٽن وات ۾ رت هٿن ۾ ڪٽاريون
اسان تي اُلرَ تن اکين ۾ اماڙيون
۽ ڪاوڙ اها تن ڪُنِي چو ٽا چاڙهيون
هي ارغون تيمور ترخان آهن

سُکن جا سيئي پيبر ڍاهي ڇڏيا تن
نفرتن جا سپ فصل ڳاهي ڇڏيا تن
هتي پاڻ لاءِ بهشت ناهي ڇڏيا تن
پنهنجو پاڻ حورون ۽ غلمان آهن

ڪٽاري = خنجر
اُماڙي = پرندڙ ڪائي

184 ـ ڪراچي 1.12.07

## سُتَتُ پنهنجا پير ڏاهہ

پيارن جي اکين ۾ پسين جي پيار ناهہ
بهتر تہ سنگتي سُتَتُ پنهنجا پير ڏاهہ

يارن جون اکيون ڪڏهن تيون ڪاڏي ڏسن
توڙي نہ جي اکيون توڙي پوۓ خير ناهہ

سنگتين جا نيڻ جي هوڙي ڪڃن
تند توسان تنهن ڇڇڻ ۾ دير ناهہ

يارُ جي ڦيري اکيون تي تو سگهي
ايهو نہ ڏسندو ڪر تہ هوڙي ڪير آهہ

وات ۾ مُڱ ۽ اکئين ڳوڙها هجن
سمجهبو سنگت سچي ڪو ڦير آهہ

بيوسائن ۾ اکيون آليون هجن
سمجهہ ڪو ڏک آ اجايو نير ناهہ

اکيون نہ جي مُرڪن نہ آدر ياءُ ڪن
سمجهہ خادم تو اڳيان ڪو غير آهہ

185_ بکر ڳوٺ 2.12.07

## تون هن ڪيٽ ۾ ناهين

مان ڏاڍو خوش آهيان تہ تون هن ڪيٽ ۾ ناهين
ڇو وقت ظالم جي سدا اڪتيٽ ۾ آهين

تو وٽ چالا ڪيون چوٽ تي مان خوش هان ڪيڙيءَ ۾
واٽهڙو اتهاس جا منهنجي پيٽ ۾ چاهين

ٻاهرئون ڏاول هجين تو اندرئون ڪاڏل
ڪين آهين تون آسوءَ ۾ ڇو نہ ئي ڪنهن چيٽ ۾ آهين

اوپرو تون آن اڪين ڪي هي اڪيون تو لئي عذاب
هوندين نہ منهنجي ڪکِن ۾ تون لپيٽ ۾ آهين

اُين ۾ اڏندو ئي وٽ ڪا ڀانءِ توکي پونءِ ناهہ
سائو سلو ناهين مِٽيءَ جي پيٽ ۾ ناهين

هان = آهيان

186. بکر ڳوٺ 07. 12. 9

## اها راند وڏيرا ڪيسيتائين

دَلبن سان ڳيڙو تو ڳهائين ڏِيا اميدن جا تو وِسائين
ٽيڪ ڏارين جي تڙ تو تپائين اها راند وڏيرا ڪيسيتائين

بندوقن جون چوڪيون وڌن ٽيون رولِن جون هٿ پونڪون ٻجهن ٽيون
ڏاڍايون تنهنجون ٻي سُجهن ٽيون ڏاريو آن تون ديسي ناهين

اوڙي پاڙي آهن خوشيون ڏارين وٽ ۽ تو وٽ خوشيون
مون لاءِ پر چو ناهن خوشيون پاڻ لئه نفرت ڪي تو وڌائين

وچن تا سُکَ لڏيندا هوريان اچن تا ڏک سڏيندا پريان
هن اوندهه ۾ ڪيئن مان ڪريان تڙي تازي تو خَرَ ڪُپائين

جڏهين ڏس پائن تي باهين تون پوتار اسان مان ناهين
سنڌ جو ڪائين ٻين کي ڳائين خادم سنڌ وٽ توتي دانهين

187_ بکر ڳوٺ 10.12.07

## ڦاٽو آهيان خرڪار وٽ

ڦاٽو آهيان خرڪار وٽ ناهي سوجهرو سنسار وٽ
دانهين آهيان دربار وٽ ڀٽ ڌڻي سرڪار وٽ

چئي ٿو وڏي هيءَ رات ڏس ڏاڍي پري پرڀات ڏس
ڳولهه ڪِٿِ ڪو ڪات ڏس ڪانهي ڪهل انڌڪار وٽ

ڳوٺ جا ڳڀرو ڳٽي سورهيه جي سنگتي ڪٽين
چوڌر ٿي ويندي چٽي پٽي آهي سوپ پڪ مهندار وٽ

ڪيڙ ڪي چَڙهه ميڙ ڪن ويڙهه ڪي چَڙهه ويڙهه ڪن
ڏِسُ ڪٿي گهٽ گهيڙ هن انڪل هجي اوتار وٽ

خادم جي سنڌ سان نينهن آ گدڙ ڏِرِ تي شينهن آ
وسٽو جي رَتُ جو مينهن آ ڪهڙي دير پوءِ ڪرتار وٽ

ڪيڙُ= پنهنجا پائر پنهنجو ڪهول – پنهنجي قوم جا ماڻهو
ڏِرِ= گدڙ جو پنهنجو گهر
ڪرتار= الله سائين
هِن = آهن

188_ بکر ڳوٺ 07. 12. 11

## سنڌ سڄيءَ ۾ جهولو آهي

ڏودَ دکائڻ ڏونهنيون ٻارڻ ٻائو اهو ڪم سولو ناهي
کهڄَر ميڙي مڄ مچائڻ ڏاڍو اهو ڪم اَوَلو آهي

مالُ مڏِيءَ تي سِرُ اَڏِيءَ تي اک اُڏِيءَ تي ڪاهه ڪُڏِيءَ تي
چانوَ جَڏِيءَ تي ٻالُ ٻُلِيءَ تي ايئين ڪجي جي ٻولو ناهي

جيئڻ جو چڻ ڏانءُ نه آهي فرحت ۾ ڪو گانءُ نه آهي
سياري جو ڪو نانءُ نه آهي سنڌُ سڄيءَ ۾ جهولو آهي

جُلِهه رڳو ڏارين جي ناهي ورديءَ ۾ هٿ جانڻ آهي
ڳڏ وڏيرو خانڻ آهي مونسان وڙهي ٿو چولو لاهي

ٻائُنِ ڪي آ وقت چنو اڄ ناهه سلامت ڪو ٻه ڇنو اڄ
خادمؔا ٿي ٻئه هڪ منو اڄ هن رڏٽي ۾ رولو آهي

189. ڪراچي 12/12/07

## ٻهه ڪي باهه

ڪولهڻ آن يا منهنجي پيلڻ، هٿ پريل تنهنجا سان چيٽن
گهٽ نه ڪئي آ تنهنجن نيٽن، ٻهه ڪي باهه لڳائين تي

او سَرَتي چيڙهالي ڏرتي،ڪيڏي طاقت تو آ ورتي
مان منجهه ڪانهي ايڏي سَمِرتي چو مون ڪي آزمائين تي

ازلئون اصلئون هِتڙي هوندي راندين مون سان روح رچندي
جهوُنا واءِ وٽن مئون ٻڏندي منهنجي ڪاڻِ ڳنائين تي

تون ۽ مان ۽ ۽ هيءَ جهولي، ڏاريو پيچندو ڪونه پرولي
تو سان منهنجي پيار جي هولِي، چنڊ تارن ڪي سُٽائين تي

پورهيت پير سگهارا تنهنجا، اهڙا ناهن نيارا ڪنهن جا
ساڳيا منهنجا چارا تنهنجا، پوءِ ياڪرَ ڪئون چو نَٽائين تي

190. ڪراچي 13/12/07

## آڙي باهہ

آڙي باهہ آڙي باهہ آڙي باهہ آڙي باهہ
متيءَ منهنجيءَ تي ٻلي ڪاهِ آڙي باهہ

ٻُونءِ ٻلاريءَ تي جا ساوڪ ڏسين تي
سڙين تي ۽ ٻرين ٿي، ناهي ساوڪ کي پرواهہ

تنهنجي وَسَ ۾ ساڙڻ آهي، تنهنجي ٻُڪَ ۾ ٻارڻ آهي
منهنجي ڏک جو ڪارڻ آهي، هي منهنجو سائو گاهہُ

اُلا تنهنجا اُپ ڏي آهن، سَلا تو ۾ ٽيندا ناهن
جاڙون تو وٽ ٻاڙون ناهن، ڇانوَ تہ تو وٽ اصلي ناهہ

ڪِهلَ جي ڪهڙي خبر تو کي، مِهلَ ڪا ناهي صبر تو کي
اکيون آهن ٻنهہُ نہ تو کي، عالمگير تون عاليجاهہ

تون جِٽين ٿي نہ نِپائين ٿي، انڌي آهين ڪائين ٿي
جنهن کي ٻاڪُرُ پائين ٿي، سو ڪو نہ ڪٽي تو ساهہُ

ڳگر جڏهين ڳرَ ڪٽن ٿا تو ڪي ڏسندي وَرَ ڪٽن ٿا
۽ تو لاءِ پوءِ چُرَ ڪٽن ٿا، ڪا نہ اٿي پڇڻ جي جاءِ

جهُرَّ جو ڪم پاڻي آڻڻ آهي، تنهنجو موت وسامڻُ آهي
پاڳَ تنهنجي ۾ اُجهامڻُ آهي، موٽي وري ساوڪ وٽراهہ

او باهہ تنهنجو ڪو ديس نہ آهي، ڪو بي تنهنجو ويس نہ آهي
ڪيئي هڪ لَبيس نہ آهي، ست سال باقي ڪي ماهہ

اُلا تنهنجا اُڏُڻا آهن، مِينهن هِتي بي وسڻا آهن
پنڌ ڏکن جا ڪُٽڻا آهن، ٽيندي سنڌوءَ جي ساچاهہ

191. بکر ڳوٺ 07 .12 .13

## ڍنگهرن تي اٺو

ڍنگهرن تي اٺو تڏهن هاريو آ
جڏهن سمجهه پنهنجيءَ کي ماريو آ
ڦوڪون ڏيئي ٺريل کي پيو ڪاڙهيو آ
وڏي پوءِ ارمان ۾ گهاريو آ

ڪڏي پنهنجا پاهر ۾ هُنڙئون گهرائي
هڙوئي هلائي مِڙوئي ڦُرائي
جيئيم ويو پنهنجي مرضي ملهائي
ميارن ۾ چاهي بيڙو تاريو آ

اسان سان اها جٺ هردم رهي آ
جيڪي مان ڪيان تو اهو سڀ صحيح آ
ڳچيءَ ۾ جڏهن ڳالهه پنهنجي پئي آ
وڃي پوءِ ساٿيهه کي ساريو آ

اُپري تو جيڪو نئين اڄ ڏئي تو
ٿيو ڪلهه نہ آهي وري وجهه ڏئي تو
جي وڙهندين تہ پيارا سدا سچ کٽي تو
پنهنجيءَ تي ايندين ڏونگر ڏاريو آ

ٽپي پيار جو پنڌ رڳو عشق تي پٺ
چريائپ جو ڏاڪو چڙهي مست تي پٺ
جي وڙهڻو وطن لاءِ تہ پوءِ ڪرت تي پٺ
سنگت ڪڻ ايئين جيئن ٽِڙ ڏاريو آ

192۔ بکر ڳوٺ 13.12.07

## رنگ روپ ۾ منهن مهانڊو

رنگ روپ ۾ منهن مهانڊو پڃندو پُرندو نيٺ هي پانڊو
ڪو بہ ڪنهين جو ناهہ آڳانڊيو ميٺو پئي ٿو منهنجا يار

سنبرئون ٿا ير گهر چڏي هلڻو آهي هُنَ تڏي
لکيو سمجهہ جي ڪُنَّ سڏي نہ تہ ڪاٽي بيڙا ڪاٽي ٻار

گَرِڀُ چڏي جهولي ڏسجي ٿي جيوت کن پل پوءِ هجي ٿي
ڏکن سورن ۾ پِسجي ٿي ڪا نہ رهي ٿي سڄڻ سار

کلندي کڏندي جوان ٿيئون ٿا ڪاڏ ڪنهين جي ڪاڻ ڪيئون ٿا
جاڏي تاڏي پاڻ هجئون ٿا پل پهر آ منجهہ [لتاڙ] [
پِسار

ساڳئي رُوپ ۾ پلي نہ اڇبو پر جنمر ٻيو ضرور وٺبو
فاني ناهيون ايئين ئي چئبو خادم ڪر ٻي خبر چار

آ ڳانڊيو= آسرو پرجهلو
پانڊو= بت پڃرو
ٻار = ڪُنَّ
گرڀُ = ماءُ جو پيٽ

193ـ ڪراچي 13.12.07

## دروپديءَ جو ديس

ڏس ڪيڏا هي ڪِيسَ ڪري ٿو ۽ هيٺن سان رِيسَ ڪري ٿو
ڏاڍن وٽ پر ڳِيسَ ڪري ٿو دروپديءَ جو ديس ڪري ٿو

سوين سال لتاڙيل آهي اِتهاس جو ملڪ لُٽاڙيل آهي
عزت ـ ڊِنڊِ جو ڊاول ناهي انهيءَ ڪري ئي ڪينس ڪري ٿو

هن ڪي منهنجي ڌرتي گهرجي تنهن لاءِ ٿي ڪيس سمر ٿي گهرجي
معنيٰ تہ ڪيس ٿي اَرِٿي گهرجي هي گهوڙو ڪي سئيس گهري ٿو

ساگر تائين پير ڪُپن تنهن لاءِ وڏيرا پير ڪپن
ملان قاضي مير ڪپن، بندوق سان گڏ لبيس ڪري ٿو

هن ڏٺي رڳو آهہ غلامي ٻن پئسن وٽ آهہ سلامي
عزت آ اوچڙ نيلامي گورن جي آسيس گهري ٿو

ڪِيسُ = ظلمر ناحق
ريس = ساڙ ـ حسد
ڳِيسَ = توبهہ
دوروپديءَ جو ديس = پنجاب
اِتهاس = تاريخ
سمرٿي = سگهہ ـ طاقت
ارٿي = موت جي کٽ جنهن تي چڙهي چڪيا تي چڙهي
آسيس = دعا

194. بکر ڳوٺ 07 .12 .15

## عزت

عزت ڪنهن کي ڳهربل ناهي عزت سڀ کي ڳهربل آهي
مانَ جو ڪو بي ملهه نہ آهي مانُ ملي جيڪو پل آهي

آدر ڀاءُ اکين کي گهرجي ديد جو داءُ دلين کي گهرجي
پيار جو ساءُ پَرِيَنِ کي گهرجي عزت پيار ۾ ويڙهيل آهي

عزت ڪارڻ خون ٿين ٿا خان وڏا بي لوڻ ٿين ٿا
ڀاڳ جي باز جي چُوڻِ ٿين ٿا بي-عزت ڏُڏُرَ ۾ پوريل آهي

ڏاول لاءِ ادمبر آهي راول جو هي ممبر آهي
سِگَن وارو سامبر آهي هي لفظ موتين ۾ پويل آهي

پر پيينوءَ کي ماني گهرجيٌ عزت جي نہ آڪاٽي گهرجي
ڏوَ سمجهڻ جي چواٽي گهرجي سونهن جي ساڃهه گهربل ناهي

راول = حاڪم -- بادشاهہ
ممبر = ڪچهريءَ کي خطاب ڪرڻ لاءِ وڏي ڪرسي

195 ـ بکر ڳوٺ 15.12.07

## ماٽيءَ ۾ مانڊاڻي گهرجي

سوڪهڙا سارين ۾ سهندي ڳاراٽا ۽ ڳٽتيون کندي
سور سانگين جا ڏسندي ٻڏندي ڪجهه تہ اکين ۾ پاڻي گهرجي

اونداهيءَ ۾ گهورون وجهندي هٿواڙيون ڏيندي ڏيندي
هٿ نہ هٿ کي پهچي پسندي هاڻي رات وهاڻي گهرجي

جوان! ڪپي اتهاس پڙهڻ بندوق ضروري آهہ ڪٽڻ
سچو سنڌ سان ياءُ ڪٽڻ پر پٽ جو گهوٽ تو ساٽي گهرجي

جهيڙو آ اسان پڙَ تي آهيون ڪنهن پوتار جي ڪڙَ تي ناهيون
پنهجن کي پنهنجو ٿا پانيون توڙي بلاول گهاٽي گهرجي

سٺ ورهيہ جو ڪيتو آهي سچ ايري اوسيئڙو آهي
رات رهي ائين ٽيڙو ناهي ماٽيءَ ۾ مانڊاڻي گهرجي

اتهاس= تاريخ
اوسيئڙو= آسرو ـ اميد

196 بکر ڳوٺ 07 .12 .21

## ڏير ڪانھ تي هاٺي وٺي

انسنو اٽترڻ هجي اُلڪو اُڌڪو پڙ هجي
هورا ڪورا چڙ هجي ڪيئن پوءِ ماني وٺي

ملڻ جو ٽاٽو هجي ۽ ڳٽتي ڳاراٽو هجي
مان هجان راٽو هجي ير تو رڳو جاني وٺي

جي رُسي دلدار تو ۽ پري ٿئي يار تو
ٿئي دل تي ڏاڍو بار تو ماني نڪو پاٽي وٺي

وٽندڙ هجي اهو وقت تو گهربل ملي جڏي شخص تو
گهرجي نہ ہيو ڪو بخت تو نٿي ہي ڪا آڪاٽي وٺي

سهٽو سپُورنج تو ڪپي خادم ڪي جيڪو دڳ ڏسي
آچپي جي وِڪَ ڏسي ڏير ڪانھ تي هاٺي وٺي

انسنو اٽترڻ اُلڪو اُڌڪو هورا ڪورا= ڳٽتي — ڳاراٽو — اهي
سيئي لفظ هڪڙي ساڳي معنيٰ ۾ ڪم ايندا آهن
سپُورُنج = مهاڏاهو
دڳ = واٽ

197 ڪراچي 07 .12 .22

## هاڻ هُوهڙ ڪندا هلو

هاڻ هُوهَڙ ڪندا هلو پيرِ جيان وڃندا هلو
سگهاري سُرَ ڪندا هلو ڏاريو ڳنُ ڪنبِي ويندو

رات ۾ باهه پيڙ ناهي تو وٽ جي چاپڙ ناهي
راڄن ۾ جي رڙ ناهي بگهڙ پڪ بچي ويندو

جهار جي جُوئر وٽ آهي ۽ جي چڏي تو ڪٽ ناهي
ڪانياٽي تو وٽ ناهي وَهيو پڪ وبهي ويندو

وڏي ڪچهري پر آهي ڳالهين ۾ جي ڳُر ناهي
سمجهڻ جو بي سُرُ ناهي وقت اجايو وهي ويندو

پڙَ ڏي پيارا پنڌ ناهي سنڌوءَ لاءِ جي ڪنڌ ناهي
منڙي خادم جند آهي ڏاريو ڪو نہ ڏُڙي ويندو

وهيو = جهرڪيءَ ڪئون ٿورو وڏو پکي جيڪو بيٺل فصل جوئر ٻاجهريءَ جا سنگ چُڳي ويندو آهي

198 ـ بکر ڳوٺ 07 .12 .23

## پانڌَ آجا پر ڪرٽا آهن

ڪيسين رهبو ڪوهيڙن ۾ ساءُ نہ آهي دوهيڙن ۾
جوت نہ آهي جوڳيئڙن ۾ پانڌَ آجا پر ڪرٽا آهن

هي گهڙيون جي نياڳيون آهن مندون مور نہ ساڳيون آهن
قومن جهاڳون جهاڳيون آهن ڏينهن اسان جا ورٽا آهن

هي جيڪي تون اڄ ڏسين ٿو وک وک تي تون اهنج پسين ٿو
انياوَ جو پرندڙ سڄ سهين ٿو پڪ اهي سڄ لهٽا آهي

ڏاڍ ڪريب بي ويٺو آهي اورنگزيب بي مرٽو آهي
ڏاريو جو بہ نڪرٽو آهي ليڪا چوڪا ٽيٽا آهن

ڏرتي اُجاري ڪيسين رهندي نيٺ تہ هتڙي وَسَ بي ٿيندي
ساوڪ نيٺ تہ موٽي ايندي مِينهن منداٹتا وسٽا آهن

ڪوهيڙو = سياري جي راتين ۾ گهم هوا ۾ گڏجي دونهون ٿي ويندي آهي ڪجهہ بہ ڏسڻ ۾ نہ ايندو آ تنهن کي ڪوهيڙو چئبو آهي.
ڪِريبُ= دوکو
وَسَ= وسڪارو

199_ بکر ڳوٺ 07. 12. 24

## جڏهن ڏيهه ڏکيو ٿئي ٿو

جڏهن ڏيهه ڏکيو ٿئي ٿو بيمار بکيو ٿئي ٿو
مانديون دليون ٿين ٿيون آليون اکيون ٿين ٿيون

جهڙ جهڃن ٿا پيا گجگوڙون ڪن ٿا پيا
وڄون وراڪا ڏين ٿيون ۽ اُڀ تي رانديون ڪن ٿيون

مينهن وسن ٿا پيا . پَنَ پسن ٿا پيا
تاريون ٽمنديون ٿين ٿيون پاڙون پاڻي پين ٿيون

وڻ پيا وهنجن ٿا ۽ ٽُڙَ ٽڏا ٿين ٿا
ساوڪ ۽ سُرهاڻ ٿئي ٿي ڌرتي خوشين ڪاڻ ٿئي ٿي

ماروئڙن وٽ مُرڪ اچي ٿي سانگيئڙن کي سُرتِ ٿئي ٿي
ڪم وارن کي ڪِرتِ ملي ٿي پيار وارن کي پِرتِ ملي ٿي

سُرتِ= جاڳ، خوش

200_ ڪراچي 24 .12 .07

## سيڙھہ جو سيلھ ڇپي ويو آ

هوڏي بندوق هيڏي بندا ڪيسيتائين چرڪ پريندا
سنگتي ڪڏهن اڳتي ٿيندا ٽائو ڊيگھہ وٺي ويو آ

جي وارو آ پاڻيءَ جو ۽ ياءُ ٻلي آ پنهنجو
رت وهائيندس تنهنجو ڇيلو جڻ تہ ڪُسِي ويو آ

پيڻ سان رانديون ٿيون آهن پيار ۾ ٻاڪيون پيون آهن
جي خبرون ڳِن پيون آهن پادر جهٽ ڀُسِي ويو آ

مائٽ ويجهو پري جو آ جيڪو جيڏو ويجهو آ
ان سان ايڏو ڪيٽو آ پاڻي اک مان سڪي ويو آ

هڪڙي گهر جا ڀاتي آهيون وڻ وڻ جي جڻ ڪاٺي آهيون
هڪ ٻئي جا پڪ ساٿي ناهيون سيڙھہ جو سيلھ ڇُپي ويو آ

ٽائو = وقت
ڪيٽو = جهيڙو
سيڙھہ = جهنگ ۾ رهندڙ ڪڪڙ جيڏو جانور جنهن کي ڪنين بدران وڏا ڪنڊا ٿيندا آهن. ڊگهي ڪنڊي کي سيلھ سڏبو آهي.

201_ ڪراچي 07 .12 .25

## وات ڳاڙها اُتي پون

وات ڳاڙها اتي پون هٿن ۾ هٿ ڏئي هلن
سنگ سان ليڪو نہ ڪن ڪوڙ واٽون ليپي پون

اتهاس ڪي جي پڙهي وٺن پڙهڻ ڪان پوءِ ڪڙهي پون
هڪ پيرو سمجهي وٺن سوين سِرَ چو ٽيون گهرن

جي چون تہ اُٿو اُٿو گهوڙٽو آ اج مٿو
ناهہ ڪرٽو انسنو سر اَڏيءَ تي ٽا ڪپن

موت ڪي اج اج چون ڪيئن مرجي سُڌِ رکن
سنگت ساريءَ ڪي سڏن راتيان ڏينهان باهيون ٻرن

موت سان ماٺو نہ آ پڇڻ جو ٽاڻو نہ آ
آجپو چاٽو نہ آ ٽا رُڪَ چٽا چيٽا پون

ڳيرُو ڳات مٿي ڪٽن پيرڻ هَٿِ بندوق ڏين
ياد لاڪاڻن ڪي ڪن ٽوڙي ڦاٽڪ ڏي ڏسن

خادم پلي ڪن پل جيئي پر پنهنجن سان گڏ ٿئي
مٿيءَ ساڻ وچن ٿئي سالٽيهہ جا سڏ ٽا ٻجهن

202_ بکر ڳوٺ 07 .12 .25

## بُتُ ڀلي اَپرو هجي پر آتما سَيرِي هجي

بت ڀلي اپرو هجي پر آتما سَيرِي هجي
پٽ ڀلي ڳپرُو هجي پر ديوَ سان نبري اچي

سُورَ ساماٽلُ هجي ۽ موت ڏي مائلُ هجي
پِڙَ سان پاچاريل هجي ۽ سوپ ڪان سنبري اچي

پنهنجي ونيءَ ڏي نهارڻو اوڏهن اکين کي آ ٽارڻو
ڌاريءَ ڏي هٿ نہ وڌائڻو ڀلي پرسان ڇِتَڪمِرِي هجي

عقل جو اڪابر هجي ۽ هڪل تي حاضر هجي
پيرن تائين ناظر هجي چنبڙيل متان ڍنگهري هجي

ڌاريو ڏسي سرهو نہ ٿئي پنهنجو پسي ارهو نہ ٿئي
ارغون جو ڪرهو نہ ٿئي ڳڏ پاڻ سان امڙي هجي

بُتُ= بدن_ جسم، ڍِيلُ
اپرو= هيٺو بي طاقتو
آتما= روح
سيرو سيري= سگهارو طاقت وارو
ڳپرُو = جوان، جوان، نئون ساماٽل، مڇن جي ريهہ آيل هجيس
پِڙُ= راندڪيا ويڙهہ جو هنڌ_ ميدان
پاچاريل = ڳنڍيل
وَني = پنهنجي زال
ڍنگهري= ٻيريا ٻير مان وڍيل ٽاري، ڪانڊيرو جنهن ۾ ڪنڊا هجن
ڪرهو= اُٺ
اَمڙي = مٺي ماءُ

203_ ڪنڊيارو 26.12.07

## ڏيءُ مان ڪنهن شاهہ جي

ڏيءُ مان ڪنهن شاهہ جي، جاگير جي بادشاهہ جي
تنهن ڪري ٿي او اديا، مونکي جيئري دفنايو ويو

پيءُ پنهنجيءَ آٽ تي، ياءُ ساڳيءَ واٽ تي
ناحق جي تڪساٽ تي، منهنجو حق بخشايو ويو

قرآن پڙهايو ويو، ڳٽ ڳچيءَ پاتو ويو
جيڏانهن سچ سنسارهو اوڏانهن اڇلايو ويو

اڄ آ ارواح ڪي، چڪ ڏاڍي ساهہ ڪي
ڳوليان ٿي وڙاهہ ڪي، مونکي رڃ ۾ لاٿو ويو

هيءَ اک حيران آ، هيءَ گهٽي ويران آ
ڪارن مان چاندي ٿي ويا، ڪوبي نہ هٿ آيو ويو

جمڻ پيي هن ڪوٽ ۾، مرڻ پيي هن اوٽ ۾
شان ڪوڙي ڪارٽي، معصوم کي ماريو ويو

204_ ڪنڊيارو 26.12.07

## آئي ڪٺي منهنجي نگر

آئي ڪٺي منهنجي نگر
ويٺي نمر تي اچي منهنجي گهر

اڳي به هڪڙي صبح
پيتي هئي منهنجي آڳهه

چوڪٺي هيڪل هجي تي
ڪنهن لاءِ وياڪل ٿئي تي

رڳو ڪُوڪُو سندس پُجهي
سندس اچ، لڳي، نه اُجهي

هيڏي حياتي هيڪل
ءِ پڻ جيون وياڪل

لڳي تو تہ سنياسڻ آهي
لڳي تو تہ ڪاجوڳڻ آهي

لڳي تو هيءَ ميران آهي
هيءَ پڪ تہ ميران آهي

205ـ ڪراچي 27.12.07

## منهنجي ٻه من ۾

منهنجي ٻه من ۾ ڪا هڪ مُنڊ آهي
ڪنهين ڪنڌ پاسي، ڪنهين هنڊ آهي

مون ساڻ سک ۾ ۽ مون ساڻ ڏک ۾
منهنجي ٿي ٻک ۾ منجهه پنڊ آهي

سورن سفر ۾، آهيان سندس پير ۾
هن جي سنگهر ۾ منهنجو ڪنڊ آهي

ڪري ڪي پڪارون، نه ڏئي تي ميارون
توڙي ڦاڪون ڦارون، سندس جند آهي

خادم ڪي پيارپائين، پريت جو پيالو
سندس نانءُ نالو سهڻي سنڊ آهي

206_ ڪراچي 27.12.07

## بلاول ساماڻا

منڙا هي مارو!، هي منهنجا اباڻا
اهڙا دل جا راڻا، جهڙا مکڻ چاڻا
مان ٿي تو ڄاڻا، تو مان ٿي سڃاڻا

هي ڪُتِ خلق ناهن، پليل آن تون ياڙي
تولاءِ تپندي، آهي توجا چاڙهي
ليکو توکي ڏيڻو آ ڏينهين پڇاڻا

سڃاتل صدين کان، سنڌ جا هي سياڻا
رڪ جا نهيل ٿئي، نہ ٿئي هي اياڻا
تون پي تو ڄاڻين، ۽ مان پي تو ڄاڻا

ڳاڙهيءَ کي ڪاري، ڪري وٺ وڏيرا
ايندا هتن هيٺ، تنهنجا بہ ديرا
اهي ڪرت ڪوتن ۾، پوندا سياڻا

او ارغون سنڌ جا، گهمائي وٺ تون گهاڻا
هڪڙو نہ ڪيئي، بلاول ساماڻا
سدائين نہ ساڳيا، ترندا هي تاڻا

207 _ بکر ڳوٺ 28.12.07

## گوتم کي ڪڏ ٿاٽو هلاڪو تو گھري

سنڌ کي آجو ڏسڻ جي تو گھرين
اُن بچائڻ تو گھرين پاڻي بچائڻ تو گھرين
سگھه پنهنجي جي مڃائڻ تو گھرين
ڪڏ هاڻي گوتم کي جو ٿاٽو هلاڪو تو گھري

هن مٽيءَ ماڪيءَ تي تيون مکيون اچن
ايئن ڪوڙو تيءُ جيئن تا آڪَ پچن
ويڙهه لاءِ ٻاهر نه ڪي ميلا مچن
ٻڌ جيڪي اڄ وقت واڪو تو ڪري

گدڙ هن پر هِتِ ٻگهڙ تي تا گھُمن
تون مِٽيءَ تي سيج تي هي تا سُمهن
جٽَ جو پٽ تا وينا توکي چون
خالي نه هي هَٿُ اڄ گھوٻاٽو تو گھُري

هڪ نه ڪيئي ڏڪ ور ور تا لڳن
چو اکيون ور ور ڪري اپ ڏي ڏسن
آ ضروري ينگ جا ڪونڊا پچن
هي نانءُ پيارا تيڻ ڦاڪون تو گھري

وچڙي ٻاگھلِ اڄ ولر ڪئون آوئي
ڪسجي بختاور اسان ڪئون آ وئي
آجپي جو ڏئي سبق هوءَ آ وئي
اتهاس آزادي ڪالهاڪون تو گھري

پِنڙَ روئڻ مان وري ڪجھ ڪو نه تو
زنجيرَ ڀل هڻُ پر نه موتي حسين تو
منگتو تو وٿ هٽي هيءَ سَين تو
دودو ڪپي دولھ ڪپي مهراڻ لاڪو تو گھري

پاڻ سان دوڪو خادم! ڪرٽو نه آ
ڪوٽ واريءَ جو ڪڏهن بچٽو نه آ
ڏريئون ڏارين سان گڏ رهٽو نه آ
پنهنجن سان ٽاٽو سَگ سياپو تو گھري

208_ بکر ڳوٺ 07 .12 .29

## نيٺ ڏارياٺپ چڪ ڪري ٿي

هتڙي جا مخلوق اچي ٿي اندر ۾ سا اَڪَ هجي ٿي
ٻوهہَ ڪري ٿي ڏاڍَ ڪري ٿي ڏنبَ ڏئي ٿي ڏڪَ ڏئي ٿي

اڄ سياٽي ڪنهن ڪنهن ٽاٽي وقت واڇُوڙا پيو ٿو آٽي
پر پوءِ سيج ڪنڍن جي ماٽي مند متجي ٿي ساوڪ ٿئي ٿي

ڪيئي پَلَ ڏمرجي پيا سٺ ورهيہ بي گذري ويا
پيارا آس اَسَرَ جي آ رات ڪُٺڻ جي پڪ هجي ٿي

ياٺر آهيون ٻڪ سُٽائي هوريان هوريان ٻُڪَ وڌائي
سانگيئڙن ڪئون سُڪَ ڇڏائي نيٺ ڏارياٺپ چڪ ڪري ٿي

طبيعت ۾ بي گيسَرِ آهي صدمن جي ڪا سانيَرِ ناهي
قوم کي ڏاڍي ويسَرِ آهي توٽي خادمُ! چپ ڪري ٿي

ٽاٽو = وقت
پَلُ=وقت جو ننڍي ۾ ننڍو ماپو. ننڍي ورڇ
گيسر = سُستِي
سانير=ياد گيري. ساروٽي

209_ بکر ڳوٺ 30.12.07

## اسان نيٺ ٿيندا سي خادم سوڀارا

وک وک پسئون ٿا نظارا نيارا
پنهنجي وس نہ وستيون ۽ وَسِ هِن نہ واڙا
ڦُرجي ويا يار پاڙن جا پاڙا
سَنا ڏاڍا هن قوم لاها ۽ چاڙها

چوڦير آهي مصيبت ڪا آفت
سيڪو ويو منجهہ تي سُڪَ قيامت
ڏِئي ڪير ڪنهن کي آ گهربل جا آٿت
راتيون زور ڪاريون آهن ڏينهن ٻاڙا

ڏِڳن وانگِ آهيون ڪجي وک نٿي
انُ ٿا اپايون چڙهي ٻک نٿي
ڪڏهن جِندُ آجي ٿئي پڪ نہ ٿي
ناهن آجپي ڏي اسان جا ڪي چارا

اهو ياد آهي ڪڏهن گهر ڪسيو آ
ڪڏهن ياڳ پنهنجو اسان ڪئون رُنو آ
چِتائي نہ چورن کي اج بي ڏنو آ
ڏرتي پنهنجيءَ تي ويٺا هون ويچارا

منهنجيون بينظيريون هتي زلف ڪارا
بختاوريون راهو سيد سونهارا
اُبِ تي اهي سمجهہ چمڪن ٿا تارا
اسان نيث ٿينداسي خادم! سوپارا

زلف ڪارا = شهيد ذوالفقار علي خان ڀٽو
بينظيريون = شهيد راڻي بينظير ڏي اشارو
بختاوريون = هارياڻي بختاور شهيد ڏي اشارو
راهو = شهيد فاضل راهوءَ ڏي اشارو
سيد = سائين جي ايم سيد

210 ـ بکر ڳوٺ 07 .12 .31

## ڌرتي تنهنجيءَ تي رهئون ڪونہ ٽا

او بندوق توڪئون ٻڇئون ڪونہ ٽا
اهو پُڇُ تہ توڪئون ڳنبئون چو نہ ٽا
تنهنجي حڪم تي پُڇُ هلئون چو نہ ٽا
ڌرتيءَ تنهنجيءَ تي رهئون ڪونہ ٽا

وسيلو پلو ۽ حديثون ٻڌائڻ
توريت انجيل گيتا رامائڻ
اڇن ڪو نہ ٽا مون ڪي هي سب چڏائڻ
پڙهئون ٽا گهٽو پر ڪڙهئون ڪو نہ ٽا

اينگلز مارڪس ۽ لينن ۽ مائو
اهو جين گوتم ۽ زردشت تائو
پڙهي ڳولهي ڪا واٽ اڄ منڙا پائو
ٻهندا وڃئون ٽا ٺهئون چو نہ ٽا

وطن لاءِ وڙهندڙ آهن بند ڪوڙي
سيد پير اتحاد هن منجهہ جهوڙي
۽ ڪارڙا بي لُڏن منجهہ ڏوڙي
انهن کي ڏسئون ٽا سڙئون چو نہ ٽا

ڦتڪئون گهٽو ٽا ۽ چڙواڳ آهيون
ايڪي ٻڌي عقل منجهہ واڳ ناهيون
ڏاڍو پري پاڻ کان ياڳ آهيون
سمجهئون تہ ٽا پر مُڙئون ڪو نہ ٽا

211 _ ٻکر ڳوٺ 31 .12 .07

## گوريءَ ڏيءَ هو ڏيان

ڪندا ٻير [illegible] ۾ ڌڻون ٻڪريون ڪير ۾

لِڱ منهنجا ڪاٺ ۾ پر مُڱ منهنجي وات ۾

ڄَيَ آئي پار جي موڪلائي ڪنوار جي

[illegible] وڄايم مُڄَ ۾ ڳوليان ويٺي رُڄَ ۾

ڪانا جوئر جا ڪائي سُوئر ويا

ڏاٽا ٻاجهرِ جا ڇُڳجي ساڄُهرِ ويا

ڳانو پاتم ڳچيءَ ۾ مُنڊِي وڄايم مٽيءَ ۾

پيجر پترون مَنَهَن ۾ مُنڊَّ ويٺي ونهن ۾

گروءَ ورهايو گيان منهنجو گوريءَ ڏي هو ڏيان

# بيت ٽيڙو

1

لنگھي آيو لوءِ ۾ چور پائي جوغو
وڏو وڏيري گھانگھوءِ گھوگھو
ويساھ ڪيو سوگھو هن پلاريءَ پونءِ ڪي

2

سڏڙيو آهيان سنڌ جو خادم آهي نانءُ
جندڙي ڪيئن تي گھورجي اُهو ڪونهي ڏانءُ
منهنجو هڪ هڪ گانءُ لُٽاڙجي ويو لوءِ ۾

3

ورهيہ تي ويا سٽ وڏيري جي واٽ ڪي
لوپي لڪيندو اچي چارئي پھر چٽ
لڳي اٿس لٽ ڪڏهن خادم! ڪين ڪي

4

جيڪي منجھہ جھان سو تاريءَ تڳي تنهنجي
گُنديون خالي خالقا ناهن مالڪ منجھہ مڪان
اهڙي ئي ارمان ڪيري چڏيو "ڪين" ۾

5

جاجڪ ائين نہ جهُڪ لڄي ڪرين ٿو لوءِ ڪي
ٻوڙي ڇڏ تون پاڻ کي ڍڪڻيءَ پائي ڍُڪُ
نادر سان نوڙت ڏيکارين ٿو ڏيهہ کي

6

موڪي عربن کي گهَٽ ڏيکاريا گهير
سنڌ تي ٻاهرئون صاحبي آندي هن ڏڦير
پر پوءِ دير سوير آجو آڳهُہ ٿي ويو

7

مدينا راڻي ٿي نہ سگهي ڪڏي راڻي
محلاتن جو مان نہ ڄاتئين
پوءِ سمن جي ٿي پڄاڻي

8

رُوپِي نہ هُئي ٻهرُوپِي هئي
راڻي نہ هئي ڪا گوپي هئي
ڪني مڇي ڪاٿئون آئي
پونگر راوَ نہ ڏوتي هئي

9

گرُوا وگرُوا ڪونهي ٻڌڻو تنهنجو گيان
گوريءَ ڏي آ منهنجو ڏيان پيار جو ڪو نہ ڪبو اپمان

10

مرشد سائين! موتي وج

دوزخ بهشت جون باتيون بيشڪ

پنهنجو پاڻ سان چاتي وج

جوين جوت گهُري تو بيو ڪجهه

11

هيڏي باهه هوڏي پاڻي

ڪونڌرا ڪيئن ڪجي پوءِ هاڻي

منڙو مالڪ تيندو ساڻي

12

هيڏي رُڃَ هوڏي سُڃَ

ڏاڍي اُڃَ ورائي وئي

مولا مينهن وسائيندو

13

بک ۾ پاهُ سُڪي تو ساهُ

هيڏي ڪير ڪنائيندو

ڏاتر ڏارَ نوائيندو

14

هوڏي بگهڙ هيڏي لومڙ
سنڌ کي ڪير بچائيندو
آگو پالا آٽيندو

15

ناهي جاڻ ناهي کاڻ
کهڙو سڌ اُونائيندو
والي واٽون ناهيندو

16

نڪو نوحُ نڪو ٻيڙو
کهڙو سنگتي سارينُدو
پاٿهي پار اُڪاريندو

17

وڏي رات
ناهي پريات
صاحب سِجُ اوياريندو

18

هيڏي چوري هوڏي ڌاڙو
منهنجو خالي ٿي ويو واڙو
مالڪ مال موٽائيندو

19

ناهي گسُ ناهي وسُ

ادا کبڙ چا ٽيندو

خاوند خير ڪندو

20

ناهي هور ناهي ٽور

هي ٽاٽو ڪيئن ٽرندو

جيڪي واحد کي وٽندو

21

ههڙو ڏاڍ ههڙو زور

هيءَ ميندي ڪيئن لهندي

ڍنڍ جڏي وڃندي

22

جڏهن ڏنو مون ازل کي

اوندهہ هُئي اُتي

نڪرڻ جي پوءِ ڪئي آ مون

پهتو هان هاڻ هِتي

23

چاهي بريلي ڇا ديوبندي
ڄٽ ڇا پٽ ڳنَ کولي ٻُڌُ
تون آن هُنن وٽ
سکڻو سنڌي

24

پهر پَلَ جون لک پلايون
هنڌِ هڪ جو بيهي نٿو
واهه وقت جون ڇلولايون

25

وقت جو ڳورو پيرُ ٿئي ٿو
پير سهڻ جي سگهه ڪيي
پيڇڻ وارو ڪير ٿئي ٿو

26

ڦَرهيءَ تي لِکيلُ آ
ڳُلَ پٽڻ نقصان آ
پر ڇا ڪجي
اٿيڙهيل طوفان آ !

27

او ڏونگر او واري
ڏاڍُ ۾ دوکو تو وٽ آ
انهيءَ ڪارڻ پُڇي نٿي
چيڪي ويچاري

28

پاڙ ڪي پَلِ پَلِ پاٽي ڪپي
باھ پر پاڙون هٽندي ناهي
تنهن ڪري باھ وساٽي ڪپي

29

ڏيکار اهو جو لٿو ناهي
۾ پنڌُ اهو جو ڪٿو ناهي
اهنجُ اهو جو لٿو ناهي

30

آس نراسِ ڪٿون ٿي پاهر
اتهاس ڏي جڏهن نهاريان تو
قانون ضرور ڪندا واهر

31

جيڪي خيال اچن ٿا
بتڙي ڏينهن جِيئِنِ ٿا
نوان وري پلجن ٿا

32

پاھڻ نٿو لوڙھين

ھي سوال گھري ٿو جواب

ڇو پَنَ ٿو تون ہوڙين

33

ھرڻ ڪسين ٿو

بگھڙ ٻچين ٿو

ڇو اھڙا ڪم ڪرين ٿو

34

انب ڪسي وَئين

اڪ ڏنا ٿئي

ڪيڏا ڏڪ ڏنا ٿئي

35

ڪوڙُ ٻڌُوڙُ ٻيوس آھي

پاڻ کي ڪوڙو سچ ڪوٺي ٿو

ڪيڏي طاقت سچ کي آھي

36 جُنيون تين تيون سالن ڪئون

پوءِ بہ تون آن ساڳيءَ واٽَ

جندُ ڇڏاءِ حوالن ڪئون

37

مسيت هجي بارگاھہ هجي
مقبول هنن وٽ ناهين تون
ڪيڏي بہ تو وٽ چاھَہ هجي

38

ارغون هجئون يا ابدالي
ڏاهر جا پٽ توکي وڍبو
اسلام ڪئون تون آهين خالي

39

عرب سڄورو ٿي سگهندين؟
ڪيڏا ڪلما پڙھہ پائو
ڏاهر جو پٽ اي رهندين!

40

ساميءَ جو آ مارڳُ کهڙو
مٽيءَ ماءُ ڪئون ڇجي ڪري
جيون جو آ ڪارِجُ کهڙو

41

ڪِرڙُ ڪبڙ ڪانديرو
ڇت جا پٽ هي نالا هن
نہ ڪپي ڇِپڙُ مِتيرو
ذيشان جا شان دويالا هن

42

هي ٺئي اهو نانءُ
تنهنجي منڙي مُلڪ جا
خالي ڪيا جنهن ٿانوَ

43

ڪرند پسند ايئن چئجي ٿو
پر ڏرتيءَ تي هيئن پَسجي ٿو
معصوم بہ ناحق ڪُسجي ٿو

44

ڪري ٿو سو تہ پري ٿو
ڏنو پر ايئن ويو آهي
ڪو نہ ڪندڙ بي ڏري ٿو

45

ملان منهنجي لاءِ
چاهي وٺ الله
چٽو!
نهي آ دوزخ تنهنجي لاءِ

46

پاڻيءَ وَرائيندي
نانگ ڏنگيو مون کي
ملان ڏني فتوا
الله ڏٺو توکي

47

ٻکُنِ ۾ آن منهنجو آهين
ڪرسي توکي جڏهن بہ ملندي
او ٺوهرا! پوءِ پنهنجن جو ناهين

48

ڪان ڪيڏين ٿو ڪاڻ
جيڪي وڙيئي ڪرين ٿو
ناهين جو انسان

49

اوندهہ تي وئي ٻاٽ
ڪن ڪولي ٻُڌ يار پيارا
ڪانهي ويڙهہ سوا ڪا واٽ

50

تنهنجي گهرِ ڌاڙيل
بارود، بندوقن سان
پر تو وٽ ٿاهہ جا ڪيل

51

اٽ سَوَ سال سڪيون هن رانديون
ڪهڙي خبر آ ڇتن ڪي
تہ سڪٽي متيءَ مٿون
ڪيئن ڪبيون هن چانديون

52

پوليس وڏيرا ۽ پوڍاوا
سيني جي سَڌَ اسان هجئون
پنهنجي گهر ۾ پيرين اگهاڙا

53

ٻيلن ڪي باهيون
توٽي مَنَهَن سَڙن
پوءِ بي پيارا ٻائوا چئون ٿا
ويڙهہ وارن مان ناهيون

54

ڪڏي ريڙهہ چڙي آ مون؟
وطن جي واٽن تي
ڪڏي ويڙهہ چڙي آ مون؟

55

يارڙا پڇن ٿا
ڳالهيون مٿي سٿي
اُيري ڏهاڙي سج ٿو
ڇو اوندهہ نٿي ڪٽي

56

پنهنجي ڳچيءَ وڏي ٿئي
عربن سندي آڪاٽي
ڪڏي سنڌ کي پڙهيو ٿئي
آ تنهنجي ڪهڙي ڪهاڻي

57

ڪلمو پڙهيو سي
تنهن ڪري
ڏاهر شهيد ڪئون
سنڌ آ پري

58

وئي ورائي ڏپ هن مُنئي مانداڻ جي
سوڙهو ڪري ويا سنڌ کي سيالڪوٽي سَپَ
ڪارڻ پاڻيءَ لپ درياهہ ٿو دانهون ڪري

59

جهڙي منهنجي ڪالهہ تهڙو منهنجو اڄ
بوندون ناهن پُونءِ تي رڳو واءُ واچوڙا وڄُ
نٿو ايري سِڄُ سُکن جو ساٽيهہ تي

60

سُئِي ڪانهي سنڌ ۾ رلهيءَ سيبي ڪاڻ
پيڙ ۽ بارود جي ڪيئن ڪيرِ ٿي آهي ڪاڻ
آڻ راڪيٽ آڻ اجا جيئي جُوءِ ٿي

61

واٽون ناهن ويهہ مون کي لالچ انڌ انڌوڪيو
هلي پيو هان ڪوڙ سان جاڏي لوڀ سجيهہ
ڪندس ڪم قبيح ناهي ساڃهہ سوڀ جي

62

تپي ڪندين ڪوهہ ادن جي افعال تي
مايا جي ميدان ۾ لالڻ ٿي ويا لوهہ
بک بچڙو ٿول داناءَ ديوانا ڪري

63

ڪارڻ ٻن ڏينهان ٻچڙو ٽيان پاءِ

وساري ويهان پنهنجي جيجل ماءِ

ڪندس ڏوڙ ڏڪاءِ جيسين جند جهان ۾

64

هيءَ جا لوئي لوءِ جي

وچ ڪاريءَ ڪي پاءِ

ساڃهه ساڻ سڄاڻ تون

پيرڻ پنهنجيءَ ڪي پاءِ

ٻگهڙ تنهنجيءَ واڙ تي

وري وري ڪن ڪاهه

ڳولهه اهڙي ڪا واهه

پينڙي جيئن ٻچي پوي

65

حڪم وٽئون الله آ

ٻڪ ۾ ساهه ڪيڏانءِ پلي

پاڻ مارڻ گناهه آ

66

ڪوهن ۾ ڪٺاهه

ٻيلا ٻارڻ ٿي ويا

ڪاٿي آنهن الله

67

جيڪي آهه هنن جو آ

جُهڪِرَ جا جاهل

الله هُنن جوَ آ

68

ملان مرئي ماءُ

آجو ڪيئن "اڄ" تئي

اُهو قرآن پڙاءِ

69

جيڏو تنهنجو نانءُ

باهه به ايڏي باغ ۾

رکي نه سگهان پانءُ

70

ڪيڏو تنهنجو نانءُ

مون کي منهنجي ملڪ ۾

ملي نٿي ڇانوَ

71

جان ڏجها نه ڏي

پر جي نٿو مُڙين

آتم هتيا تہ ڏي

72

ڏٺن جا ڏٺي

چو ڪسي آ تو

منهنجي سنڌ اڳوٺي

73

مان تو مڱان ٻاجهه

تون تو ڏئين ڏوجهرا

صبح توڙي سانجهه

74

نہ تون ڇپر نہ تون ڇانوَ

ناهي تو ۾ آسرو

پوءِ ڪجاڙو ڪهاڻ

75

منهنجو هڪ هڪ گاڻ

پيلن بينا پولڙا

وٺي تنهنجو ناڻ

76

ٻڌُ منهنجي فتوا

ڏرتيءَ منهنجيءَ تي

لِڪِيلَ ٻانهپ ناهہ

77

هوڏي ڪلما ڪوڙ
هيڏي سڪڻي سنڌ
گهُري تي جاڪوڙ

78

اوڏهون آيا پلي آيا
تون ڇو هِتڙي ڏِسجين تو
هتڙئون جا ڇايا؟

79

پيرين ڏريم پنبڻيون
يار منهنجي مِنڙي
ڇميون ڏنيون سڪڻيون

80

هنڌ وڇايم وار
ڇيائين هي پيرو ڇڏ
ايندس مان پيهار

81

اڙي! اِهو ڪير هو
مُرڪي تو ۾ هٿ وڌائين
ڏيرياڻيءَ جو ڏير هو

82

وري ڪڏهن اچبو

پڇيم نوٽ ڏئي هٿ ۾

چيائين ٻيو نوٽ ملي سوچبو

83

انُ اُپايان ٿو

ڪُپي ڪيتيءَ ۾

پادر ڪاوان ٿو

84

جَندُ مڪُڙِي ڪِيرُ مُنيو

سانورُ سارينديٰ

مُندَّ پَلَوَ سان نير اُگهيو

85

پنهنجي مُنهن چوڪر

هڪل ڏني مانس

هيڏي نہ نهاريندو ڪر

86

مِينهَن جون آسون

سندَّ سُڪِي وئي آ

تہ بہ پيرَن تي باسون

87

ڏاهپ جو ڪو ڏانءُ
ڪارن مئون اچا ٿيا
سکي نہ سگهيس آءٌ

88

سنگ ناهي مون سينءُ
ڏاها ڏي ڪو ڏانءُ
سنڌ ڇڏايان ڪيئن؟

89

ڪجھ بي ناھ درياھ
ڪنبي ويو سَرِيرُ پر
آڏو ڏسي واھ

90

نِمُورن جي ڇانوَ
ملڪ منهنجو منڙو
ڪائن وينا ڪانوَ

91

منهنجو ملڪ ملير
عمر تنهنجي ڪوٽ ۾
ڪانهي تڏڙي هير

92

وڏيرا پوليس
چاپڙ ڪٽندو ڇوڪرو
گهَتِبا ٽيندڙ ڪيس

93

ڏارئي جو درمانُ
ڳولين ٿو ڇوڪرا
آهه ڏاڍو ارمانُ

94

ڏوتي آهن گڏُ
راڙون ڪندي رُڃ ۾
ملي ٿو سڏُ

95

چاپڙ هڪ پيرو
گهوريان ٿو سنڌ تان
پنهنجو منهن ميرو

96

ڪوڙا احوال ڏکن جا
هر ڪنهن کي پيارا
پنهنجا اعمال ڪُکَنِ ٿا

97

اڄ ٻي ھي لوڙھا

اڄ جو مان ٻي حُرُ

ھو نيٺ ٽيندا سوڙھا

98

لوڙھن ۾ حُرَ فقير

ھي پي ويندا اُلھي

جيئي سُورھ پِيرُ

99

مڙس ھُيو گڏ گوڏي

ماني کائيندي

ڇرڪ ڇڪيو توڏي

100

جَندُ مڪُڙِي ڪِيرُ مُئيو

انھن سان اوريندي

تنھنجو ناءُ کُڪِيو

101

جھوليءَ ناھي ڳوٺَ

آڳھُ ڪيئن آجو ٿئي

ڏَس پتائي گھوٽ .

102

ميهر سان محبت

ڪچي سيڪاري

قربانيءَ سان قُربت

103

نِمُورين جي ڇانوَ

ڦهرين وڏمر ٽئي تي

ٻُسرِي تنهنجي نانءُ

106

خالي ٿي ويو ٿانءُ

ڳوڙها ٻار جي مُکَ تي

لولو ڪائي ڪانءُ

104

مڙس ڏني مُندڙَ ڪي

سون سندي ڇُوڙي

پر مرڪ مليس ڪُوڙي

105

جيونَ پاڻيءَ تي ڦوٽو

ساهه ۾ سانڊيلُ آ

يار منهنجو ڪوٽو

106

بندوق لڳي ڏيرِ ۾

آڙيون اُڏاڻيون

تاپر آئي نيرَ ۾

107

ڪُڙي جَندَ جي ڪيرَ ۾

ساري ور جا ويڙ

ناري ٻڌي نيرَ ۾

108

نيرُ آ منجهہ ڪوناري

لٽ نيرولي ۽ هٿ ۾

دري ۽ ۾ سوناري

109

استال تي اوپرا هٿ ڪتاب ۾

اکيون اٽڪيون

پوءِ جيون سڄو سراب ۾

110

تو وٽ وڏو ڏهڪاءُ

مان وٽ بي آهي

پٽ ڏٽي بادشاهہ

111

قانون ڏي ڏسجي
ڪهلَ ڏي ڏسجي
يا مهلَ ڏي ڏسجي

112

واري ڳٽي نٿي
تنهنجو ٽورو
چيڪي ڪٽي نٿي

113

دربار ڇا ٽيندي آ
ملڪ منجهائڻ لاءِ
ڪا سِٽَ سِٽيندي آ

114

رسمون ۽ رواج
اڳٽت ايامن ڪئون
ڏرتيءَ جا هن ڏاج

115

اسان اچئون توڏي
تون وڃين ڪِسڪِي
يار نه دوکو ڏي

116

ڪٽڪ لٿي آ اڄُ
چنڊڻ چاهيان ٿي
پر خالي منهنجو چڄُ

117

چوڌاري آ باهہ
جيئرو جي تون جڳ ۾
جاڏي تاڏي ڪاهہ

118

جيڪي منجهہ جهان
سڪيو آسودو
سوا هن انسان

119

واهيري جي ووڙ
پڪي موٽيا سانجهہ
مونکي بہ تنهنجي هورَ

120

ڏني ٿيا ٿم ڏينهن
ڪُهہ جاٽان ڪهڙا پرين
نهوڙيو آ نيهن

121

مڙسالو او مڙسالوُ

مان بي ڏاڍي سُنڙي

پر تون بي آنهن ڪچالوُ

122

خيالن ۾ وجهندو وت ٻکَ

مور نہ ايندي سانءِ

دل ڏکيءَ ۾ ڏوئي رکُ

123

لغڙ اڏائيندي

ڪوئي تئون ڪريو

مون ڏي نهاريندي

124

راول تون ڪنهنجو

موٽ ڏنائين منڙي

جيڪو چئي منهنجو

125

چڏيئي لوهہ ڪري

لوهرياڻي

وينس ڏوهہ ڪري

126

فقيرياڻي! اڄ ڪاڏي سنبت آ

اڪيون اولاري اوير ڏي

چيٽين جاڏي سنگت آ

127

چيڪلي تي چار

نيڻان نيڻن سامهان

سنسار جي خبر نہ چار

128

نالو خادم ککراڻي

گهوري گهوريو مانس

آهي مڙس مکڻ چاڻي

129

پاڙنِ جا پاڙا

آئيندي جي آس ۾

پيرين اُگهاڙا

130

هاريءَ چيو صبوح

وڏيري جي پيٽ جو

ڪڏهن پربو کوھ

131

گهُر ڪا دعا مُلان منهنجي لاءِ

ڄٽ جا پٽ

ٿهي آ دوزخ تنهنجي لاءِ

132

اچين جي هيڪار

هيءَ ورڻ ويڙهي

مورُ نہ ڇڏئي ڏار

133

ڪيئن توکان معافي گهُران

دِلاسن ۾ رُيائين ٿو

جَوَ پوکي ڪٽڪي لٽان

134

وسندو ڏسئون مينهن

آءُ تہ ماڙيءَ مَٿون

پوءِ موتي ويندين ڪيئن

135

اچي ويهہ مٿا

مَنَ جي ماڙيءَ ۾

هجئون باقي ڏينهن ڪٿا

136

جيلن ۾ پل جند پيهان

سنڌ امڙ ڪئون مُنهن موڙيان

ڪارڻ ٻن ڏينهان؟

137

ڀرين ڪانئن ماني ڪسجي

ڪسجي پوءِ ڇايا

ڪاڏي ويندا سنڌ ڇايا

138

ٻج ڪوڙي ڪڏهن نہ ڦي آ

هيلهہ ايئين ڇو آهي

ڪاڏي ڪا پُل ڦي آ

139

صوفيءَ ڪي ٻي وڙهڻو آهي

ڪوفيءَ ساڻ

نِبرڻو آهي

140

پوپٽُ ڦي مان اڇان

تنهنجي هٿڙن ڦي

ويهي توکي ڏِسان

141

ڳالهائين نٿي ڪا ڪاوڙ آ
وڃان ٿي پيڪين
اُتي ستاوڙ آ

142

او منڊ! مون سان محبت ڪر
جنهن سان لڏيم لانئون
گهُور تنهين تان نگر

143

ڪلمو پڙهيو سي تنهن ڪري
ڏاهر شهيد ڪئون
سنڌ آ پري

144

قادن قاضي جي تنهنجو
سنڌوءَ جي اتهاسن ۾
مخدوم بلاول آ ڪنهن جو؟

145

چو واٽ بند ٿئي
ڏاهر جي ماڙي ۾
سُوالي هيءَ سنڌ ٿئي

146

اتهاس جي چواڻي
توسان بہ ڪڌهن ٿي آ
ڪا ڪربلا ڪهاڻي

147

جيئن خيمن کي باهيون
تئين پڻ هِتِ آهن
ٻيلن کي باهيون

148

جيئن پاڻي بند امامن جو
تئين پڻ هت آهي
بند پاڻي ميزبانن جو

149

الفت ابو تُراب سان
هِتِ هِنن جي آهي
ڪُلفت تُراب سان

150

سردار وڏيرا لئہ ڪري وٺ
ڌارين جي سنگت سان
منهنجو ملڪ ڦري وٺ

151

ڪاريءَ مِٺون بي ملندا

هي سپ ساوا نوٽ

ڪاري ڪئون بي مِلندا

152

هي تنهنجو پٽڪو

آهي پڪ لٿاڙيو

جڏهن وقت ڏيندو سٽڪو

153

ڇٽ پڙهيو آهي

پير وڏيرو شئي ڪهڙي

الله اڙيو آهي

154

تِمجهَه آندي ٿئي هِتِ

ڌرتيءَ جا دشمن

شرم نہ آ تو وٽ

155

تو ٽِيَرَ ڪي تاڙي

توڪو تاڪ ڦبائڻ لاءِ

ٻوڙا تو ٻاري

156

پوتار ٿئي تہ سُکُ ٿئي
جنهن ڏينهن وئُي هليو
ڏاريا پو ڳکُ تي

157

ليلان کي قيسُ ٿو ڪپي
مون کي بہ منهنجا بابل
جوڙ ڄيس ٿو ڪپي

158

پل پهر سمهان ٿو
فاني جهان ناهي
ڪجهہ ننڊ ڪري اُٿان ٿو

159

قيامت ۾ ناريءَ کي
ملڻو آهہ پتار
پر سهڻيءَ کي
ملندو يارُ ميهار

160

نينهن بي نباهبو
پر اِن کان اڳ سنگتي
مانيءَ ڳيو کائبو

161

هي ٻيڙ ناهي ڪارڙو آ

ساڳي ٻولي ٻوليندي

پنهنجن وٽ ويچارڙو آ

162

ڇاڪئون ڏور وڃي تو

ميچ ملي تس نئين ڪاڏهون

تيلاهون وهلُور وڃي تو

163

لنگهندي پاسو هٽي وئي

راحت رني ڪوٽ جي

دل کي داسو هٽي وئي

164. درٻاري او ٻاريا

ساڏن لاءِ صلاحون ڏيندي

وئي عمر تنهنجي ساري

165

درٻاري او درٻاريا

اُجَ نہ تنهنجي لهڻي آ

روح تنهنجو آ واري

166

درٻاري او درٻاريءَ

اهي پيٽ نہ تنهنجا پربا

تنهنجي آکھ آھِ اُجاري

167

مٽيو رومال ۾ بند

تنهنجو ساھ مٽئي ۾

منهنجي ساھ ۾ سنڌ

168

بيٺا هن قطار ۾

جرنيل جي آڏو

ٺُرا هڪ مهار ۾

169

يارڙا گهٽبا وڃن

جيئن بک وڌي ٿي پائو

ڪارڙا وڌندا وڃن

170

ويندي قبر ڏي

ساراھ ڪيڏي ٿئي

نِهار پنهنجي ٽر ڏي

171

هيءَ حياتي
توبن ساٿي
آهہ مماتي

172

سنڌ جا وڏيرا
ٿو مارائين ڳيرو
جيئن مارجن ڳيرا

173

ڪانا جُوئر جا
ٻاجهارا مونتي
ٻارا ٻاجهر جا

174

قديم آهي قديم آهي
بي سمجهہ ماڻهو منهنجي
ٻولي عظيم آهي

175

ڏاڍو وڏو مان سيٺ هان
جيڪڏهن ۽ جڏهن بي
امڙ اڪڙين هيٺ هان

176

اُس آ جولاءِ جي

پر بچائي ٿي مونکي

ڇانو منڙي ماءُ جي

177

هنج لولي ماءُ جي

ننڊ ڏاڍي ٿي ڏئي

پلڪَ جا پِرياوَ جِي

178

نينگري او نينگري

پڙُ ڇڏي جي تنهنجو پاءُ

ايهو ننگر بنهہ ناهہ

179

مڙس منهنجا ڪجهہ تہ رِڙهہ

لوءِ ڪارڻ لٺ ڪٽي

ٻاهرين سان ڪجهہ تہ وڙهہ

180

جنهن وٽ سر جو سودو ٿئي

او ٻاگهل!

تنهنجو دودو ٿئي

181

ساڻ ڪر تيندڙ ڏندن
ڏينهن راتيان سوچ ۾
ڪيئن ڪسن ماڪئون وطن

182

مڪڙ ڪاڏهون جا
پيٽ پري پل وچ پنهنجو
هي وڻ سپ آهن منهنجا

183

او وطن منهنجا وطن
ڪيترا بي ڪن جتن
جمندا نہ پر پيرا سندن

184

هن ڪنڊن جي سيجَ تي
نيٺ ڪهڙي ڏوھ ۾
سنڌ آ صليب تي

185

پوتارن ڪي آڪڙ
جنهن ڏائڻ ڏياري آ
سا چاڻ اُڏي ماڪڙ

186

مسلم انڊيا جو آهيان
پر مان انڊيا جو ناهيان
ڌرتيءَ ڪنهن جو بي ناهيان

187

ملان پير وڏيري جو
ايمان اصل ڪئون آ اِڊڙا
خير نہ گهربو ديري جو

188

پٽس ڏاڏس ڪئون
پوتار مونسان گڏ آ
پر گار۔ گاڏڙسڏ آ

189

پوتار جا هتڙي
وڏا وَس هلن ٿا
مونتي بي گارين جا
وڏا دَس هلن ٿا

190

اوطاق مسيت گادي
آهين ڪير ڪندِ،
مان انڌي ۽ جندِ

191

پِٽون ٽيڙس پير
ڪڏهن ڪين ڏٺائين
هڙا ٽين ٽا ڏير

192

موٽي آيا مينهن
لالڻَ ناهي لوءِ ۾
لاٿئون لهنديس ڪئين

193

ڏڪائي ٿو سيءُ
جانڻ ناهي جُوءِ ۾
جهُڄي منهنجو جيءُ

194

ڪرند پسند ائين چئجي ٿو
پر ڏرتيءَ تي هيئنءَ پسجي ٿو
معصوم بہ ناحق ڪُسجي ٿو

195

ڪري ٿو سو تہ پري ٿو
ڏٺو پر ايئن ويو آهي
ڪو نہ ڪندڙ بي ڏري ٿو

196

ليلا ليلايو
ڪونہ پيس پر جهوليءَ ۾
توڏهون پن سائو

197

پهرين ڏوهيءَ کي
ڏوهہ ڏبو آهي
پر تو وٽ ايئن ناهي

198

ملان! بهشت ۾ جي تون
هڏِ نہ هلان مان
جاتي هوندين تون

199

ملان آهين چورُ
ناهي منهنجي ملڪ ۾
تو جهڙي ڪا چورَ

200

صبح توٽي سانجهہ
تاٽيان ٽو توڏي
تو وٽ ناهي ٻاجهہ

201

پنهنجي ڳچيءَ وڏي ٽئي
عربن سنڌي آڪاٽي
ڪڏي سنڌ کي پڙهيو ٽئي؟

202

جهرن جهنگن ۾
گلن پنن ۾
وڻن وچئون
ڪا مورت موهي ٿي

203

ٻيڙيءَ تي ويهي
هٽندي ونجهه دلين تي
نوري نهوڙي ٿي

204

اڱڻ تي ايندي
ٻهاريون ڏيندي
لوڙهي جي پرسان
ڪا مُنڌَ نهاري ٿي

205

هرڻ مون پارو
۽ ٻي حد اجارو
ڪڏهن نہ ڪڏهين
ڪاتي نہ ڪاتي
ڪُسجي تو يارو!

206

ڏاگهو ڏسي مٽي ڏاند ڏسي هيٺ
وک کڻجي ڪٿي سنڌ ڇتندي نيٺ
پنهنجائيءَ کي ڇڪ ٽئي تي
توڙي ڏيٺ نہ ويٺ
وياج سمورا موٽائيندو
ڪاڏي ويندو سيٺ

207

ڏينهن سدائين ڏکيا سکيا
ڀاڱ ۾ سڀ جي آهن لکيا
وقتن جي وهنوار ۾ ڪنهن ڀي
انب سدائين ناهن چکيا

208

ويندي ڏيندي وئي گونگيون ميارون
مونکي ڪري وئي ڦاڪون ۽ ڦارون

209

ڪاٺيءَ تي مُندَ آ
ڏسوتہ پهتي ڪاتي
گوتم جي سنڌ آ

210

تارن ذي تارا

آذي اونداهيءَ ۾

ڳوليان ٿو چارا

211

ڇونري جي چُله جي چٽنگ

ڏني برکي باھ

٣ مارچ ١٩٤٣

اها ساروٽي آھ

212

الله جو نعرو هڻي

لشڪر ترارين سان ڪٽي

واريءَ وٽئون آيو هيو

سنڌ کي ٻاريو هيو

منهنجي موکي ساڻ گڏ

213

ايئن اچي ويٺو

دل جي ڳاڙهيءَ ڪٽ تي

جيئن ناري جو سيٽيو

# سنڌ ۾ ملهائڻ جهڙا ڏڻ/ڏينهن
# (عيسوي سن ۾ ڏنل)

- رسول ڪريم ڄمر 570_04_20 وفات 632_06_08
- علي سائين جي ڄمر 600_05_25
- حضرت عمر خلافت تي ويٺو 634_08_22
- ڪربلا جو ڪوس 680_10_13
- مهاراجا ڏاهر شهادت 712_07_02
- حمين منصور هلاّج شهادت 922_03_28
- هلاڪو خان جي بغداد کي باهه 1258_02_10
- پهريون سهو چام انڙ تخت تي ويٺو 1337_07_29
- ورنلسي بنارس جي ڪبير جي وفات 1499_06_28
- مخدوم بلاول ڄمر 1451_06_16 شهادت 1521_03_01
- ٺٽي ۽ ڪينجهر جي وچ واري ميدان کي ساموئي جو پڙ سڏجي ٿو. جتي ارغونن سان وڙهندي درياخان پنهنجي پٽن سوڏو شهيد ٿيو 1520_01_02
- شاهه بيگ ارغون مئو 1522_07_18
- شاهه ڪريم بلڙي ڄمر 1538_01_20 وفات 1623
- اڪبر بادشاهه عمرڪوٽ ۾ ڄمر 1542_10_15
- پاڻيپت جي ٻي ويڙهه 1556_11_05
- دهليءَ سنڌ تي ڪلهوڙن جو راڄ مڃيو. يارمحمد ڪلهوڙي جي

حاڪميت شروع 1718_01_01

- لانگاهہ شاهہ عنايت جهوڪ شريف شهادت 1719_05_06
- لطيف سائينءَ جو لاڏاڻو 1752_01_02
- خواجا محمد زمان لنواري جي وفات 1775_01_06
- عبدالرحيم گروهڙي شهادت 1778_03_15
- سچل سرمست لاڏاڻو 1827_04_11
- مياڻيءَ جي ويڙهہ 1843_02_15
- دبي جي ويڙهہ 1843_02_24
- مرزا قليچ بيگ جنم 1853_10_04 وفات 1929_07_03
- مولانا عبيدالله سنڌي جنم 1871_03_10 وفات 1944_08_22
- حمل فقير وفات 1878_12_09
- علامہ آءِ آءِ قاضي جنم 1886_04_09 وفات 1986_04_13
- سنڌ جو سائين ڄي ايم سيد جنم 1904_01_17 وفات 1995_04_25
- ڳوٺ آباد پرسان لڪي شاهہ صدر ۾ محمد ابراهيم جويو ڄائو _08_13 1915
- شهيد اندرا گانڌي جنم 1917_11_19 وفات 1984_10_31
- ماهوار ڪونج هلائيندڙ لاڙڪاڻي ڄائو هري موٽواڻي جنم 1919 وفات 07_05_2006
- ڳوٺ ٻنڊي تعلقي ڏوڪري جو ويٺل سوڀو گيانچنداڻي جنم 1920_5_03
- شيخ اياز جنم 1923_03_02 وفات 1997_12_29
- سکر ڄائو پارتي اديب ارجن ناشاد جنم 1924_12_17 وفات 2006_11_03
- محمد حسين پنهور جنم 1925_12_25 وفات 2007_04_21
- بلوچستان جو نواب اڪبر خان بگٽي جنم 1927_07_12 شهادت _28 08_2006

- ذوالفقار علي ڀٽو شهيد ڄم 1928_01_05 وفات 1979_04_04
- گوبند مالهي ڄم 1930 وفات 2001_02_10
- رسول بخش پليجو لطيف جي پيغام جو ڄاڻو ڄم 1930_01_20
- شاعر اديب بدين جو ويٺل شمشير الحيدري ڄم 1931_09_15
- لاڙڪاڻي جو ويٺل هندوستان لڏي ويل اديب شاعر
ڄم 1932_05_25 وفات 2007_04_06
- سنڌ جو وڏو آرٽسٽ ظفر ڪاظمي 1933_12_25 ڪان 2007_01_12
- پروانو ڀٽي سکھڙ 1934_02_16
- لاڙ جي وڏن شاعرن مان هڪڙو انقلابي شاعر ابراهيم منشي ڄم _15
1934_01 وفات 2003_07_31
- سنڌ جو سپورنج اله داد ٻوهيو ڄم 1934_08_18 وفات 1999_07_16
- موتي لال جو تواڻي اديب ڄم 1936_01_13 وفات 2008_01_29
- اديب لڇمڻ ڪومل ڪنڊياري ۾ ڄائو 1936_03_26
- امر جليل ڄم 1936_11_08
- لاڙ جو سرويچ سجاولي ڄم 1937_03_14 وفات 2007_10_22
- ريڊيو فنڪار صالح محمد شاهه ڄم 1938_04_14 وفات 2007_09_01
- مريوسف پٽ لونگ مڱڻهار ڳائڻو ڄم 1940_1_14 وفات 97_2_14
- ڳائڻو سينگهار علي سليم سکر جو ويٺل 1940_04_15
- حر ايڪٽ پاس ٿيو 1942_03_20
- سورهيه بادشاهه شهادت 1943_03_30
- اله بخش سومرو شهادت 1943_05_14
- ترجي ڄام ساقي جو ڄم 1946_10_31
- ڀڳت ڪنوررام ڄم 1885_4_13 شهادت 1939_11_02

- ڪڪڙ ضلعي دادو جو هوميو ڊاڪٽر نظير احمد چارڻ ڄم 1947_06_02
- خيرالنساءِ جعفري اديبا ڄم 1947_08_17 وفات 1998_03_04
- سنڌي هندن جو ڪراچيءَ ۾ ڪوس 1948_01_06
- پاڪستان جي قومي ٻولي رڳو اردو اعلان 1948_03_21
- هارياڻي بختاور جهڏو گدام شهادت 1948_06_22
- سنڌ جي راڻي بينظير ڄم 1953_06_21 شهادت 2007_12_27
- شاعر اديب نصير مرزا ٽنڊو نوڙهو ڄم 1955_07_20
- پاڪستان جي پهرين زائفان اسپيڪر فهميدا مرزا ڄم 1956_12_20
- سنڌ بمبئي کان ڌار ٿي 1935_04_01
- سنڌي ٻولي هندوستان جي قومي ٻولي ٿي 1967_04_10
- سنڌ جي ابي حيدر بخش جتوئيءَ جو لاڏاڻو 1970_05_21
- بنگلاديش جو جهنڊو جهوليو 1971_03_23
- سماجوادي سگهڙ عبدالڪريم گدائي وفات 1978_01_28
- ڊاڪٽر شيرين سومرو جي هڪ فوجيءَ هٿان لڄالٽ 1978_10_01
- ٽنڊي الهيار جو نظير عباسي شهادت 1980_08_09
- مولوي محمد عثمان ڏيپلائي لاڏاڻو 1981_02_07
- خيرپورناٿن شاهه ۾ MRD جي شهيدن جو ڏينهن 1983_09_12
- M.R.D جا لاڪات جا ڳوناڻا شهادت 1983_09_29
- ڪيئي ڪتابن جو ليکڪ ماتليءَ جو رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي وفات 1983_12_31
- MQM ٺهي 1984_03_18
- نوڙهي ڦاٽڪ جي شهيدن جو ڏينهن 1984_10_17
- ضلعي دادوءَ جو محمد مشڪرو وفات 1985_02_27

- اديب شاعر جي الانا وفات 1985_03_08
- وينل تعلقو ڪنديارو رستم سنڌ شير ميربحر مله وفات 1985_03_28
- شاهنواز ڀٽو فرانس ۾ شهادت 1985_07_18
- سنڌ ترقي پسند پارٽي ٺهي 1986_03_26
- مائي ڀاڳي ترياڻي ڳائڻي وڇوڙو 1986_07_07
- محمد اسماعيل عرساڻي جم 1986_11_01
- سنڌ جو جوڳي فاضل راهو شهادت 1987_01_17
- پير علي محمد شاه راشدي وفات 1987_03_11
- ڪراچيءَ ۾ سنڌين جو ٻيون پيرو ڪوس 1988_10_01
- مير مرتضا ڀٽو وينل ڳوٺ ڳڙهي خدابخش جي شهادت 1996_09_20
- سرمد سنڌي وفات 1996_12_28
- نوازشريف حڪومت جي سپريم ڪورٽ تي جله 1997_11_28
- سنڌ جو ڳائڻو علڻ فقير وفات 2000_07_04
- سنڌ جي شاعر محقق نياز همايونيءَ جي وفات 2003_01_03
- اديب ابن حيات پنهور وفات 2003_01_15
- ميرپور بٺوري جي وينل مائي اله وسائي ڳائڻي وفات 2004_04_29
- ڪراچيءَ ۾ سنڌين جو ٽيون پيرو ڪوس ڪارساز وٽ 2007_10_18
- سنڌ جو ريڊيوءِ ٽي وي فنڪار انور سولنگي وفات 2008_04_04
- تاجل بيوس وفات 2008_12_13
- ٽوپي اجرڪ جو ڏينهن 2009_12_06
- ماسٽر چندر بمبئيءَ ۾وفات 3 نومبر 1986ع

***



موجوده دور جي اهڙن شاعرن منجهان هڪڙو نالو سائين خادم حسين ابڙي جو به آهي، جنهن ان خواهش کي هٿ وٺرائيندي پنهنجي سفر جو آغاز ڪيو ۽ هاڻ سندس ان سفر جو ثمر سندس ڪتاب جي صورت ۾ اسان جي سامهون آهي.

سائين خادم ابڙي جي مسودي جي مطالعي مان مون کي لڳي ٿو ته هُن شاعريءَ جي بنيادي لوازمات کي چڱيءَ طرح سمجهيو ۽ پروڙيو آهي. هڪ حساس ماڻهو جي حيثيت ۾ هو سمجهي ٿو ته سنڌي ماڻهو اندروني ۽ ٻاهرين غلاميءَ واري ڪيفيت ۾ آهن. هو خود به حالتن جي سنگينيءَ ۽ مسئلن جي دٻاءَ واري پيڙا مان گذريو آهي پر ان باوجود هو مايوس ناهي. اها ڳالهه وڏي خوشيءَ جي آهي ته سمورن دردن، بيوفائين ۽ ناانصافين وارا احساس پوکيندي به سندس شاعريءَ ۾ نراسائيءَ جو عڪس نٿو ملي. وٽس، نه نا اميدي آهي نه مايوسي. جيڪڏهن ڪجهه آهي ته اُهو سندس شاعريءَ ۾ حوصلي ۽ اميدن جي مشعلن جو تجلو آهي جيڪو ڪيس ۽ سندس فڪر کي منور ڪري ٿو.

محترم خادم حسين ابڙو نه رڳو سٺو شاعر ۽ اديب آهي، پر سچ پچ ته هو هڪ اعليٰ انسان به آهي. سندس زندگيءَ جي وڏائيءَ جي جهلڪ سندس هر رويي مان محسوس ٿيندي. هو هر وقت نندي وڏي سان مرڪندي ملي ۽ ڳالهائي سچ پچ موهي وجهندو آهي. تمام گهڻو ڄاڻندي به پنهنجي پاڻ کي ڄاڻو محسوس نه ڪرائڻ، هر ڳالهه ايئن ٻڌندو جڻ ته سندس لاءِ اها ڳالهه نئين هجي پر پوءِ جڏهن پاڻ ان تي ڳالهائيندو تڏهن ٻڌندڙ کي محسوس ٿيندو ته وٽس ڄاڻ جو خزانو آهي. اهي گڻ هڪ عالم جا آهن، هڪ سٺي انسان جا آهن. آئون پڪ سان چوان ٿو ته سائين خادم حسين ابڙي جهڙا انسان زماني ۾ گهٽ پيدا ٿيندا آهن.

ابڙي صاحب جي شاعريءَ جا موضوع سگهارا آهن. سنڌ ڌرتيءَ جو سڀاجهو ماڻهو، سنڌ جا مسئلا، ساڻن ناانصافي، سنڌ جي پيڙهجندڙ طبقي جي پيڙا ۽ درد سندس شاعري جا اهم موضوع آهن، جو ته لڳ ڀڳ مُني صديءَ کان پاڻ پنهنجي اکين سان هن ڌرتيءَ تي ٿيندڙ لقاءَ ڏسندو رهيو آهي. سندس هيءَ شاعري انهيءَ مُني صديءَ جي ڏکوئيندڙ سفر جو سچو داستان ۽ عرق آهي. سنڌي ماڻهن جي اها مني صديءَ جي تاريخ سنڌ جي ماڻهن سان بيوفائين، ناانصافي، ڏوکن، وڇوڙن ۽ وڍن سان پري پئي آهي.

هونئن به عالم، اديب، سُگهڙ، مصور ۽ ڪوي، پنهنجي پنهنجي قوم جا ترجمان، سنڀاريندڙ، سارينديڙ ۽ اڳتي وٺي ويندڙ سونهان هوندا آهن. اهي ڳالهيون ۽ عمل تڏهن ئي ٿي سگهن ٿا جڏهن وٽن وسيع تجربو، دوراندیشي ۽ حوصلو، جستجو جو جذبو ۽ سچائي هجي. اهي ڳالهيون جن وٽ به هونديون آهن تن جون رچنائون امر ٿي پونديون آهن. انهيءَ سفر ۾ ڪيترائي سچا ۽ سونهان رهيا آهن. جيڪڏهن انهيءَ سفر ۾ سائين خادم جو نالو ڳڻجي ته وڌاءُ نه ٿيندو جو ته سرڪار لطيف جي چواڻي ته:

محبت پائي من ۾ رنديا روڙيا جن،
تن جو صرافن، اڻ-توريو اگهائيو.

ڊاڪٽر محمد علي مانجهي

شاعر: خادم حسين ابڙو

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳَر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ٽائي ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، سائنسي، اقتصادي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چِوَ، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ونڻ ونڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)